| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سچل سرمست سچ جي صدا |
| مرتب: | سميه قاضي |
| ڇاپو پهريون: | جولاءِ 2012ع |
| تعداد: | هڪ هزار ڪاپيون |
| ڪمپوزنگ: | سارنگ امداد / اقبال ابڙو |
| ٽائيٽل: | ڪپتان ابڙو |
| ڇپيندڙ: | پيڪاڪ پرنٽرز ڪراچي، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ |
| قيمت: | 250/- |

| | |
|---|---|
| Title of Book: | Sachal Sarmast Sach ji Sada |
| Compiler: | Samia Qazi |
| Edition First: | July 2012 |
| Quantity: | One Thousand Copies |
| Composing: | Sarang Abro/ Iqbal Abro |
| Title: | Kaptan Abro |
| Printed by: | Peacock Printers, Karachi, Ph: 0300 2152634 |
| Published by: | Culture Department, Government of Sindh |
| Price : | Rs. 250/- |

ملڻ جو هنڌ:

**ثقافت کاتو ڪتاب گهر**

سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،

ڪراچي، سنڌ- 74400

فون: 021-99206073

# فهرست

# ڇپائيندڙ پاران

سچل سائين سنڌي توڙي سرائڪي شاعريءَ جو اهم سنگ ميل آهي. اهي ٻئي ٻوليون ڪلهوڙن توڙي ٽالپرن واري دور ۾ سنڌ جون مکيہ ٻوليون هيون. سنڌي عوام جي ٻولي هئي، جڏهن تہ سرائڪي حڪمران طبقي جي ٻولي هئي، جنهن کي درٻار ۾ واهپي جو شرف بہ حاصل هو. ان دور جي علمي ۽ ادبي ٻولي جو درجو فارسيءَ کي حاصل هو. جيڪو فارسيءَ ۾ شاعري ڪري نہ سگهندو هو، انکي 'ديهاتي شاعر' سمجهيو ويندڙ هو. سچل سائين عوامي فڪر جو ذڪر سنڌي توڙي سرائڪيءَ ۾ خوب ڪيو آهي. هن ان دور جي رائج روايتن کي انهن ٻولين ۾ ڪتب آندو آهي. سنڌ تي ڌارين جي لڳاتار حملن سبب سنڌي شاعريءَ ۾ وطن ۽ وطن واسين سان پيار وارو جذبو نمايان رهيو. جن ساٽيهہ واسين کي گهٽ ٿي ياٿيو. انهن جي شاعريءَ کي عوام دلين مان ڏڪاري ٿي ڇڏيو. شاهہ سائين فرمايو تہ "حيف تنين کي هوءِ، وطن جن وساريو" تہ سچل سائين چيو: "هڪ جُوءِ ٻي جوءِ، ڇڏن ڪين جوان. اهي بہ انسان جي ننگن تان نثار ٿيا."

سچل سائين اهائي واٽ ورتي آهي، جيڪا ان کان اڳ اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن، شاهہ ڪريم، مخدوم محمد زمان، شاهہ عبداللطيف، لطف الله قادري، مبين عيسيٰ وغيره ورتي. فرق صرف اهو آهي تہ اڳين شاعرن اشارن، استعارن ۽ تمثيلن ۾ ڳالهہ ڪئي آهي. جڏهن تہ سچل سائين انهن رازن کي بيباڪي سان ۽ چٽي انداز ۾ بيان ڪيو آهي:

ڇا جو ڪعبو ڇاجو قبلو هي سڀ بهانا،
ناقص نيت ڪعبي واري مرد گهمن مئخانا،
سچل ستگر ائين آکيو حق مستانا.

ڪي سبب هئا جو سچل سرمست فارسيءَ ۾ بہ خوب شاعري ڪئي ۽ ان ٻوليءَ ۾ الڳ تخلص"آشڪار" ۽ "خدائي" اختيار ڪيو. فارسيءَ ۾ جنهن معيار جي شاعري سچل سرمست ڪئي آهي، سنڌ ۾ ان جو ثاني مشڪل ملي. فارسيءَ ۾ سندس اهم تصنيفن ۾ مثنوي رازنامہ، مثنوي رهبر نامہ، مثنوي گداز نامہ، مثنوي تار نامہ، وحدت نامہ، عشق نامہ، درد نامہ ، ديوان آشڪار وغيره شامل آهن. فارسي شاعريءَ ۾ اسان کي سچل جو رنگ نرالو نظر اچي ٿو. هن سنڌ جي روايتن کان هٽي ڪري، برصغير جي رائج ادبي ۽ علمي روايتن کي اختيار ڪيو آهي. انهن روايتن تي تقابلي انداز ۾ وڌيڪ تحقيقي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

محترمہ سميہ قاضي سچل سائين بابت مجيل محققن ۽ اديبن جا مکيہ مضمون ۽ تحقيقي مقالا، جيڪي مختلف رسالن، تحقيقي جرنلن ۽ ڪتابن ۾ شايع ٿيا، انهن کي سچل سائين جي فڪري ارتقا مطابق ترتيب ڏيئي "سچل سرمست: سچ جي صدا" جي نالي سان ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. سندس محنت لڳ ڀڳ اڌ صدي جي سچل بابت علمي سفر تي محيط آهي.

هن ڪتاب جي اشاعت ۾ ثقافت کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل جناب رفيق احمد ٻرڙي جون علمي ڪاوشون شامل آهن، ان سان گڏ ڊاڪٽر محمد علي مانجهي پڻ ان علمي ڪم ۽ سچل شناسي ۾ پاڻ موکيو آهي.

هي علمي ڪاوشون هرگز برصاب نہ ٿين ها، جيڪڏهن کاتي جي اڳواڻ محترمہ سسئي پليجو جي رهنمائي شامل نہ هجي ها. اسان کي خاطري آهي تہ سچل سرمست جا پانڌيئڙا هن پيار جي پورهئي جو قدر ڪندا.

عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري
ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ

25 جولاءِ 2012ع
ڪراچي سنڌ

سميه قاضي

# مقدمو

سچل سرمست ڪي شاعري قدرت طرفان ذات تي ملي. ڀٽائي وانگر نہ تہ ڪو شاعر سندن استاد هو ۽ نہ وري ڪنهن کان اصلاح ورتائين. جيئن حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجو ڪلام پنهنجي هٿ اکرين ڪو نہ لکيو، تيئن سچل سرمست بہ پنهنجو ڪلام پاڻ ڪو نہ لکيو. ڀٽائي جو ڪلام ڀٽائي جي فقيرن لکيو. سچل سرمست جو ڪلام بہ سندن طالبن لکيو. سچل سائين تي جڏهن مدهوشي طاري ٿيندي هئي تہ جوش ۽ جذبي ۾ ڪمري مان ٻاهر نڪرندي، تنبورو ڪڇي پنهنجو ڪلام ڳائيندو هو ۽ موج ۽ مستي ۾ نچندو رهندو هو. ان مهل سندس اکين مان ڳوڙها وهندا رهندا هئا. سندن طالب اوڏي مهل اهو ڪلام لکي وٺندا هئا. ڪين عرض ڪندا هئا تہ "سائين! هينئر جيڪو ڪلام اوهان ڳايو، سو اسان لکي ورتو آهي، جيڪو هي آهي". اهو ڪلام پڙهي پاڻ فرمائيندا هئا تہ "ابا چوڻ واري چيو آهي، مون کي ڪا خبر ناهي".

اهڙي ريت سندن طالبن سندن ڪلام جا ڪيئي بياض تيار ڪيا، پوءِ اهي سچل سائين جي خدمت ۾ پيش ڪيائون. سچل سرمست ڪجهہ ڪلام پڙهڻ کان پوءِ سمورا بياض ساڙائي ڇڏيا. سندن طالبن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ "اهي اونها اسرار عام ماڻهو سمجهي ڪو نہ سگهندا. ڪٿي ائين نہ ٿئي جو بي سمجهہ ماڻهو گمراهہ نہ ٿي وڃن". ان کان پوءِ جيڪو ڪلام سندن طالبن گڏ ڪيو، سو وري ڪين ڪو نہ ڏيکاريائون.

مرزا علي قلي بيگ پهريون عالم آهي، جنهن ورهين جا ورهيہ

محنت ڪري، مختلف شهرن ۾ وڃي سچل سرمست جي ڪلام جا ٻارهن قلمي نسخا هٿ ڪري، سچل سرمست جو رسالو تيار ڪيو. جنهن جو نئون خوبصورت ڇاپو سنڌ جي ثقافت کاتي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو.

سچل سرمست عربي، فارسي، سنڌي ۽ سرائڪي جو وڏو عالم هو. هن اسلامي تصوف جو گهرو مطالعو ڪيو هو. سندس ڪلام ۾ مشهور صوفين جهڙوڪ: منصور حلاج، عطار، سرمد، صنعان، بوُ علي قلندر، شمس تبريز، جنيد بغدادي، شبلي، بايزيد بسطامي ۽ ڪن ٻين صوفين بزرگن جو ذڪر مليل ٿو. خاص طور هن منصور حلاج جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي. منصور حلاج سان محبت جو اظهار جيترو سچل سرمست جي ڪلام ۾ موجود آهي، ايترو پاڪستان جي ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام ۾ موجود نه آهي. منصور جي وحدت الوجود واري فڪر ۽ سندس نعري "انا الحق" جو هن تمام گهڻو پرچار ڪيو آهي، تنهن ڪري کين "منصور ثاني" سڏيو وڃي ٿو.

سندن ڪلام جو مُکُ موضوع منصور حلاج جو وحدت الوجود وارو نظريو آهي، جنهن جو هن بار بار پرچار ڪيو آهي. جنهن جو مطلب آهي ته هن ڪائنات ۽ ان جي خالق جو وجود هڪ ئي آهي. هن محي الدين ابن العربي جي قول "لا موجود الي الله" (الله کان سواءِ ٻيو ڪو موجود نه آهي) کي پنهنجي مذهبي ۽ فڪري سوچ جو محور بڻايو. فرمايو اٿن:

صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو

—

پاڻ سڃاڻڻ آيو، ڪم نه هيڙس ڪو ٻيو

—

ڪافر مومن صورت سائي، جانب ڏَس ڏنو هي جائي
فَاَينما تَولو آيت آئي، يسمع يبصر تي هيڪڙائي
سوئي بندو، سوئي مولا، اِني انا الله آگاهي
هُئڙي صُورت سائي، سوئي هيٺ، سوئي بالائي.

مطلب تہ ھوُ منصور حلاج وانگر حق سچ چوندو رھيو ۽ منصوري موج ۾ اچي انا الحق جا نعرا ھڻندو رھيو. فرمائي ٿو:

پنھنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان
اعليٰ اعظم شان جي، نوبت نينھن وڄايان
منصوريءَ جي موج ۾ ٿو"انا الحق" الايان.

بيشڪ سچل سرمست سنڌي ٻوليءَ جو سچو سُخنور ۽ بيباڪ شاعر ھو. پنھنجي ھڪ بيت ۾ فرمائي ٿو:

ذات صفات ھڪائي آھي، ڀول نہ وڃھين ڀولي
سوئي اندر، سوئي ٻاھر، سوئي تنھنجي چولي
توءِ، مون ۾، ھن ۾، ھرجا، سچ "سچُو" ٿو ٻولي.

روايت آھي تہ سرائڪي زبان جو مشھور صوفي بزرگ ۽ شاعر خواجہ غلام فريد، شاھہ لطيف ۽ سچل سائين جو ڪلام تمام گھڻو پسند ڪندو ھو. خواجہ غلام فريد جو مريد جَھل رياست جو والي نواب قيصر خان مگسي راڳ جو شوقين ھو. ھو جڏھن پنھنجي مرشد وٽ چاچڙان شريف ويندو ھو تہ پاڻ سان سنڌ ۽ بلوچستان جا ڳائڻا گڏ وٺي ويندو ھو. جيڪي خواجہ صاحب کي شاھہ لطيف، سچل سرمست ۽ ٻين صوفي شاعرن جو ڪلام ڳائي ٻڌائيندا ھئا. خواجہ صاحب سچل سرمست جو ڪلام ٻڌڻ سان وجد ۾ اچي ويندو ھو. سندن ڪلام تي سچل سائين جي ڪلام جو گھرو اثر آھي.

وڏي شاعر جي ھڪ نشاني ھيءَ آھي تہ ھو پنھنجي دور جو ترجمان ھوندو آھي. سچل سرمست جو دور (1739ع — 1816ع) پر آشوب ۽ سياسي توڙي سماجي بيچينيءَ جو دور ھو. نادر شاھہ سنڌ تي قھري ڪاھہ ڪئي. مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ھيبتناڪ حملو ڪيو. ڪلھوڙن کھڙا شھر تي حملو ڪيو، جنھن ۾ مخدوم عبدالرحمان ۽ سندس 222 مريد ۽ معتقد مسجد شريف ۾ مراقبي جي حالت ۾ ماريا ويا ۽ شھر ۾ قتل عام ٿيو. سِکن سنڌ تي حملا ڪيا. اھڙن خوني حملن

سبب وڏي تباهي آئي. سنڌ ۾ اهڙيون حالتون ڏسي انگريزن سنڌ تي قبضو ڪرڻ جا سانباها ڪيا. انهن جا ناپاڪ ارادا ڏسي سچل سرمست سنڌ جي حڪمرانن ۽ عام ماڻهن کي خبردار ڪيو:

مڪڙي ڏنم موج ۾، تنهن ۾ مير ملاح
لهر بحر حاڪم ڇاڻي، شوريا وتن شاهہ
هند ۽ سنڌ تي فلڪ نہ آڻن، مارن مُلڪ سپاهہ
وائڙا رکن تن مٿان، ويچارا ويساهہ
آسرا آڏڻين جا، آهن منجهہ الله
ڏيئي پاند پناهہ، رکي وننڊو راڄ کي.

هئي هڪ بيت ۾ انگريزن جي مڪارين ۽ چالبازين کان هوشيار رهڻ جي تلقين ڪندي فرمائي ٿو:

اولهہ سج نہ اُلهي، مٿان ٿيئي اوير
ميڙي ويندءِ مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير

اهڙيون حالتون ڏسي، سچل سرمست دوئي دور ڪري، هندو مسلم ايڪتا جو درس ڏيندي، محبت جو پيغام هن ريت ڏنو آهي. فرمائي ٿو:

وقت اها ٿئي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل

انهن ڳالهين مان سچل سرمست جي سياسي شعور ۽ وطن سان محبت جو اندازو ٿئي ٿو. هو هر وقت وطن ۽ وطن وارن مٽڙن ماروئڙن سان محبت جو اظهار ڪندي دم دم دعائون گهرندو رهيو:

سدا هُئن سڪيا، ماروئڙا تہ مليرِ ۾
شل نہ ڏينهن ڏکيا، اچن آجڙين تي

---

سدا سرها هون، ماروئڙا تہ ملير ۾
مٿي پنهوارن پُونِ، مِهر جا شل مينهڙا



ڊاڪٽر اياز قادري

# منصور حلاج ۽ سچل سائين

سوين سال اڳ هڪ حق گو ۽ بي باڪ انسان هڪ نعرو وڏي واڪ هنيو. ان نعري نه صرف ان وقت جي دنيا کي ڇرڪائي ڇڏيو پر صديون گذرڻ کان پوءِ اڄ جي دنيا به ان نعري کان ڇرڪندي رهي ٿي. ماڻهن ان کي "خدائي" جي دعويٰ ڪوٺي، ڪفرجي فتويٰ ڏني ۽ ڪن ماڻهن ان نعري جي سمجهاڻي ڏئي ان نعري هڻندڙ کي معذور سمجهيو. هڪ ٽولو ان ماڻهو جو مخالف بنيو ۽ هڪ ٽولو ان جو معتقد ۽ واکاڻ ڪندڙ ٿيو. آخر مخالف گروهه جي سازش سان ان سورهيه کي سوريءَ چاڙهيو ويو. ان ۾ شڪ ڪونهي ته ان بي ڊپي انسان کي عظمت ۽ شهرت ان نعري کان ملي ۽ ان نعري سبب هن جي مقبوليت ۽ شهرت ۾ هر ڏينهن واڌارو ٿيندو ٿو رهي. تاريخ جي ان بي ڊپي ۽ مظلوم انسان جو نالو حسين بن منصور حلاج آهي.

حسين بن منصور حلاج جو اباڻو وطن ايران جو مشهور شهر شيراز جي ڪجهه مفاصلي تي "طور" جو ڳوٺ آهي. هو 857ع ۾ ڄائو هو. هن جو والد ڪپهه تاڻڻ جو ڪم ڪندو هو، تنهن ڪري حلاج جي نالي سان مشهور هو. اڳتي هلي اهو نالو منصور سان به منسوب ٿي ويو. عربي ۾ حالج لفظ جي معنيٰ آهي "حق کي وٺندڙ يا حق کي حاصل ڪندڙ". سمجهجي ائين ٿو ته هن کي حق طلبي ۽ حق گوئي سبب به حلاج ڪوٺيو ويو. حلاج جي زندگي جو ابتدائي عرصو عراق ۾ گذريو. بغداد ۾ هو مشهور عالم ۽ صوفين جي اڳواڻ جنيد بغدادي جو شاگرد ٿي رهيو. سندس طبيعت بي باڪ ۽ غيور هوندي هئي، جيڪي سندس دل ۾ ايندو

هو سوچئي ڏيندو هو. رواداري ۽ مصلحت جو قائل نه هو. اصطخري جي راءِ موجب حلاج انسان ۾ الله جي حلول جو قائل هو. ان عقيدي موجب الله انسان ۾، محبوب محب ۽ رب عبد ۾ حلول ڪري ٿو. وڏي آواز سان ”انا الحق“ جو نعرو هڻندو رهيو. هن تي ڪفر جو مقدمو مڙهيو ويو. ظاهربين ملائن ۽ عالمن 309 هه ۾ هن کي قتل ڪرڻ جي فتويٰ ڏني. فيصلي ۾ چيو ويو ته پهريان هن کي دُرا هنيا وڃن، سندس هٿ پير وڍيا وڃن، سندس سر ڌڙ کان ڌار ڪيو وڃي جنهن کان پوءِ هن جي عضون کي باهه ۾ ساڙيو وڃي ۽ سندس خاڪ کي دجلي نديءَ جي پاڻيءَ ۾ اڇلايو وڃي. ابوبڪر شبلي ان وقت جي مشهور صوفي منصور جي شهادت لاءِ چوي ٿو ته: ”هن ۾ ۽ مون ۾ اهو فرق آهي ته ماڻهن هن کي دانشور سمجهي قتل ڪري ڇڏيو ۽ مونکي ديوانو سمجهي ڇڏي ڏنو“.

تصوف جي تاريخ جي ورق گرداني ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته منصور جي شهادت کان پوءِ اسلامي دنيا ۾ صدين ۾ اهڙو الله جي عشق سان سرشار، بي ڊپو ۽ همٿ ڀريو صوفي سواءِ سچل سرمست جي پيدا نه ٿيو. جنهن منصور واري جذبي، مدهوشي ۽ بي باڪيءَ سان انا الحق جو نعرو هنيو هجي. سچل چوي ٿو:

آهيان آءُ اسرار، ٻين مونکي ڪير ٿيون ڀانيو
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار

سچل جي ”انالحق“ واري نعري به سنڌ جي ڪيترن ماڻهن کي چرڪائي ڇڏيو. وقت جا ڪيترا ظاهر بين ملا ۽ عالم هن جا مخالف ٿي پيا ۽ ڀرپاسي جي ظاهربين عالمن سچل کي به ڪافر ڪوٺي هن کي تعزيز جي ڪوشش ڪئي. مگر سچل الاهي عشق جي نشي سان سرشار هو. پنهنجي انهيءَ نعري تي ثابت قدم رهيو ۽ سنڌ وارن کي وري وري چوندو رهيو:

ٻيو ڪوئي ڄاڻڻ محض گناهه، هر ڪنهن صورت آپ الله
صورت منجهه سچل جي ٻوليل، پاڻ ئي پاڻ بي پرواهه.

خواجہ فريد الدين عطار جو پنھنجي وقت جو وڏو صوفي ۽ شاعر ھو ۽ جنھن کان سچل گھڻو متاثر آھي منصور جي اناالحق جي دعويٰ جو بچاءُ ڪندي حضرت موسيٰ جو ڪوہ طور سينا وارو واقعو بيان ڪندي چوي ٿو:

در آور در وادي ايمن ناگاہ
درختي گويدت اني اناالحق
روا باشد اناالحق از درختي
چرا نہ بود روا ازنيڪ بختي

يعني جڏھن حضرت موسيٰ وادي يمن ۾ پھتو ۽ الله سان ھم ڪلام ٿيو تہ وڻ مان آواز آيو تہ خدا آھيان. ھاڻي جڏھن وڻ چوي ٿو تہ مان خدا آھيان تہ پوءِ جي ڪنھن نيڪ بخت بہ ساڳي ڳالھہ ڪئي تہ انا الحق (مان خدا آھيان)، اھو چو روا نہ آھي. سچل سائين ان ڳالھہ کي وڌيڪ ھن نموني سمجھائي ٿو تہ

"من نمي گويم انا الحق يار مي گويد بگو"

مان ڪتي ٿو انا الحق چوان، يار پاڻ چئي رھيو آھي تہ انا الحق چئو.

سچل جي سنڌي، سرائڪي، پارسي ۽ ٻئي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ سچل نہ صرف منصور جي حياتيءَ کان متاثر آھي پر ھن جي ڪلام ۽ قولن کي بہ دلي طرح قبول ڪيو آھي. جنھن جو عڪس سچل جي ڪلام تي نمايان نظر اچي ٿو. سچل منصور وانگر وحدة الوجود جو قائل آھي ۽ سندس سمورو ڪلام وحدة الوجود جي فڪر ۽ ذڪر سان ڀريل آھي. سچل منصور جي بي باڪي، پنھنجي نعري تي ثابت قدمي، حقيقي عشق جي راھہ ۾ ھمت ۽ جرانمرديءَ سان اذيتون برداشت ڪري شھيد ٿيڻ ڪي نھايت عزت ۽ احترام جي نگاھہ سان ڏسي ٿو ۽ منصور جي جا بجا تعريف ڪري ٿو. ھو چوي ٿو:

1 - پنيءَ جج مَ چل، منجهه تماشي نہ پوين
گهوٽ ڪري تون پاڻکي ڪر هنگاما هل
پول نہ ٿئي ڪنهن پل، وڃ حال حلاج جو

—

2- جنهن دل پيتا عشق دا جام
سا دل مستون مست مدام
سولي تي منصور چڙهايئي
انا الحق ڪلام

سوريءَ چڙهڻ، سر ڏيڻ ٻاراڻو ڪم نہ آهي، اهو ڪم تہ منصور جهڙن مانجهي مڙسن جو آهي. منصور جي سوريءَ چڙهڻ واري واقعي کي سچل ياد ڪندي چوي ٿو تہ اهو ڪم انهن جو آهي جي عشق جي نشي ۾ سرشار آهن:

سچل سوري سي وجن جي مي ۾ ٿيا مدهوش
ديکو منصور کون عشقي، ڪيتا سردار آويزي

جڏهن منصور کي سوريءَ تي پئي چاڙهيائون تہ شيطان اڳيان اچي چيس تہ، "اي شيخ تو انا الحق چيو ۽ مان انا الخير، تو مٿان رحمت ٿي ۽ مون تي لعنت، آخران جو سبب ڪهڙو آهي؟" منصور وراڻيو "تو انا پنهنجي لاءِ چيو جنهن ۾ خودي ۽ تڪبر سمايل هو ۽ مان خوديءَ کي دور ڪري انا الحق چيو، انڪري تو تي لعنت ۽ مون تي رحمت نازل ٿي".

سچل بہ منصور جي عقيدي مطابق خودي کي ختم ڪرڻ، انا کي مارڻ ۽ مان کي نيست ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو:

جن من مان ڪڍيو نہ مير
تن حضور حاصل ٿئي نہ ٿئي
جي تو پانيو پاڻ، تہ آءُ ڪو آهيان
ڪندءِ غرق گمان، ڳهلا انهيءَ ڳالهہ ۾

۽ شيطان واري انا کي نندينديٰ چوي ٿو:

ابليس جي وڏائي، هر سانس تي سوائي
جيئڻ تہ دم پلائي، نہ تہ تنعت نحس ناسي.

"نفحات الانس" ۾ مولانا جامي لکي ٿو: "منصور حلاج جي پٽ بيان ڪيو آهي تہ، شهادت کان هڪ رات اڳ مون والد محترم کي چيو تہ مون کي ڪا وصيت ڪريو تہ پاڻ مونکي ارشاد فرمايائين، "پنهنجي نفس کي ان کان اڳ جو هو توکي پنهنجي ڪم ۾ مشغول ڪري، مشغول ڪري ڇڏ." مون چيو ڪجهہ وڌيڪ فرمايو تہ چيائين، "چاهي سڄي دنيا تنهنجي خدمت ۾ هجي پر تون ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪندو رهہ جنهن جو هڪ ذرو ثقلين يعني ٻنهي جهانن جي عمل کان بهتر هجي".

سچل سائين انهيءَ ڳالهہ جي سمجهاڻي هيئن ٿو ڏي:

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڻيجي
وچ ميدان محبت والي، دم قدم ڌريجي

منصور کي چيو ويو تہ ٻانهي جي خدائي جي دعويٰ ڪفر ۾ داخل آهي تہ منصور جواب ڏنو تہ، "هو حقيقت ۾ همہ اوست آهي تنهن ڪري هو گم نہ ٿيو آهي پر حسين منصور گم ٿي ويو آهي." سچل انهيءَ همہ اوست واري راز کي بيان ڪندي چوي ٿو:

صورت سڀ سبحان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو
ڪاٿي پٽي پوتيون، ڪاٿئين ڦيري فرمان
ڪاٿي احمد بلاميمي، ڪاٿئين هنومان
سچو پيو صبر ۾ هوءِ حيرت ۾ حيران

منصور محبوب ۽ محب يعني الله جو بندي ۾ سمائڻ جو قائل هو، جيئن سندس هن شعر ۾ بيان ڪيل آهي:

”اي الله!
تنهنجو روح منهنجي روح ۾
ائين سمائجي ويو آهي
جهڙي طرح
شراب ۽ پاڻي
جڏهن ڪا شي توکي ڇهندي آهي
تہ مونکي بہ ڇهندي آهي
ڇو تہ تون ۽ مان
هر حال ۾ هڪ آهيون“

سچل انهيءَ راز کي بجلي ۽ بادل جو مثال ڏيندي هيئن بيان ڪري ٿو:

مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرين.



# سچل سرمست ۽ سماع

وچولو قد، ڏوتل رنگ، وڏيون ۽ سهڻيون اکيون، ڳورا چپ، ڊگها وار، اڇو اجرو ويس، مٿي تي سائي ٽوپي جنهن کي درويشن جي ٻوليءَ ۾ تاج چوندا آهن. پيرن ۾ سنڌي جتي ۽ هٿ ۾ لٺ! سارو ڏينهن عبادت ۽ ورد وظيفي ۾ مصروف رهندو هو. پر جڏهن دهل تي ڏڪ لڳندو هو، سارنگيءَ جا سر سڏ ڪندا هئا ته پاڻ بيتاب ٿي ويندو هو. نيڻ ٽهه ٽهه ڪري ٽمندا هئس. ڪڏهن ته بيتابيءَ مان پٽڪو ڏيئي اٿندو هو ۽ يڪتارو ڪڇي وچ ميدان ۾ نچندو ۽ ڳائيندو هو.

جنهن دل پيتا عشق دا جام، سا دل مست و مست مدام

اها سچ جي سرمستي ۽ سرمستيءَ وارو سچ هو، جنهن سچل سرمست جي صورت اختيار ڪئي هئي. ان ڪي سرمستيءَ واري ڪيفيت چوندا آهن. راڳ ٻڌڻ سان دل ۾ جيڪا ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي ۽ جنهن جي ڪري عضون ۾ چرپر ٿيندي آهي ان ڪيفيت کي ”وجد“ سڏيو ويندو آهي. ان وجد واري رقص جي باري ۾ امام غزاليءَ چيو آهي ته ” وجد ۾ جيڪڏهن عضون جي چرپر ابتي سبتي هجي ته ان کي اضطراب چئبو آهي ۽ جيڪڏهن موزون هجي ته انکي رقص چئبو آهي. حضرت داتا گنج بخش ان رقص کي اهڙو حال چيو آهي جنهن کي زبان سان بيان ڪري نٿو سگهجي، اهاته نسوري جان گدازي آهي.

وجد واري حالت ۾ ڪيل ناچ کي صوفين انساني عضون جي گفتگو سڏيو آهي. هيءَ اها ڪيفيت آهي، جڏهن زبان اظهار کان عاجز

تي ويندي آهي ۽ انسان جو هر هڪ سنڌ زبان ٻڌجي مستي ۽ سرشاري واري ٻوليءَ ۾ گفتگو ڪندو آهي. ان مستي ۽ سرشاريءَ ۾ صوفي ساري ڪائنات کي قدمن ۾ لتاڙي، ستين آسمان تي پير رکندو آهي، وقت ۽ فاصلي جا سڀ ويڇا متجي ويندا آهن ۽ صوفي هيڪڙائيءَ سان هڪ ٿي ويندو آهي. هڪ دفعي حضرت نظام الدين اوليا وجد جي حالت ۾ نچڻ لڳو. ان محفل ۾ حضرت رکن عالم به موجود هو. هن حضرت نظام الدين جي دامن کي جهليو ۽ ڇڪي ويهاري ڇڏيائينس. ٻيو دفعو وري حضرت نظام الدين اٿي نچڻ لڳو. حضرت رکن عالم وري کيس ويهاري ڇڏيو. ٽيون دفعو جڏهن حضرت نظام الدين اٿي نچڻ لڳو ته هن پيري هن کي دامن کان ڇڪي ويهارڻ جي بدران حضرت رکن عالم نفل پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. نفل پڙهي جڏهن واندو ٿيو، تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کائنس پڇيو ته: پهريون به دفعا جڏهن نظام الدين رقص لاءِ اٿيو ته اوهان کيس ويهاري ڇڏيو پر ٽيون دفعو جڏهن پاڻ رقص لاءِ اٿيا ته اوهان نفل پڙهڻ شروع ڪري ڏنا. انجو سبب ڇا هيو؟ حضرت رکن عالم جواب ڏنو ته: پهريون دفعو جڏهن حضرت نظام الدين اٿيو ۽ رقص لاءِ پير کنيائين ته سندس پير پهرين آسمان تي پيو، مون هن جي دامن کي ڇڪي کيس ويهاري ڇڏيو. ٻيو دفعو جڏهن اٿيو ته سندس پير ستين آسمان تي پيو. منهنجو هٿ ستين آسمان تائين پڄي تي سگهيو ۽ مون هٿ وڌائي، سندس دامن کي جهلي، کيس ويهاري ڇڏيو پر جڏهن ٽيون دفعو هو رقص لاءِ اٿيو ته هو ساري ڪائنات ۾ مونکي ڪٿي به نظر نه آيو ۽ مان نفل پڙهڻ لڳس.

صوفي هميشه تمثيلي ۽ علامتي انداز ۾ گفتگو ڪندا آهن. حضرت رکن عالم جو جواب به تمثيلي ۽ علامتي هو ته پهرين دفعي حضرت نظام الدين اولياءَ کي پهرين آسمان واريون روحاني بلنديون حاصل هيون. ٻيو دفعو کيس ستين آسمان واريون بلنديون حاصل ٿيون هيون ۽ ٽيون دفعو سندس هستي ميٽجي هيڪڙائيءَ سان اهڙي هڪ ٿي

وئي هئي، جو هو مون کي ڪٿي به نظر نه آيو.

زاهدن ۽ صوفين ۾ سماع هميشه اختلافي مسئلو رهيو آهي. زاهدن سماع کي حرام سڏيو آهي. جڏهن ته صوفين سماع کي عبادت ۽ خدا سان ملائڻ جو سڏو سنئون وسيلو سمجهيو آهي. هڪڙي ڏينهن امام رازيءَ تلاوت تي ڪئي ته هڪڙو قوال وٽس آيو. امام رازيءَ پڇيس ته: توکي ڪو قول ياد آهي؟ قوال چيو: ها سائين، ياد آهي. امام چيس ته چڱو مونکي ڳائي ٻڌاءِ. قوال قول ڳائي ٻڌائي ٻڌايو. ان قول جو مطلب هو ته: ”مان ڏسان پيو ته تون مون سان لاڳاپا ڇنڻ جو لاڳاتار بنياد وجهي رهيو آهين. جي تون سمجهه وارو هجن ها ته ان بنياد کي ڊاهي ڇڏين ها.“ قوال جو قول ٻڌي امام رازيءَ جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا ۽ قوال کي چيائين ته نماز جي وقت کان مون قرآن جي تلاوت پئي ڪئي پر تلاوت ڪندي منهنجي اک مان هڪ لڙڪ به نه لڙيو پر تنهنجو قول ٻڌي مون لاءِ قيامت برپا ٿي وئي.

قرآن مجيد کي خدا سان ملائڻ جو وسيلو چيو ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن صوفيءَ جو تنبورو به وسيلو ٿي پوندو آهي. ان ڪري ئي بابا بلهي شاهه چيو آهي ته:

> ويچ قرآن تنبور ڳڏوسي، ڪيا راز تنبور ڏکايا
> الا الله دي پردي وچون. ساڪون ميم محمد نظر آيا.

چئي نٿو سگهجي ته اسلامي تصوف ۾ سماع جي روايت ڪڏهن کان پئي. عربي ٻوليءَ ۾ هڪڙو قول آهي ته جيڪڏهن تون شعر چوندو آهين ته شعر کي هميشه غنا سان پڙهندو ڪر. ڇاڪاڻ ته غنا شعر لاءِ جولان گاهه آهي. حضور ﷺ جن جو فرمان آهي ته قرآن مجيد کي پنهنجي آوازن سان سينگاريندا ڪيو. ڇاڪاڻ ته سٺي آواز سان قرآن جي خوبي وڌندي آهي، حضور جن جو ٻيو فرمان آهي ته هر شيءِ جو زيور هوندو آهي، قرآن جو زيور مٺو آواز آهي. حضور جن جو هي فرمان آهي ته:

خدا ڪنهن به شيءِ کي ايذي ڊيان سان نه ٻڌندو آهي، جيترو قرآن کي ٻڌندو آهي، جڏهن ڪو قرآن کي مٺڙي آواز سان پڙهندو هجي.

تي سگهي ٿو ته شروع شروع ۾ صوفين جي محفلن ۾ روحاني معنائن وارا قول ڳايا ويا هجن ۽ پوءِ اڳتي هلي ان سماع جي روايت جي صورت اختيار ڪئي هجي. ڪن محققن جو چوڻ آهي ته ايران جو مشهور صوفي شاعر ابو سعيد ابوالخير (وفات 440 هه) پهريون صوفي هو، جنهن تصوف ۾ وحدة الوجود جي فلسفي سان گڏ سماع جي روايت به وڌي ۽ مولانا رومي عارفاڻي ڪلام سان گڏ رقص کي شامل ڪيو. امام غزالي جي دور ۾ شايد سماع ۾ ساز به شامل ٿي ويا هئا، ڇاڪاڻ ته امام غزالي سماع ۽ سازن جي استعمال جي باري ۾ بحث ڪندي ڪن سازن کي مباح ۽ ڪن کي حرام سڏيو آهي.

هن ننڍي کنڊ ۾ حضرت خواجه اجميريءَ لاءِ چيو ويندو آهي ته هن سماع جو رواج وڌو. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي باري ۾ "معدن الموسيقي" جي مصنف لکيو آهي ته: ڪين موسيقيءَ جو پورو علم هو ۽ هو ڪامل موسيقي دان ۽ موسيقي جا رهنما هئا. مخدوم صاحب، ڏناسري ۽ ملتاني راڳڻين جي ميلاپ سان ملتاني ڏناسري راڳڻي ايجاد ڪئي. سنڌ ۾ به شايد چشتيه ۽ سهرورديه سلسلن سان گڏ سماع جو سلسلو شروع ٿيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيق موجب انهن سلسلن کان اڳ سنڌ ۾ اويسي طريقي جي سماع جو رواج هو. مولودن جي محفلن مان اندازو لڳائجي ٿو ته سنڌ ۾ سماع جي روايت تمام پراڻي آهي. سنڌ ۾ مختلف درگاهن تي جيڪو سماع يا راڳ ٿئي ٿو، تنهن مان خبر پوي ٿي ته سنڌ ۾ سماع ۽ ذڪر جي روايت پاڻ ۾ ملي سماع جي هڪ نئين روايت کي جنم ڏنو آهي ۽ ذڪر جي روايت نه رڳو سماع کي، پر سنڌي راڳ کي به متاثر ڪيو ۽ سنڌي ڪافي ڳائڻ ۾ به الا، الو ۽ الوميان جا آلاپ شروع ٿيا، جيڪي ذڪر جي روايت جي نشان ڏهي ڪن ٿا. ڪن صوفين ته سماع جي راڳ کي به ذڪر سڏيو ۽ "ذڪري"

راڳ ۽ شاعريءَ جي هڪڙي صنف بڻجي ويئي.

شاهه ڪريم جي زندگيءَ جي احوال مان ٻـ خبر پوي ٿي تـ سنڌس دور ۾ سماع جو رواج عام هو ۽ شاهه ڪريم سماع جو شوقين هو. شاهه عنايت پنهنجي ڪلام ڪي راڳن ۾ ترتيب ڏيڻ جي روايت جي شروعات ڪئي. شاهه لطيف جو سارو رسالو ڪلاسيڪي راڳن ۽ مقامي ڌنن ۾ ورهايل آهي. سچل سائينءَ بـ پنهنجي ڪلام لاءِ ڪي راڳ ۽ سر مقرر ڪيا آهن. اها ڳالهه مڃٽي پوندي تـ سنڌس ڪلام سماع جي روايت جو ڪلام آهي ۽ ڳائجڻ لاءِ لکيو ويو آهي، پر افسوس آهي جو اڄ تائين اسان جي صوفي شاعرن جي ڪلام جي موسيقي واري رخ تي محققن ايڏو ڪم نـ ڪيو آهي. اسان کي گهرجي تـ اسين سنڌن موسيقيءَ تي بـ ڌيان ڏيون ۽ انومانن ۽ اندازن ۽ ڏڪن جي بدران Documentation ڪريون. سچل جا فقير جنهن انداز سان سچل جو ڪلام ڳائن ٿا، انجي ريڪارڊنگ ڪري ان کي آرڪائيوز ۾ محفوظ ڪيو وڃي. انهن ڳائڻ جي راڳن جي نوٽيشن ڪئي وڃي ۽ ڏٺو وڃي تـ راڳ ڳائڻ مهل هو ان راڳ جي اصولن کي قائم رکن ٿا يا نـ. جي نٿا رکن ۽ ان راڳ مان ٿوري ڦير گهير آڻي ٿا ڳائن تـ اهو سبب سنڌن راڳ کان بي خبري آهي يا ان راڳ ۾ نواڻ ۽ انفراديت پيدا ڪرڻ جي شعوري ۽ علمي ڪوشش آهي. جي انجو سبب سنڌن بي سمجهي آهي تـ هنن کي انهن راڳن جي باقاعدي سکيا ڏني وڃي ۽ ائين پنهنجي ثقافتي ورثي جو تحفظ ڪيو وڃي.



ڊاڪٽر غلام علي الانا

# سچل سرمست جو تاريخي ادبي دور

سچل سائينءَ جي ولادت 1739ع ۾، ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي. ان وقت سنڌ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو راڄ هو. سچل سرمست علمي ۽ درويش گهراڻي ۾ جنم ورتو. لطيف سائينءَ جي دعا ڪيس سرت ۾ آڻي، سچو بنائي ڇڏيو. ڪيس لطيف جي ساڃهه ضرور هوندي، ڇاڪاڻ ته لطيف سائينءَ جي وفات وقت يعني 1752ع ۾ سچل سرمست جي عمر 13 سال هئي.

هن زماني ۾ افغانن سنڌ تي ڪاهن پٺيان ڪاهون ڪيون، ملڪ ڦريائون ۽ شاداب وطن سنڌ کي خانه جنگيءَ لاءِ ايباريائون. سچل سائين جي ولادت واري سال يعني 1739ع ۾ نادرشاهه ڪابل کان سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ لاڙ تائين اچي پهتو. ميان نور محمد گرفتار ٿي وٽس آيو. ميان صاحب لاڙ ۽ وچولي جا پرڳڻا نادر شاهه جي حوالي ڪيا ۽ ان کان سواءِ ويهه لک روپيا ساليانو خراج ڏيڻ جو به وعدو ڪيائين. نادر شاهه ميان صاحب کي هٿي پرڳڻا موٽائي ڏنا ۽ ”نواب شاهه قلي خان“ جو خطاب ڏنائينس. نادر شاهه پوءِ ميان صاحب کان قيمتي ڪتاب وٺي، سندس ٻن پٽن ميان محمد مراد ياب خان ۽ ميان غلام شاهه کي ضمانت طور پاڻ سان وٺي ويو.

نادر شاهه جي حملي ڪري ملڪ جون اندروني حالتون ڪجهه بگڙي چڪيون هيون. لاڙ ۾ ڪڪرالا جي ڄام ۽ ڏارا جي راڻي، (1739ع) ۾ من مستي ڪئي. ميان نور محمد مٿن چڙهائي ڪئي ۽ کين سخت سزا ڏنائين. اهڙيءَ طرح چڪر هالا پرڳڻي جي شورن، ونگي

۽ جاجڪان جي تماچي ۽ توڳاچي چامن، آسو سومري ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو، ميان متن ڪاهي ويو ۽ کين شڪستون ڏنائين.

1754ع ۾ جڏهن سچل سائين 15 سالن جو مس هو ته احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي ڪاهيو. ميان نور محمد خوف کان ريگستان ڏانهن ڀڄي ويو، جتي وفات ڪيائين. ميان نور محمد جي وفات ڪجهه وقت لاءِ سنڌ ۾ افراتفري آندي. ميان غلام شاهه ۽ سندس ڀاءُ ميان مراد ياب وچ ۾ نااتفاقي ٿي پيئي. ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ اوباوڙي وٽ جنگ لڳي. اٽڪل ڏهه هزار کن سپاهي ڪسجي ويا. ميان غلام شاهه پاڻ به زخمي ٿي پيو. پر شهر ۽ خزاني تي سندس قبضو قائم رهيو. ساهي پٽڻ کان پوءِ يڪدم ميان غلام شاهه ملڪ کي سڌارڻ ۽ اقتصادي حالتون سنوارڻ طرف ڌيان ڏنو. 1757ع ۾ يعني جڏهن سچل سائين 19 ورهين جو ڳڀرو جوان هو ته ميان غلام شاهه لاڙ ۾ "شاهبندر" نالي نئون بندر اڏيو. هن بندر جي اڏجڻ سان، هن خطي جي سامونڊي ساحل واري "اورنگا بندر" جيڪو اورنگزيب بادشاهه اڏايو هو، ان جي پڇاڙي ٿي. واپاري اتان لڏي شاهبندر ۾ اچي ويٺا.

ميان پوءِ مفرور، هوڏي ۽ سرڪش سردارن ۾ وٽ پڪڙ لاتي. 1793ع ۾ ميان غلام شاهه ڪڇ تي حملو ڪيو. پراڻ جي هاڪاري "علي بندر" کان ويهن ميلن تي ۽ لکپت کان ٽيهه ميل اورتي مشهور "سنڌي بندر" ۽ ان سان گڏوگڏ ڪڇ جا "بستا" ۽ "لکپت بندر" هٿ ڪري ڪڇ جي راجا جي چيلهه ڀڃي ڇڏيائين. هن فتح ۽ سوڀ ڪري احمد شاهه ابداليءَ ميان صاحب کي شمس الدوله ۽ صمصام الدوله جا خطاب ڏنا. هن ئي زماني ۾ ميان غلام شاهه حيدرآباد وارو عظيم الشان پڪو قلعو اڏايو ۽ پنهنجو نئون تخت گاهه ان ۾ قائم ڪيائين. هن نئين تخت گاهه يعني حيدرآباد واري پڪي قلعي جي تعمير واري زماني ۾ سچل سائين ڦوهه جوانيءَ ۾ هو ۽ سندس عمر 28 سال هئي.

نه فقط سنڌ جون اندروني حالتون ٺيڪ نه هيون، پر برصغير ۾

هن ئي دور ۾ انگريزن بنگال جي نواب سراج الدوله کي پلاسيءَ جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي، انگريزي حڪومت جو پايو وڌو. انگريزن جي انهيءَ فتح ۾ مسلمانن ۾ نااتفاقيءَ جو سنڌ جي مقامي حڪومت تي به اثر پوڻ لازمي هو. ميان نور محمد ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان دوستانه تعلقات رکيا. انهيءَ ڪري يورپي سياحن جي سنڌ ۾ آمدورفت شروع ٿي ويئي.

ميان غلام شاهه ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان، پيءُ وارا تعلقات جاري رکيا. انهيءَ جو خاص سبب هي هو جو سنڌ سرڪار کي هٿيارن ٺاهڻ لاءِ فولاد، شيهي ۽ پتل جي ضرورت هئي، ميان جي اڏايل نئين بندر شاهبندر کي ترقي وٺائڻ لاءِ انگريزن اتي قلمي شوري کي صاف ڪرڻ جو ڪارخانو کوليو. اهڙيءَ طرح ميان غلام شاهه جي دور ۾ انگريزن کي سنڌ ۾ بنياد رکڻ جو وجهه مليو.

ميان غلام شاهه جي وفات کان پوءِ يعني 1772ع ۾ سندس فرزند سرفراز خان سنڌ جون واڳون سنڀاليون. احمد شاهه ابداليءَ به ساڳئي سال وفات ڪئي. ان جي وفات کان پوءِ يڪدم سندس پٽن ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي. احمد شاهه جي پٽ تيمور شاهه جي حڪم تي وزير اعظم کي قتل ڪيو ويو ۽ تيمور شاهه پاڻ تخت هٿ ڪيو. پاڻ ۾ ڇڪتاڻ تي تابع حڪمرانن بغاوت شروع ڪئي. قلات جي واليءَ مير نصير خان پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو. ميان سرفراز خان کي خوش رکڻ لاءِ تيمور شاهه کيس شاهي خلعت سان گڏ "خدايار خان" جو خطاب ڏنو.

ميان سرفراز خان درويش صفت انسان هو. اميرن جي چالبازيءَ کي سمجهڻ ۾ هو ناڪامياب ٿيو. دربار ۾ اميرن جي وچ ۾ سنڌي ۽ غير سنڌي تحريڪ منهن ڪڍيو. ٽالپر امير البت ساڃيءَ ۽ سرسيءَ ۾ هئا. انهيءَ جو سبب هيءُ هو ته ٽالپرن جي طاقت سان ئي ڪلهوڙن، مغلن، ناهرن، پروچن، دائود پوٽن، افغانن، ڏاريجن، مهرن ۽ بروهين کي

شڪستون ڏنيون. ٽالپرن جي سرسيءَ ڪي پيا امير حسد ۽ ساڙ جي نگاهن سان ڏسڻ لڳا. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو مير بهرام ۽ مير صوبدار خان کي دغا سان شهيد ڪرايو ويو. انهن ٻنهي اميرن جي شهيد ٿيڻ ڪري سنڌ ۾ خانہ جنگي شروع ٿي ويئي. جنهن جي نتيجي ۾ ميان سرفراز خان تخت وڃايو ۽ سندس چاچو ميان غلام نبي خان 1777ع ۾ تخت ڏٽي ٿيو. ههڙي وڳوڙ ۽ گهرو لڙائيءَ واري دور ۾ سچل سائين 38 سالن جو هو. هن گهرو لڙائيءَ ڪري انگريزن پنهنجي ٽٽي واري ڪوٺي بند ڪري ڇڏي.

ميان غلام نبيءَ کان پوءِ ميان عبدالنبيءَ واڳون سنڀاليون، هي وڏو ظالم شخص هو. پاڻ جي وفات وقت هو حيدرآباد قلعي جو گورنر هو. پنهنجي ڀاءُ ميان غلام نبيءَ جي موت جي خبر ٻڌندي ئي جيڪي شاهي قيدي حيدرآباد جي قلعي ۾ قيد هئا، جن ۾ ميان سرفراز بہ هو، تن مان ميان سرفراز خان ۽ ميان محمد خان کي قتل ڪرائي ڇڏيائين ۽ پاڻ حاڪم ٿيو.

ميان عبدالنبيءَ جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ مصيبتن جا ڪارا ڪڪر هر طرف ڇانئجي ويا. افغانن ڦرون ۽ لٽون شروع ڪيون ۽ شهري آباديءَ کي باهيون ڏنائون. افغان حڪمرانن سنڌ جي سياست ۾ دخل اندازي ڪرڻ شروع ڪئي. ملڪ ۾ خانہ جنگيءَ ۽ حاڪمن جي ڪمزوريءَ سبب سرحدي حڪومتن بہ ڪر ڪنيو. جوڌ پور جي راجا، عمر ڪوٽ تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪاهيو پر شڪست کائي موٽڻو پيس. ساڳيءَ طرح قلات جي حاڪم بہ لشڪر چاڙهي موڪليو پر هار کائي موٽيو. ميان عبدالنبيءَ جي نااهليءَ جو وڏو ثبوت هي هو جو 1780ع ۾ ظالم ۽ ڪٽر افغان سردار مدد خان، سنڌ تي ڪاهي آيو. هن سڄي ملڪ ۾ تباهي مچائي ڏني. لاڙ ۾ هيٺ بدين تائين ڳوٺ ڦريائين ۽ باهيون ڏنائين. شهري آبادي، پوکون ۽ فصل تباهہ ڪرايائين. انهيءَ ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ اچي ڏڪار پيو. نيٺ ڏٽيءَ عبدالنبيءَ جهڙي ظالم

حاڪم جو خاتمو آندو. 1783ع ۾ هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ٽالپرن ۽ عبدالنبيءَ جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ عبدالنبي هارايو ۽ ظلمت وارو سندس دور ختم ٿيو. ٽالپر سنڌ جا حڪمران ٿيا. ڪلهوڙن جي خاتمي ۽ ٽالپرن جي نئين حڪومت جي شروعات وقت سچل سائين جي عمر 44 سال هئي.

ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ خانہ جنگيءَ سبب ملڪ جي حالت البت ڪجهہ بگڙيل رهي، نہ تہ ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ جي دور تائين سنڌ زراعت، واپار ۽ تجارت ۾ گهڻي ترقي ڪئي هئي. مسٽر ڊيل هوسٽي جي بيان مان ظاهر آهي تہ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ پراڻ، نارو، گوني، پڃاري، گونگڙو، بگهاڙ ۽ نورواهہ وڏا واهہ هئا، جن سڄي ملڪ جي زمين کي سيراب ٿي ڪيو. شاهبندر، سمنڊو بندر ۽ ڪارڪ بندر تان بمبئي، سورت، بندر عباس، لنڪا، جاوا سان واپار هلندو هو. باربوسا، ائٽني اسٽارڪي، نڪاس وٿنگٽن، سرٿامس رو، نڪولا مانوچي ۽ الگزينڊر هئملٽن جا بيان هن ڳالهہ جي دليل طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

ملڪ ۾ خانہ جنگي هوندي بہ واپار ۽ تجارت جي ترقيءَ سان گڏوگڏ علمي ۽ ادبي ترقي بہ ٿيندي رهي. حاڪم پاڻ بہ علم دوست هئا. ميان نور محمد جي، سندس پوين ڏينهن ۾ لطيف سائينءَ ڏانهن رغبت ۽ سچل سائين جي ولادت سنڌ لاءِ نعمت جو باعث بڻيا. هن دور ۾ سنڌ ۾ بلند پايہ بزرگ، شاعر، عالم ۽ ولي الله پيدا ٿيا. هن دور جي عالمن جي طفيل عربستان جي خطي ۾ ماڻهو پاڻ کي السنڌي سڏائڻ ۾ فخر حاصل ڪندا هئا. هن دور جي عالمن، صوفي درويشن ۽ شاعرن سنڌ جي ٻچي ٻچي ۾ حب الوطنيءَ جو جذبو اجاگر ڪيو. سنڌ جا سورما ۽ سورميون تمثيل طور بيان ٿيڻ لڳا. مارئيءَ جي ست سيل واريءَ سيرت کي سنڌ جي اهم ڪردار جي صورت ۾ ڳايو ويو. سسئي جي همت ۽ مستقل مزاجي، ثابت قدمي ۽ ساجن تان سر صدقي ڪرڻ واريءَ سيرت گهڻن جي دل ۾ همت ۽ مردانگيءَ جهڙا سبق سيکاريا.

سچل سرمست هن ئي دور ۾ اک کولي ۽ هن ئي دور ۾ جواني ماڻيائين ۽ هن ئي دور جا 44 سال ڏٺائين، جنهن ۾ نادر شاهه جي حملي کان پوءِ سنڌ ۾ ڏقيڙ ۽ ڌارين جي هٿ چراند، غلام شاهه ۽ پائرن ۾ اٿبٺت بہ ڏٺائين تہ وري سرفراز خان جهڙي خدا ترس، علم دوست ۽ شاعر شهزادي جي ڪوس جي دردناڪ خبر بہ ٻڌائين. ساڳئي وقت سنڌ جي واپار ۽ تجارت جو جاهه و جلال بہ ڏٺائين. سنڌ جي بندرن جهڙوڪ ڌاراجا، ٺاهري ۽ اورنگا جا پويان ڏينهن بہ ڏٺائين. ممڪن آهي تہ ڪيس بہ اهي وڻجاريون ورن کان وڇڙندي نظر آيون هجن جن کي واڪا ڪندو ڏسي ڀٽائيءَ جي دل پرجي آئي هئي ۽ جن جي ورلاپ جا ورنن ڪيا اٿن. ممڪن آهي تہ سچل سائينءَ بہ سنڌ جي وڻجارن کي واهڻن ۾ ترقل قوتا ۽ پارچا پيري، ڏيساور ڏي ويندو ڏٺو هجي. ممڪن آهي تہ سچل بہ راهڙي، فتح باغ ۾ چوڻ جي واپار جا جوهر پسيا هجن.

سچل سرمست نہ فقط واپارين، واهڻن ۽ وڻجارن جا ورنن ٻڌا هوندا پر پاڻ پنهنجي بلند پايہ همعصرن سان معرڪا بہ ڪيا هونداڻون. انهن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، جيڪو ميان غلام شاهه جي زماني ۾ قاضي القضاة هو ۽ جيڪو مڪي معظمہ ۽ مديني منور مان مختلف علمائن جهڙوڪ شيخ عبدالقادر صديقي، شيخ ابو طاهر مدنيءَ کان حديث ۽ ٻين علمن جون سندون ۽ اجازتون وٺي ٺٽي واپس آيو هو. علامہ محمد معين بن محمد امين ٺٽوي عرف مخدوم ٺارو، جو بہ هڪ وڏو عالم هو ۽ سنڌي ۽ پارسي ۾ شاعري ڪندو هو. پارسيءَ ۾ سندس تخلص "تسليم" هو ۽ سنڌيءَ ۾ "بيرنگي" هو. اهڙي طرح سچل سائين جي همعصر عالمن، فاضلن ۽ شاعرن شيخ عيسيٰ السنڌي، درويش گل شاهه قلندر اورنگا بندر وارو، مخدوم عبدالجميل لاهري بندر واري جو فرزند ابو الفتح، مخدوم ضياءُ الله، مير علي شير قانع ٺٽوي، مخدوم خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو، ميون عبدالرحيم گرهوڙي، فتح فقير، صادق فقير سومرو، قادر بخش بيدل ۽ ڪنڊڙيءَ وارن صوفين جو سردار

روحل فقير، ميان سرفراز خان ۽ سيد ثابت علي شاهه هئا.

سچل سائينءَ ڪلهوڙن جي دور ۾ لطيفي رس ۽ رنگ جي اثر کان متاثر رهيو، ۽ ٽالپرن جي دور ۾ هو خود اهڙي رس ۽ رنگ ۾ هو. هن بزرگ پنهنجي حياتيءَ جا اڌ کان وڌيڪ يعني 46 سال ميرن جي حڪومت ۾ گذاريا ۽ 1829ع ۾ يعني انگريزي غلاميءَ واري دور کان 14 سال اڳ وفات ڪيائين. هن عرصي ۾ هن درويش انيڪ رنگ ڏٺا. ارڙهين صدي جي پڇاڙي ۾ انگريزي حڪومت جو سنڌ ڪانسواءِ باقي سڄي هندستان تي قبضو ٿي چڪو هو. نظام آئوڌ ۽ ٻيون رياستون انگريزي اقتدار هيٺ اچي چڪيون هيون. سنڌ وارن کي ريجهائڻ لاءِ 1798ع ۾ انگريز آغا ابوالحسن کي مير فتح علي خان جي دربار ۾ ايلچي ڪري موڪليو. افغانن جي اجا بہ سنڌ ۾ اک هئي، انهيءَ ڪري شاهه شجاع سنڌ تي چڙهي آيو. هن دور ۾ ڪڇ ۾ ڏڪار پيو. قلات سان وري اٽڪٽ ٿي، بهاولپور جي حڪومت سنڌ کان شڪست کاڌي ۽ اهڙا ٻيا واقعا سچل سائين جي زماني ۾ ٿي ٿيا.

هيءَ ايراني زبان جو دور هو. دفتري زبان پارسي هئي، ڪيترائي عالم ۽ شاعر فارسي زبان ۾ خيالن جو اظهار ڪري رهيا هئا. فارسي زبان مقامي زبان تي بہ پنهنجو اثر ڪري رهي هئي. ٽڪڙ وارا بزرگ تہ لطيف جي دور ۾ ئي چند جي علم کي الوداع چئي عروضي شاعريءَ جي مضمون ۽ سٽاءَ تي تجربا ڪري رهيا هئا. جمن چارڻ جي مدح ۽ مخدوم عبدالرئوف ڀٽيءَ جا مولود بہ عروضي وزن جي ڍانچي ۾ اچي چڪا هئا. اهڙيءَ طرح مولوي غلام علي "مداح" جا ٻي نظير شاگرد، ميان سرفراز خان ڪلهوڙو ۽ سيد ثابت علي شاهه ساڳيءَ پاڇاريءَ ۾ جوڳ وهي رهيا هئا.

ايراني شاعريءَ جون صنفون غزل، مرثيو، قصيدو ۽ مثنوي سنڌي زبان جي صورت وٺي چڪا هئا. ميرن جي دور ۾ تہ حڪمرانن طرفان ثابت علي شاهه ۽ ٻين شاعرن کي وظيفا ملڻ لڳا. هن دور جي

زبان ۾ انقلاب اچي ويو هو. ثابت علي شاهه جي ٻوليءَ ۽ ڪلام جي مضمون مان ائين پيو لڳي ته ڄڻ ته سنڌ ايران جي ڪا بيٺڪ هئي.

سچل سائين ايراني اثرن کان پاڻ بچائڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي پر نيٺ غزل جي صنف تي طبع آزمائي ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيو. اهڙيءَ طرح سچل سرمست جو زمانو افراتفريءَ سان گڏوگڏ علمي بيداري ۽ ادبي لحاظ کان انقلابي دور هو. جنهن کي سنڌ جي تاريخ، سياست، اقتصاديات توڙي ادب ۽ ثقافت ۾ اهم مقام حاصل آهي.



ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي

# سچل ـ صوفي لاڪوفي

سنڌي ساهت جي اتهاس ۾ پهريون شاعر جنهن ”صوفي لاڪوفي“ اصطلاح ڪم آندو آهي، اهو شاهه عبداللطيف ڀٽائي ٿو ڏسجي. سرُيمن ڪلياڻ جي پنجين داستان ۾ ”صوفي“ بابت پنج ست بيت چيا اٿس، جن مان هڪڙو آهي:

صوفي لا ڪوفي، ڪو نہ پائنيس ڪيُر
منجهان ئي منجهہ وڙهي، پڌرو آهيس پيُر
جنين ساڻس ويرُ، تي تنين جو واهرو

”لاڪوفي“ بنا فرقي يا پنٿ واري کي ٿو چئجي. دراصل ڪوفي، عراق جي ڪوفہ شهر جي رهواسي کي ڪوٺيندا آهن. مشهور آهي تہ هنن دوکو ڪري پهريائين حضرت عليءَ کي ۽ ان کان پوءِ انجامن اقرارن تان ڦري سندس پٽ حسين کي بہ شهيد ڪرايو. انهي ڪري ڪوفي - عربي ۾ ”لايوفي“ يعني بيوفا ۽ دغاباز سڏجڻ ۾ آيا. اسان وٽ ”صوفي لا ڪوفي“ جي معنيٰ ٿي تہ صوفي، ڪوفي يا دغاباز نہ آهي، هو سچو ۽ قول تي پڪو آهي. مطلب تہ هو صاف دل آهي ۽ هن جو ڪنهن بہ قوم يا فرقي سان واسطو ڪونهي:

جوئي آهيان سوئي آهيان، هندو مومن ناهيان
نا مين سُني نا مين شيعہ، سيد ڪيئن سڏايان

تاريخ گواهي ٿي ڏئي تہ سچل اجا ستن اٺن ورهين جو هئو، جو پيءُ ڏٺي سندس ڏاڏي ميان صاحبڏني فقير سان چار چشمي ڪرڻ لاءِ

درازا آيو. ٻالڪ جو مهڪندڙ مکُ ڏسي اڳ ڪتي ڪيائين تہ، ”اسان جيڪا ڪُني چاڙهي آهي، اُن جو ڍڪڻ هي ٻالڪ لاهيندو“. ٿيو بہ ائين، شاهہ صاحب جيڪي روحاني راز پنهنجي ڪلام ۾ لڪايا هئا، اُهي سچل کلم کلا پڌرا ڪندو ويو. مُلا، قاضي، حاڪم وغيره ڪنهن ڪان ڪين ڊنو:

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻٽي نہ ٻٽي.

ٻالپڻي کان سچ ڳالهائيندو هو ۽ سچ جو واهپو ڪندو هو ان ڪري ڪيس سچو، سچل يا سچيڏنو ڪري ڪوٺيندا هئا. جن ڪي ڪلام ۾ تخلص ڪري ڪم آندو اٿس. شاهہ صاحب سان سندس پيٽ ڪري ڏسبو تہ پتائي جو سچ ٿڌو، ڌيرج وارو، مٺو ۽ اڪيون ٺارينڌڙ آهي. گويا ڪڪر مان وسندڙ مينهن آهي، پر سچل جو سچ گرم، تکو، ڪڙو ۽ هٿ ساڙيندڙ آهي، جيئن جهنگ جي باهہ آهي. هونئن تہ رومي ، حافظ، جامي ۽ ٻين ڪيترن ئي فارسي شاعرن جو پنهنجي شعر ۾ ذڪر ڪيو اٿس. پر فريد الدين عطار کي گهڻي ۾ گهڻو ڳايو ۽ ساراهيو اٿس. منصور، سرمد، شاهہ عنايت الله جهوڪ ڌڻي (صوفي شهيد) ڏانهن بہ سندس ڪلام ۾ گهڻيئي حوالا ملن ٿا. منصور هُن لاءِ مثال ٿو ڏسجي ۽ ”انا الحق“ سندس نعرو:

منصوري آه اهو ئي، جوش تنهين ۾ جولان
منصوريءَ جي موج ۾ بہ ٿو ”انا الحق“ آلايان.

سچيڏنو ننڍڙو ئي هو تہ سندس پيءُ انتقال ڪيو ۽ پنهنجي چاچي صوفي فقير عبدالحق (سخي قبول محمد جو والد) جي سنڀال هيٺ رهيو. هن ڪيس فارسي عربي سکڻ لاءِ استاد رکي ڏنو. ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ قرآن شريف بہ پڙهي پچايائين. نمازون پڙهندو هو. روزا بہ رکندو هو. پر پوءِ ڪامل مرشد عبدالحق وٽان تصوف جا سبق

سڪندي اندر اجارڻ ڪي لڳي ويو:

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي

—

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو
پاڻ بيگانو مول نه ڄاڻين، آهين يار يگانو
وهم سچو ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻَڌُ شهانو

—

عاشق! "اناالحق" آکيو پيو آکيج
هادي عبدالحق، حرف هدايت هي چيو

پنهنجي شعر ۾ شراب ۽ ساقيءَ جا ڪيترائي بيت آندا اٿس، پر اهي سڀ وحدت جي شراب جي معنيٰ ۾ آهن، انگوري شراب بابت نه آهن.

ساقي! ڏيج سُٺي، سُرڪ صراحيءَ مان ڪڍي
پڪ پيارج، پارڪوا محبت جِي مِٺِي
پيڻ سان پُٺي، سچل! ڏيان جئن پاڻ ڪي.

صوفيءَ جي مذهب ۾ خودي يا پاڻپڻو وڏو گناهه آهي. بقول شاهه عبداللطيف:

نابودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو

نفس جي نابودي عشق بنا ممڪن نه آهي، پوءِ اُهو عشق حقيقي هجي يا مجازي.

صورت سڀ انسان جي، اَتي عشق اصل
خلق الله آدم عَلي صورته، جزو جهڙو ڪُل
الانسان سِري و اَنا سره، سچ سچا پيو سل
پول نه پئي ڪنهن ٿل. هِتي هُتي هڪ اَتي

صوفين جي راءِ ۾ "المجاز قنطرة الحقيقة" يعني ته مجاز

حقيقت ڏانهن پل آهي. (جنهن تي بيهڻو نہ آهي بلڪ پار پهچڻو آهي).
مجازي عشق ۾ انسان خود کي وساري معشوق کي ياد ڪندو ٿو رهي.
ائين آهستي آهستي پاڻ پليو ٿو وڃي ۽ ان جي بجاءِ دلبر اچيو سندس دل
۾ ديرو ڄمائي. نہ فقط ايترو پر جانيءَ جو جمال ۽ ٻيون خوبيون هُن تي
ايڏو تہ اثر انداز ٿيون ٿين، جو جيڪڏهن انهن جي ڪا جهلڪ ڪنهن
ٻئي ۾ ٿو ڏسي، تہ اُن جو بہ نيازمند بڻجي پوي. مطلب تہ هڪ عشق جو
هن کي انسان ذات جو عاشق بڻايو ڇڏي:

ڏسو عشق جو انصاف، سڀئي مذهب ڪيائين معاف

صوفين جي خيال موجب ٻي آغاز ازل (آناد) ۾ ذات پاڪ
پنهنجي تنهائيءَ ۽ وحدت ۾ پاڻ تي جلوو پئي ڪيو. جئن سونهن جو
اصلي سڀاءُ ٿيندو آهي پاڻ پڌرو ڪرڻ، تيئن نرگڻ کي بہ پاڻ سڃاڻائڻ
جي سڌ ٿي. پر جيئن تہ جيستائين شيءِ کي صورت نہ آهي تيستائين ان
جو تصور ۾ اچڻ محال آهي، تئن ذات پاڪ جو تصور جي دائري ۾ اچڻ
محال هو ۽ ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ شيءِ جي ڄاڻ ان جي ضِد (ابتڙ) مان
پوندي آهي. جيئن روشني جي اوندهہ مان — تيئن مطلق هستيءَ کي جا
مطلق جمال ۽ مطلق خير پڻ آهي پنهنجو ضد عدم وجود، عدم حسن ۽
عدم خير پيدا ڪرڻ ضروري ٿي پيو. نيستي، هستيءَ جي مقابل ٿي تہ
نيستي تي هستيءَ جي ڇايا پيئي. اِنهي ڇايا (مايا) ۾ هستيءَ ۽
نيستيءَ جون وصفون موجود آهن. هي ٻي بقا عالم ۽ انسان انهيءَ مايا
جو حصو آهن:

سهسين رنگن ۾ سهڻو، بيرنگي بَڻ آئيو

شرعي تصوف موجب ذات پاڪ مخلوق کان جدا، برتر ۽ "خارجي
شيءِ" آهي، پر سچل جي وحدت جو فلسفو آهي تہ الله تعاليٰ ڪائنات جي
سلسلي کان الڳ نہ آهي. جو ڪجهہ موجود آهي اُهو حق آهي. ڪائنات جا
روپ نرالا ۽ نظارا حقيقت جا رنگا رنگ پهلو آهن. ڦوٽو، ٻوند، لهر جا روپ

مختلف آهن، حقيقت ۾ مڙيئي پاڻي آهن. موجودات ۾ الله جي ذات آهي ۽ جيڪي بہ ڏسجي ٿو اهو ان جي صفات آهي:

هُو الاول هو الاخر، هُو الظاهر، هُوالباطن
هِتي هُو آ، هُتي هُو آ، سچل! چؤ تون ڪٿي آهين؟

—

ذات صفات هڪ ٿي آهي، ٻولڻ نہ وجهين ٻولي
سوئي اندر، سوئي ٻاهر، سوئي تُنهنجي چولي
تو ۾، مون ۾، هُن ۾، هرجا سَچُ "سچو" ٿو ٻولي.

انهيءَ لحاظ کان ذات پات، اوچ نيچ، طبقي فرقي وغيره جو اِمتياز انسان جي دماغ جو خلل آهي:

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهہ سڃاڻ
الله الله چو چوين، پاڻ ٿي الله جاڻ
ناهي شڪ گماڻ، سچو سائين هيڪڙو

وحدت الوجود جو فلسفو ميل ميلاپ ۽ ايڪتا جو فلسفو آهي. بقول مولانا رومي:

تو برائي وصل کردن آمدي،
ني برائي فصل کردن آمدي

سچل سائين مُلا ۽ قاضي جو فريب هيئن چٽيو آهي:

مسجد دي وچ ڪاڻ ٽُڪر دي ڏيوَن بانگ صلواتان
منهن چٻِي، ڏاڙهي ڏنگي، خام پڙهن خلواتان
عالم ليڪي روزي رکدي، هِن ڪاوَڻ ديان آفاتان
سچل! راه نہ اِها سچ ڍِي، ٻِرهہ واليان ٻيان باتان

بيدل فقير سچو کي "عشق جو اوتار" ڪوٺيو آهي. هڪ ڪافيءَ ۾ چوي ٿو:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ شَه سچُو عاشق اُتي اظهار هو
برهه جي برسات جو تنهن ويرَ تي وسڪار هو
ظاهر ۽ باطن تَنهين وٽ درد جو ڏڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو

واقعي هُو سراپا سوز هئو. سندس ڪلام، پوءِ اهو سنڌي هجي، فارسي هجي يا سرائڪي. درد، تڙپ، ڪيف ۽ مستي آهي. قال سراپا حال آهي. ڳائيندو هو ۽ طنبورو به وڄائيندو هو. چون ٿا ته ساز ۽ آواز تي سندس مٿي جا وار اُڀا ٿي پوندا هئا ۽ اکين مان آب جاري ٿي ويندو هوس. وجد ۾ اچي ڪلام چوندو ويندو هئو جو مريد لکندا ويندا هئا. ڪڏهن لفظ پوريءَ طرح جهَٽي نه سگهندا هئا يا غلط لکي ويندا هئا ته بعد ۾ سائين کان پڇندا هئا. جواب ملندو هون ته "ابا، چوڻ واري چيو آهي، پاڻ کي ته خبر ڪانهي".

راڳ سان گڏ ناچ به وڻندو هوس. چون ٿا ته هڪ لڳا خوني اسهال سببان ڪافي ڪمزور ٿي ويو. ڪنهن مشهور ناچڻيءَ کي گهرايو ويو. گهنگهرن جي ڇم ڇم تي ته فقيراُٿي کڙو ٿيو ۽ بيهي نچڻ لڳو. عجب ته بيماري هڪدم غائب ٿي ويئي.

سچل ذات پاڪ جي جلون ۾ گم ٿيو وڃي ۽ هن کي حق کان سواءِ ڪجهه به نظر نه ٿو اچي.انهيءَ جذب ۾ پاڻ وڃائڻ واري عالم ۾، "مان" ۽ "تون" جو فرق ميٽجو وڃي. سالڪ پنهنجي قلبي واردات ۾ محو ٿيو وڃي، يعني ته ذات جي مشاهدي سان سرشار ٿيو وڃي ۽ پنهنجي پاڻ جو احساس بلڪل نه رهيس:

تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آه قرآن
ناهي شڪ گمان، سچو سائين هيڪڙو

—

پَسي پِت پُليـنوسِ، تـا آئـون آدمـي آهـيـان
وڇـان ڄـان وِيـوس، سـا ڳـيـو سـچـو آهـيـان

مان انهيءَ ويچار جو آهيان تہ سچل "انا الحق" چئي خدا هجڻ جي دعويٰ نہ ڪئي، پر پنهنجي وجود کي "الحق" ڪوٺيو يعني تہ مان حق جو وجود آهيان. منهنجي اندر حق آهي. منهنجو وجود حقيقت آهي. وهم، خواب يا خيال نہ آهي. هيءَ خدائي جي دعويٰ نہ، بلڪ خدا پرستيءَ جي هڪ ادا هئي. توحيد سچل جو ايمان هئو ۽ هن جو سر ہئي ڪنهن اڳيان جهڪڻ وارو نہ هئو:

روز ازل استاد اسان نون، هڪ ست پريت دي پاڙهي
سا وَت دل دي تختي اُتي، چاهہ ڪنون لِک چاڙهي
سچل! عشق ہُدا نہ ٿيوي، ڪيا جو چَٽي ڏاڙهي!

مٿئين بيان مان اهو انومان نہ ڪڍڻ گهرجي تہ سچل مست هئو، ان ڪري منجهس نياز نہ هئو. جنهن جي دل ۾ درد ۽ پيار هجي اهو ڪيئن ٿو نياز ۽ نماڻائيءَ جي واٽ وساري سگهي؟ جتي عروج آهي، اُتي نزول بہ آهي. ان لاءِ سندس ڪافي جو هيءُ ٿلهہ ٿي ڪافي آهي.

ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالڻا
گهونگت کولڻا، ہهہ ہهہ ہولڻا.

( سرمست -9، 1989ع)



ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

# سچل سائين مجازي محبوب جي حضور ۾

اڪثر بزرگن ۽ صوفي شاعرن جي سلسلي ۾ اهو چيو ويو آهي ته هو حقيقي محبوب (خدا) جي عشق ۾ دنيا و مافيها کي وساري چڪا هئا. ڪن لاءِ ابتدائي زندگيءَ ۾ مجاز جي مهميزجو به ذڪر اچي ٿو. حقيقت ۽ مجاز جي معاملن تي گهڻو ڪجهه چيو ويو آهي. گهڻو ڪري سوانح نگارن اها ڪوشش ڪئي آهي ته بزرگن جي مجاز ۽ محبت جي دور تي پردو رهي. ائين ڪرڻ سان فقط هنن جي زندگي جي دورن کي حقيقت کي رسڻ ۽ معرفت ماڻڻ جي پردن ۾ ڏيکيو ويو آهي. ڪرامتن جي خصوصي ذڪر سان معاملي کي وڌيڪ لڪايو اٿن. آءٌ انهن روين جو منڪر نه آهيان، آءٌ ان ڳالهه جو به معترف آهيان ته: ”المجاز قنطرة الحقيقت“ (مجاز حقيقت لاءِ پُل آهي) يعني مجاز جون مهميزون سهي حقيقت حاصل ڪبي، خود مجاز — مجاز معنيٰ جي لحاظ کان هڪ وسيع معنيٰ وارو لفظ آهي. اسان عام معنيٰ محبت جي ورتي آهي. ڏڪشنريءَ جي معنيٰ اجازت ۽ موڪل جي بنيادي تاثر کي به ظاهر ڪري ٿي. مجاز جي معنيٰ معن زلفو مدينه عربي — انگريزي لغات ۾ لکي ٿو: جنهن کي جواز اجازت هجي، راهداري. فارسي جو اسڪالر استاد حسن عميد لکي ٿو: مجاز (ع) ڪلمه اي ڪه در غير معنيٰ حقيقي ۽ خود استعمال شود يعني حقيقت جو ضد مجاز آهي. سيئي لغتون انهيءَ معنيٰ تي متفق آهن. ڏڪشنرين ۾ لفظ جو اُچار مجاز آهي. عام گفتگو ۾ مجاز مشهور ٿيو آهي. شاعريءَ ۾ هن لفظ جو استعمال گهڻو ٿيو آهي. شاعرن واضح لفظن ۾ خدا جي عشق کي حقيقي عشق چيو آهي ۽

انساني حسن جي طلب کي مجاز سڏيو اٿن. سنڌي شاعريءَ ۾ قديم مثال شاهه عبدالڪريم جو آهي. مجازي عشق لاءِ چوي ٿو: ع

مجازي موهي ڪڍهن وينديءَ نڪري،
اکڙيون توهي مڇڻ ويهين وسري.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي مجاز جو حوالو ڏي ٿو ۽ ان جي قوت جو ذڪر ڪري ٿو. ع

مون کي ماءُ مجاز، ڀڄاري جيئن ڀڃيو،
هٿن ڇڏي هاج، ويئي سار سنڌن مان.
(سر آسا)

حسن کي اکين سان پسجي ٿو. ان ڪري شاهه صاحب اکين کي مجازياڻيون سڏيو آهي. ع

ديک م تون سين تن، هي جي مجازياڻيون منهن ۾،
ڪين سڃاتو سپرين، نهاري نين،
پرين سي پسن، ٻئي جن ٻوٽيون.

سچل سرمست جي سوانح عمري، محمد صادق راڻيپوري ۽ ٻين محققن مرتب ڪئي آهي. اُن مان سندس وڏن جو احوال به ملي ٿو ۽ ولادت، ننڍپڻ، تعليم، تربيت، شادي توڙي زندگيءَ جي مختلف دورن بابت مواد به موجود آهي. سچل سرمست بحيثيت هڪ شخص جي به سامهون اچي ٿو. مولانا محمد صادق راڻيپوريءَ جي مرتب ڪيل ڪتاب ”سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام“ جي مقدمي مان شخصيت جو بنيادي احوال هي آهي:

... سچل سائين تنڌي هونڌي به اڪيلو گذاريندو هو. تن تنها جهنگ ۾ گهمندو هو. بلڪل ماٺ، صبر ۽ فڪر ۾ هوندو هو. سراپا خيال ۽ غمناڪ رهندو هو. (ص 16)

.... با وصف پُور جوانيءَ ۽ اعليٰ صحت نهايت حُسن پرستي جي، پنهنجي نفس تي اهڙو قابض هو جو آخر عمر تائين ڪو به اجايو قدم پير شريعت جي خلاف ڪڏهن به ڪو نه کنيائين. صغيريءَ کان وٺي ڪڏهن به شراب ڀنگ ته نه واپرايائين پر ڪڏهن حقو چلم به نه چڪيائين. (ص 17)

... فقيري جي خيال ۾ اهڙو مست هوندو هو جو باوجود جوانيءَ جي شاديءَ جو خيال به ڪو نه هوندو هئس. سندس چاچي مرشد خواجه عبدالحق سائينءَ کيس پنهنجي نياڻيءَ سان شادي ڪرائي .... جنهن مان هڪ پٽ به ڄائو هوس، جنهن جو نالو نياز علي يا موجود علي چيو وڃي ٿو(*). (ص 18)

سوانح جي هنن پهلوئن ۾ سچل سائين جي ذات بابت ٿوري معلومات آهي. سندس پاڪدامنيءَ ۽ حسن پرستيءَ بابت چند ڳالهيون چيل آهن. ڪن خوبصورت ڳائڻين جي اچڻ جو به ذڪر ڪتابن ۾ آهي. مجاز ۽ محبت سندس ڪلام ۾ نمايان آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته اهڙو ڪلام خدا، رسول ۽ مرشد بابت بلڪل نه آهي. محبوب جي اکين، زلفن ۽ ٻين حسن ڪارين جو ذڪر سرائڪي ڪلام ۾ خاص طور تفصيل سان ڪري ٿو.

مجاز جڏهن حقيقت ڏي ويندڙ رستو آهي ته ان ۾ عيب ڪهڙو آهي؟ اسان جو سچل سائين بلاشڪ عشق الاهيءَ ۾ مستغرق ٿيو. ته به هڪڙو حوالو سندس مجاز جو ڪتابن ۾ اچي ٿو جنهن جو نوٽيس اسان هن کان اڳ نمايان طور نه ورتو آهي. آءٌ مجاز ۽ محبت جي چند حوالن وٺڻ کان پوءِ اهو حوالو ونندس.

سچل سرمست حقيقت جي اپٽار وانگر مجاز جو رنگ به خوب جمائي ٿو. شاهه لطيف وانگر ڪيس به مجاز پڄاري مثل پڇيو آهي. هو محبوب جي اکين ۽ انهن جي ظلم جو ذڪر ڪرڻ کان اڳ عشق جي

---

* هي صاحبزادو ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو

واردات مثنوي ”عشق نامہ“ جي منڍ ۾ هيئن ظاهر ڪري ٿو.ع

آن خدا از عشق آدم آفريد
تاز مخلوقات! اور ابر گزيد
آن خدا او را امانت عشق داد.
درنهادش سراسرار نهاد.
خانہ آدم رابخود آباد کرد
بي چگوني با چگون امداد کرد.
راست ميگوئم ولي گردد عيان.
آن کہ هست اسرار در باطن نهان.
هست آن آدم کجا عالم کجا
آن خدا موجود باشد جا بجا.

باشي باز مثل شڪار ڪنڌڙ اکيون درد مندن جي دلين کي مارين ٿيون. انهن جو ذڪر سچل سائين هيئن ڪري ٿو:

ظالم ديان زرو آور اکيان باشي بازيا بحريان،
ڪجليان قاتل عشاقان ڪون قتل ڪريندياں قهريان،
درد مندان دي مارڻ ڀاجهون ڪٽ نهين او نهريان،
شاهان تي بي پروا سچل، نالي غريبان گهريان .

اهي قاتل ۽ ڪجليون اکيون مجازي محبوب جون آهن. انهن عاشقن کي بنا ڪاتيءَ ڪٺو آهي. اُهي عقابي اکيون بلند پرواز بہ آهن ۽ شهباز وانگر ٻانوليون ڏيئي عاشقن جو سر جهٽي ٿيون وٺن. سچل سائين انهن اکين جو بيان طرح طرح مثالن سان ڪري ٿو: ع

اکيان باز عقاب سهڻي ديان ڪرن پرون پرواز وڏي،
اڳون انهان مشتاقان دي هوندي سونياز وڏي.
ٻانهان ٻڌ گهت ڳل وچ ڳاري ڪردي ڪڙ ايلاز وڏي،
تاپي سچل معشوقان دي، هوسن غمزي ناز وڏي.

—

سهڻي يار ديان اکيان قاتل دردمندان کون ڦٽن،
ڏي بانوليان شهباز وانگڻ، سرعاشاقان دي جهٽن،
کاون ماس يتيمان دا، وت رت چنهب نال چٽن،
طامع طعمي وقت عشاقان زيري بکيان پٽن،
غرض نهين مشتاقان سچل، منهن نہ اوڏون مٽن.

انهن اکين جو گهاءُ تلوار مثل آهي. اصل خون ڪري تيون ڇڏين. سچل سائين انهن اکين کي ايراني، دراني، رومي يا ارغوني فوج جي حملن سان ڀيٽي ٿو. ع

اکيان ذوالفقار ظالم ديان خون ڪريندياں خوني،
نال عشاقان آکر لاون غمزي گونا گوني،
ديوانيان وهہ ديوانيان نون آڏيون جوش جنوني،
دراني! ايراني، رومي يا فوج اها ارغوني،
يار سچل اُهي نهين صفت وچ، اها ارغوني.
يارسچ اُهي نهين صفت وچ، بيشڪ هن بيچوني.

سُر مالڪوس سڄو محبت ۽ مجاز جو نمونو آهي، نينهن نياپي جو اهڙو موقعو آهي، جنهن ۾ وقت جا منظر آهن. پريت جو پرزو ئي اهڙو موضوع آهي، جو مجاز جي مام جي اپٽار لاءِ ڪافي آهي. مجاز جا معاملا بيان ڪندي سچل سائين چوي ٿو:

وٺي هليو خط پانڌي پار پريںءَ جي،
روئي روئي رت، تنهن هلندي حال وڃائيو.

—

اُلو هيڙو عشق جو سو ساٿي ساڻ نيو،
اُهو ڪامي پاڻ پيو، جو هو خوني خط پريںءَ جو.

—

رهبر روانو، تيو پريان جي پار ڏي،
شل پهچي پروانو، سلامت کي سڄڻين.

هي ڳالهيون مجازي محبوب لاءِ ڪجن ٿيون. محبوب جي رخ رخسار جو بيان بہ پوري ذوق شوق سان ڪيو اٿس. ان بيان ۾ شاعر جو انهماڪ تمام گهڻو واضح آهي. تشبيهون ۽ استعارا ڪلام ۾ حسن پيدا ڪن ٿا. ع

وه وا باغ حسن دا ڏٺم تنهن وچ ڪئين گلڪاري،
عشق دي پيچ تي سمن صنوبر ويک ڪيتي لک زاري،
چنبي چوٽ لڳي وت ڏاڍي هويا نيسٺ نظاري،
ڦِٽوان آپ ڦٽا ڳيا اها صورت ڏيک سونهاري،
ٿئي حيران هزاران سچل گهتي لال لالہ ڳل ڳاري.

—

منهن مهتاب سهڻي دا سهڻا جنهن تي جهلڪن تاري
چنڊ دي چتسالي ويکو، رنگ لايا رخساري،
سرخ پيشاني ٽبڪي ٽبڪي صورت جوڙ سنگاري
راتيان ڏينهان هر دم رهندا، سچل وچ نظاري.

مجازي محبوب جي رخ روشن جو نقشو هيئن ڪڍي ٿو. ع

سهڻان دي منهن سهڻيان جڙديان ڪجان ڪج محرابيان،
مسجد هي يا ڪعبہ قبلا ڏيون عشق عذابيان،
ڏنگيان ونگيان وه وا ويکو مصحف اعرابيان،
يا وت حسن دي شهر تي ڪردا، سچل نينهن نوابيان.

زور آور محبوب جا زلف بہ زور آهن. انهن کي ڪاري نانگ سان تشبيهہ ڏيندي سچل سائين چوي ٿو:ع

زلفان زور سياه سهڻي ديان، ڳل تون وه وا لمڪن،
نانگ ڪالي يا دام برهہ دي، جهل جهل ڪرڪي جهمڪن،

واءُ لڳي جڏهن تيز تکيري جهلڪي نال پيي جهلڪن،
چتسالي والي سو ستاري اُ تون تنهان دي چمڪن،
سچل ڏيک حسن ديان فوجان شهه درويش پيي ڏمڪن.

اهڙي طرح محبوب جي حسن ڪاريءَ جي هڪ هڪ ڳالهه ڪي ڳائيندو ٿو وڃي. محبوب جي مينڌي هٿڻ جو ذڪر ڪندي ان ۾ عاشقن جو قتل پسي ٿو. ڇڻ محبوب جا هٿ عاشقن جي خون ۾ رڱيل آهن. فرمائي ٿو:ع

مينڌي لا هٿان ڪون آندا، سهڻا ٻانهن لڏا ڪي،
ڇاتو سي مشتاقان ڪون وت آيا آپ ڪُها ڪي،
ڏونهين دستان خون انهان دي، وڇون سرخ ٻڙاڪي،
سيڪون آڻ ڏڪالڻ لڳا، سچل هس الاڪي

۽ وري محبوب جون ڳالهيون ياد اچن ته ڳچ ڳاريون وجهن. عاشق بيحال ٿيو پوي:

سهڻي ديان وت سهڻيان ڳالهين، ياد جڏان مينون آنديان،
رو رو حال وڃاوان سارا، درد پيي دل ڪون لانديان،
سچل ٻانهن لڏا جو آندا، اهي گهڙيان مينون پانديان.

اهي ڳالهيون عاشق کي حال کان ڪڍي ٿيون ڇڏين. تاب کان بي تاب تائين ۽ هوش کان بيهوش ٿيڻ تائين معاملو ٿو پهچي. عاشق پاڻ کي ئي وڃائي ٿو ويهي. سندس هيٺيان گفتا ان صورت حال جو آئينو آهن. ع

تان ڪنون بي تاب ميان مين تاب ڪنون بي تاب،
نا مين گويا نا مين جو يا نا مين سوال جواب،
نا مين خاڪي نا مين بادي نه مين آگ نه آب،
نا مين جني نا مين انسي نا مائي نا باب،
نا مين سني نا مين شيعا نا مين ڏوهه ثواب،

نا مين شرعي نا مين ورعي نـا مـيـن رنـگ ربـاب
نا مين ملا نـا مـيـن قـاضـي نـا مـيـن شـور شراب.
ذات سچل دي كيهي پڇندئين، نـالـي تـا نـايـاب

يا چوي ٿو: ع

هـوش كـنـون بـيـهـوش، مـيـن بـيـهـوش!
ڪڏان زاهد ڪڏان عابد ڪڏان نوشانوش،
ڪڏان هجر فراق ڏسيندا ڪڏان غوش و آغوش،
ڪڏان دلبر دور گهتيندا ڪڏان گوشا گوش،
ڪڏان جاءِ ڪناري ڏيندا ڪڏان پوشان پوش،
ڪڏان موج وهيندي مائي ڪڏان جوشا جوش،
ڪڏان سچل جاءِ نـہ لـهـنـدا ڪڏان دوشا دوش.

اهو تہ ٿيو پاڻ وڃائڻ ۽ هستيءَ کي همه اوست ۾ گم ڪرڻ پر مجاز جو رنگ عاشق کي هڪ نئين دنيا جا سير ڪرائي ٿو. سچل سائين جي سوانح عمريءَ جي سلسلي ۾ هڪ ننڍڙو حوالو ڪتابن ۾ آيو ۽ ان جو نوٽيس گهٽ ورتو ويو. سندس فقيريءَ جون ڳالهيون ڳائيندي اسين سندس مجاز جي معاملي کي ڇاڻي (يا نہ ڇاڻي) نظر انداز ڪري ڇڪاسين. انهيءَ خيال کان تہ متان سندس بزرگيءَ کي ڪو ڇيهو رسي. ڇيهو تڏهن رسندو جڏهن ڪو ماڻهو مجاز ڪمائيندي گناهہ جي ڏهڻ ۾ وڃي ڦاسي. سچل سائين مجاز ۾ بہ ممتاز آهي. حوالو هي آهي تہ:

.... هڪ دفعي بيمار ٿيو تہ سندس بيماريءَ جي خبر ٻڌي لاڙڪاڻي جي هڪ ڪڃري نالي جيوٽي درازا شريف هلي آئي، جيڪا سندس معتقد هئي ۽ سچل سائينءَ جو بہ نظارو هوندو هوس. اچي چيائين تہ .... سچل سائين ڪٿي آهي، آءُ مزاج پرسي ڪنديس، دعا بہ ڪنديس ۽ ڪيس مجرو بہ ڳائي ٻڌائينديس. طالبن چيس تہ، پاڻ ڏاڍو بيمار آهي ۽ مٿي بنگلي تي سمهيو پيو آهي. جيوٽي مٿي چڙهي ويئي

ته کيس چيائين ته بسم الله! اسان جا طبيب اسان جا حڪيم آيا.

سچل سائين جي سوانح بابت جيڪي به روايتون زباني طور مليون ۽ ڪتابن ۾ آيون تن کي گهڻو ڪري قبول ڪيو ويو آهي، هن روايت ۾ به صاف صاف جيوڻيءَ تي نظاري هجڻ جو اشارو آيو آهي. عين ممڪن آهي ته هوءَ سچل سائين جي مجازي محبوبه آهي. خاص ڪري جڏهن چيو ويو ته سچي سائين جو جيوڻي تي نظارو هو. هڪ حسين عورت جي حسن، جهان سوز لباس ۽ زيورن جو هيئن ذڪر به ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته سچل سائينءَ مجاز خوب ڪمايو آهي. ع

گهنڊ کول ديدار وکا مين آيا مک ويکڻ
پا پازيب پيران وچ ڪڙيان پايل کون ڇمڪائو.
نال اسان ڏي دلبر سائين الهه لڳ الائو.
پهر پوشاڪان ويس گلابي چوٽا چندن چٽايو.
نوري روا سبزي چولا هيري نال جڙائو.
حال سچل دا معلوم تينون. سائل کون نه سڪائو.

هيءَ ڪافي سچل جي رسالن ۾ نه آهي، خادم عباسيءَ پنهنجي مقالي (سرمست 6) جي آخر ۾ آندي آهي. ڪافيءَ ۾ آندل مضمون مجاز جو پورو رنگ ظاهر ڪري ٿو. ان سان گڏ جماليات جو بيان به ڪافيءَ ۾ موجود آهي. حقيقت ۽ مجاز اهل دل جو ڏاج آهن. مجاز جي پل پار ڪري حقيقت جي دنيا ۾ رسجي ٿو. جنهن ۾ اها اهليت ڪونهي، جنهن جو عشق سچو نه آهي، سو گناهه جي ڍېڻ ۾ ڪري تحت الثريٰ ۾ وڃي ٿو پوي. هن گفتگو جو اهڙن سان واسطو ڪونهي. سچل سائين ته مجاز جو مهندار هو. تڏهن هن مرحلي کي ڪاميابيءَ سان طئي ڪري پل تان پار ويو ۽ حقيقت سان هڪ ٿيو. نه ته جن مرحلو مشڪل ڄاتو سي اورتي ئي ڊڄي ويهي رهيا. ڄاتائون ته عشق راند نه آهي، جنهن کي ڦيرو ڪيڏن. سسي نيزي پانڌ اڇلبي ته منزل تي رسبو. مير عبدالحسين سانگيءَ کهڙو نه صحيح چيو:

عشق بازي ڪجي ڪجي نہ ڪجي؟
روح راضي ڪجي ڪجي نہ ڪجي؟
پوڙهپڻ ۾ بہ دل ڏتارڻ لاءِ
پرت تازي ڪجي ڪجي نہ ڪجي؟
جي حقيقت نہ ٿئي حاصل
تہ مجازي ڪجي ڪجي نہ ڪجي؟ ..... الخ



ڊاڪٽر نواز علي شوق

# سچل جي شاعري
# تاريخ جي روشنيءَ ۾

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته سچل سرمست رح جي دور (1152ھ/1739ع - 1242ھ/1826ع) ۾ ۽ ان کان ٿورو اڳ ۽ پوءِ سنڌ جي سرزمين تي جيڪي جنگيون لڳيون، جهيڙا جهٽا ٿيا، فساد ۽ وڳوڙ ٿيا، تن جو چڱو تعداد آهي. اٽڪل روءِ ننڍيون وڏيون 42 کن جنگيون لڳيون جن مان ڪن جا نالا ڳڻائڻ ضروري سمجهان ٿو.

سچل سائين جي ولادت کان ڪجهه سال اڳ کان هن ڌرتيءَ تي هيٺيان دردناڪ واقعا پيش آيا:

| | |
|---|---|
| خان قلات جو سنڌ تي حملو | 1830 - 31ع |
| ڪلهوڙن جو کهڙا شهر تي حملو | 1832 - 33ع |
| ڏاريجن ۽ ڪڪرالن جي وچ ۾ جنگيون | 1739ع |
| نادر شاهه جي سنڌ تي ڦهري ڪاهه | 1739 - 40ع |
| احمد شاهه جو سنڌ تي حملو | 1754ع |
| ميان مراد ياب ۽ ميان غلام شاهه جي جنگ | 1757ع |
| ميان غلام شاهه ۽ سندس ڀاءُ عطر خان جي وچ ۾ جنگ | 1758ع |
| ڪڇ جي راجا جا سنڌ تي حملا | 1763 - 64ع |
| مير بهرام ۽ مير صوبدار جي شهادت ۽ سرد جنگ جي شروعات | 1775ع |

| | |
|---|---|
| ميان سرفراز جي معزولي ۽ ميان غلام نبي جي تخت نشيني – گهرو لڙائي ۽ عام وڳوڙ | 1776ع |
| ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ گهرو لڙائي | 1776ع |
| هالاڻيءَ ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ جنگ | 1781ع |
| عزت يار خان پٺاڻ ۽ ميان عبدالنبي جي لڪي ۽ شڪارپور جي وچ ۾ جنگ | 1781ع |
| تيمور شاهه بن احمد شاهه جي سنڌ تي ڪاهه | 1771 - 82ع |
| مدد خان پٺاڻ جو سنڌ تي هيبتناڪ حملو، ڦُري ڪوس، باهيون، لٽ ڦر. | 1781ع |
| ڪلهوڙن ۽ ميرن جي وچ ۾ جنگ | 1782ع |
| ميرن جي پهرين چوياري، جنهن ۾ سنڌ پاڳا تي | 1782ع |
| مير عبدالله ۽ مير فتح خان جي شهادت | 1783ع |
| دلاور خان پٺاڻ جو سنڌ تي حملو | 1788ع |
| شاهه شجاع جو سنڌ تي حملو ۽ ڪرڙي واري جنگ | 1803ع |
| سکن جو سنڌ تي پهريون حملو | 1823ع |
| سکن جو سنڌ تي ٻيو حملو | 1825ع |

اهو ئي سبب آهي جو سچل سائين جي شاعري ڏکن ۽ دردن جي داستان سان ڀريل آهي. نادر شاهه جڏهن سنڌ تي ڦري ڪاهه ڪئي، تڏهن سنڌ جا شهر، ڳوٺ ۽ وسنديون ويران ٿي ويون. هو هڪ ڪروڙ روپيا جنگ نه ڪرڻ جو جنگي تاوان ۽ ويهه لک روپيا ساليانو خراج وٺي وڃي ايران ۾ آرامي ٿيو. مگر پويان جيڪي تباهي ۽ بربادي ڪري ويو، تنهن جو داستان دل ڏاريندڙ آهي. لاشن جا ڍير، زخمين جون دانهون، رنن زالن جون ريهون، يتيمن جون دانهون، ڪوڪون، مظلومن جون عرش تي پهچندڙ آهون، سڙندڙ شهرن، ڳوٺن ۽ وستين ۾ دونهان! اهڙيءَ ريت سندس ظلمن سبب سکي، سائي ستابي سنڌ ۾ سڄ ٿي وئي.

سنڌ اڃ ڍهليءَ جي ديڙ دونس هيٺ هئي، پر پوءِ وري ايران جي

اري ۾ اڙجي وئي. اڳ ڪوس دهليءَ ۾ ٿيندو هو ته ان مصيبت جو ٿورو گهڻو اثر سنڌ تي ضرور ٿيندو هو. دارا شڪوه جڏهن آگري ۾ اورنگزيب جي لشڪر هٿان شڪست کائي مظلوميءَ جي حالت ۾ دربدر ٿيو ته ان دوران سنڌ پڻ اورنگزيب جي ظلمن هيٺ اچي وئي. سيد حسام الدين راشدي مرحوم "هشت بهشت" جي مقدمي ۾ لکيو آهي ته، "دارا جي دردناڪ داستان جا ڪيترا واقعا سنڌ جي سرزمين تي مرتب ٿيا. آگري واري پهرين شڪست کان پوءِ دارا ويري لشڪر جو ڪٽڪ ڪڍ لاتيون، پنجاب کان ٿيندو بکر پهتو، سيوهڻ آيو ۽ ٺٽي ۾ پڻ اچي ڪي چار پهر پگهر سڪايائين. هي هلندو رهيو، پٺيانس عالمگيري گهل گهوڙن جي سنبن سان نه ڇڙو سنڌ جي سيني کي لتاڙيندا، چيريندا ۽ چچريندا رهيا، بلڪ هنڌين ماڳين معرڪا مجادلا ڪري خون جي سرخيءَ سان واقعن جا عنوان به سنواريندا ۽ سينگاريندا آيا. تبرن ۽ تلوارن جا چمڪاٽ ته ٿيا جتي ڪٿي، پر بکر جي اوسي پاسي ۾ وڃن جا جيڪي ڪڙڪا ۽ بادلن جا جيڪي وسڪا ٿيا، اهي وسارڻ جهڙا ڪو نه آهن".

تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته سنڌي جوڌا 1520ع کان 1737ع تائين پورا به سو سترهن سال گوريلا جنگ لڙندا رهيا. پوريون ڇهه پيڙهيون هڪ ٻئي پٺيان ان باهه جو بک ٿيون. سنڌين ان ڏکي جنگ ۾ سوين سور سٺا، ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏٺا. گهاڻن ۾ پيڙيا ويا، برڇن مٿان جيئرا جاڳندا درياهه ۾ اڇلايا ويا. جمع ۽ عيد نمازن جي موقعن تي ماريا ويا. قرآن شريف وچ ۾ ڏيئي، ساڻن دوکا ۽ دغائون ڪري ڪين شهيد ڪيو ويو. چوڪنيا ٻڌي تتل ڪڙاهن ۽ اٻرندڙ پاڻيءَ ۾ اڇلايا ويا، سوريءَ جو سينگار بڻيا، پر ان هوندي به پنهنجي مقصد کان نه مڙيا. سندن سورهيائي ۽ سرويچي جي داستانن سان تاريخ جا ڪيترائي صفحا سينگاريل آهن. شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح انهن ئي سورمن جي سورهيائي بيان ڪندي فرمايو آهي:

سر جدا، ڌڙ جدا، دوڳ جنين جا ديڳ ۾

—

اڳيان اڏن وٽ، پوئين پير سنباهيا

شاهه لطيف جون اهي مصراعون ان دور جي دردناڪ داستان کي بيان ڪن ٿيون. اها ڏکيي جنگ جاري هئي جو شاهه عنايت جي شهادت جو دل ڏاريندڙ سانحو پيش آيو.

ڏکيي جنگ ۾ وڏين قربانين کان پوءِ 1737ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ قومي حڪومت قائم ٿي، تڏهن به سنڌين ويچارن سک جو ساهه نه کنيو. چاڪاڻ ته فقط ٻه سال پوءِ يعني سچل سائين جي ولادت واري سال 40-1739ع ۾ نادر شاهه سنڌ تي وچ ٻڌجي ڪڙڪيو. مطلب ته ارغونن ۽ مغلن ٻه سو سترهن سالن واري ڏکيي جنگ کان پوءِ ايراني، افغاني حملن، گهرو لڙاين، هڪ ٻئي خلاف سازشن، سنڌي قوم کي ذهني ۽ اعصابي طور مفلوج ڪري ڇڏيو هو.

اڳي ديني مدرسا، مسجدون ۽ علماءِ سڳورا سنڌي عوام جي اخلاقي قدرن، روحاني سڪون ۽ سياسي مونجهاري کي سلجهائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا هئا، پر اهي به پنهنجو اعتماد وڃائي ويٺا هئا. جڏهن تغلقن سنڌ تي حملو ڪيو ته ڪيترائي سنڌي عالم تغلقن جا طرفدار ٿي ويٺا ۽ سنڌ جي فتح لاءِ دعائن ۽ وظيفن ۾ جنبيا رهيا. سنڌ، سندن دعائن جي ڪري فتح ته ڪو نه ٿي، پر عام راءِ سندن خلاف ٿي وئي. سچل سرمست اهڙن ئي انسانن جي طرف اشارو ڪندي فرمايو آهي ته:

ڪي ڪمائن ورد وظائف، ڪي ٿيا نفلاتي،
ڪي وڃي پيا زهد عبادت، ڪي ٿيا دعواتي
گوشي نشيني ڪن ڪي پانئي، ڪن وٺي رجعاتي،
ڪن جي منزل پٽ پاراتو، ڪي ڪامل ڪراماتي،
ڪيئي ڪشف اندر ڦاٿا، دانهه ڪي درجاتي،
سچا! لکن مان ڪوئي ڪندو، عشق اثباتي.

يا هيءُ شعر:

خيال بزرگي ريتي ڇڏ تون، منگ نہ تون مخدومي،
نڪي پير مشائخ تڃ تون، نڪي تڃ نجومي.

جڏهن ارغونن سنڌ تي حملو ڪيو، تہ اڳ ۾ سيد شڪرالله ڪي موڪليو ويو، جنهن سان ٽي عالم بزرگ ٻيا بہ هئا. جي ٽي سيد سڳورا هئا، اهي وقت جا وڏا عالم ۽ زاهد هئا. پنجون ساٿي سنڌ جو وڏو عالم قاضي قادن هوِن، پوءِ هنن سنڌين سان جيڪي ظلم ۽ زيادتيون ڪرايون، سي تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ آهن.

مغل دور ۾ جيڪي عالم، زاهد، شيخ ۽ بزرگ دهلي دربار سان وابستا رهيا، تن جي بہ چڱي لسٽ آهي. انهن جي سنڌ ۾ پيري مريدي هئي. اهڙيءَ ريت سندن چڱو اثر رسوخ هو. ڪي ڪاني ڪرامت ۾ مشهور هئا. سندن ڪاني ڪرامت جي مشهوري ڏارئي جي ايجنٽ هئڻ جو ثبوت آهي. ڇو تہ وقت جي حڪومت جا ڪارندا ئي، ڪنهن بزرگ جي ڪاني ڪرامت کي مشهور ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا آهن. اهوئي سندن مفاد کي مضبوط ڪرڻ جو بهترين ۽ مفيد ترين طريقو هوندو آهي. ان ڪان علاوه ڪن عالمن سڳورن پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن ذريعي تفرقي بازي کي هوا ڏني، تہ جيئن گهڻائي مذهبي ٽولا وجود ۾ اچن. پاڻ ۾ وڙهندا رهن. منجهائن ايڪو ۽ ٻڌي ختم ٿي وڃي. جڏهن شيخ مشائخ پير ۽ بزرگ اهڙي تعليم ڏيندا رهيا، تڏهن سچل جهڙو سچار وڏي واڪي عوام کي ٻڌائيندو رهيو تہ:

مذهبن ملڪ ۾، ماڻهو منجهايا
شيخي، پيري، بزرگي بيحد ڀلايا،
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا
اوڏا ڪين آيا، عقل وارا عشق کي.

—

مرشد آکيو عاشق ٿين تا، منڪر ٿيءُ مشاخي،
شيخي، پيري، بم بزرگي، اٿي سڀ هلاڪي،
عشق امانت خاص الله جي، دل کي ڏي فراخي،
سچا! سوز گداز سوا سچ، ٻيا سڀ چور طباخي.

احمد شاهه ابدالي شاهه فقير الله علوي جو مريد هو. هو جڏهن سنڌ ۾ داخل ٿيندو هو ته پيرين اگهاڙو هوندو هو. نه صرف سندس پير اگهاڙا هوندا هئا، پر هٿ ۾ تلوار به اگهاڙي هوندي هئس. هو جڏهن سنڌين جو قتل عام ڪندو هو، ڳوٺن ۽ شهرن کي باهيون ڏيئي ساڙائيندو، لٽ ڦر ڪرائيندو هو. ۽ ديندار وري ايڏو هو، جو جتي به مولوي، مدرسو ۽ مخدوم ڏسندو هو ته اتي ادب سان هلي ويندو هو ۽ ان مدرسي، مولوي ۽ مخدوم جي مالي مدد خاطر هڪ وڏي رقم نذراني طور ڏيندو هو. هو اهي پئسا افغانستان مان ڪٿي نه ايندو هو، پر سنڌ ۾ ڦرلٽ ڪري هٿ ڪندو هو. مختصر ته سنڌ جي انهيءَ ڦرلٽ ۾ اڪثر شيخ، مشائخ، ملان، معلم، مولوي، مخدوم ۽ مرشد، احمد شاهي پٺاڻن سان گڏ هڪ جهڙا ڀاڱي ڀائيوار هئا، سچل سرمست کرو نه سهڻو ۽ صحيح فرمايو آهي:

بزرگ شيخ مشائخ، يارو نا مخدوم ٿياسي،
نڪي قاضي، نڪي ملا، معلم پير ٻڌياسي،
نڪي ٺاهه ٺڳيءَ جا ٺاهي، رنگ رساءَ رکياسي،
سچا ٻاجهوءَ عشق الله جي، ڪوئي هنر نه سکياسي.

سچل سائين ڏاهپ، ڏات ۽ ڏاتوءَ جو ڏٺي هو. ان قسم جي ملاٽڪي ماحول ۽ انسان دشمن ريتن رسمن جو پوئلڳ نه هو. سندس شاعريءَ جو هڪ هڪ اکر سماج جي روايتي ۽ اڏنگن اصولن، انسانيت کي ڇيهو رسائيندڙ رسمن ۽ رواجن جي خلاف اعلان بغاوت نه پر اعلان جنگ هو. سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ صلح ڪُل، انسان دوستي ۽ عالمگير محبت جو سبق ملي ٿو. اهوئي تصوف آهي ۽ اهوئي صوفين جو پيغام

آهي، جيڪو ڪالهه به اهم هو ته اڄ به اهم آهي ۽ هر دور ۾ اهم رهندو.

سچل سائين جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هُن ان وقت جي معروضي حالتن خلاف احتجاج ڪيو. جنهن ۾ موت، خوف، تعصب، تنگ نظري ۽ فرقي پرستي اچي وڃي ٿي. نيم ملا ماڻهن کي دوزخ جا دڙڪا ڏيندي سندن صلاحيتون ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر تاريخ گواهه آهي ته صوفين ماڻهن جي حوصلي افزائي ڪئي. نوشهري جي شاعر شاهه نصير وڏي واڪ چئي ڏنو:

بهشت دلاسو، دوزخ دڙڪو، ڪوڙو سامي قبر جو ڪڙڪو
ڏپ ڏاءَ ويا سڀ ڏهي ڏهي، شاهه حسن جي شوق ۾ ويا لاڳاپا لهي لهي.

شاعري، موسيقي، رقص ۽ مصوري سان انسان جو فطري چاهه آهي. الله تعاليٰ جي هن حسين ڪائنات ۾ پکين جون متيون لاتيون، حسين ۽ رنگين گل هن ڪائنات جي سونهن آهن. انسانن جو انهن سان چاهه فطري آهي. اهڙيءَ ريت راڳ ۽ ناچ سان چاهه نه صرف هڪ عالم گير حقيقت آهي، پر فطري تقاضا به آهي. دنيا جي هر قوم وٽ راڳ ۽ ناچ جو هڪ پنهنجو انداز آهي، جيڪو ماڻهن کي سرور ۽ سڪون پهچائي ٿو. مگر نيم مُلن ان فطري ڳالهه کي حرام سڏي، ماڻهن کي ذهني پريشاني ۾ مبتلا ڪيو. پر صوفين ان کي عام ڪري، انسان ذات کي سرور ۽ سڪون ڏنو. بلهي شاهه فرمايو:

تيڏي عشق نچايا، ڪر ڪي ٿيا ٿيا

اجا ڀي وڏي ڳالهه ڪندي چيائين:

ڪنجري بڻ ڪي ميڏي عزت نه گهٽندي
ميڪون نچ ڪي يار مناوڻ ڏي

سنڌ جي هڪ صوفي شاعر چيو:

نچ وي ناچو ٿئي ويل نچڻ جي
وري نه ملندي وار

سچل سرمست ۽ نانڪ يوسف جي ڪلام تي نظر وجهو ته ائين معلوم ٿيندو ته ڄڻ هنن پنهنجو ڪلام نچندي ۽ ڳائيندي چيو آهي. هي هڪ حقيقت آهي ته جن صوفين جو راڳ سان شوق هو ۽ وجد ۾ اچي نچندا هئا، انهن جو انگ سَوَن ۾ آهي. اسلامي تاريخ تي نگاهه وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته تفريحي ذوق جي تسڪين لاءِ راڳ ۽ ناچ کي قبول ڪيو ويو آهي. هڪ حديث ۾ آيو آهي ته "حبشي حضور ﷺ جي آڏو نچندا رهيا ۽ ڳائيندي چوندا رهيا:

محمد ﷺ عبد صالح: يعني محمد ﷺ الله جو صالح ٻانهو آهي. نه فقط حبشي مرد بلڪ ڇوڪريون به دف وڄائي ڳائي رهيون هيون. نحن جوار نبي نجار: يعني اسان بني نجار جون ڇوڪريون آهيون. ۽ ٻئي طرف عورتون ۽ ٻار دف وڄائي استقبالي گيت ڳائي رهيا هئا:

"طلع البدر علينا"

يعني اڄ اسان وٽ چنڊ ايريو آهي.

مطلب ته راڳ ۽ ناچ انساني فطرت ۾ شامل آهي، صوفين انهيءَ انساني فطرت مطابق راڳ ۽ ناچ جون محفلون مچايون، جيڪي صدين کان قائم آهن. جيڪڏهن اهي راڳ ۽ ناچ واريون سرور ۽ سُڪون پهچائيندڙ محفلون نه هجن ها ته انسان پاڳل ٿي وڃي ها.

حڪمرانن جنگيون ڪري ماڻهو مارايا، شهر ۽ وستيون ويران ڪيون، مُلن تفرقا پيدا ڪري، ماڻهن جي دلين ۾ هڪ ٻئي خلاف نفرتون پيدا ڪيون، جنهن ڪري فتنا ۽ فساد ٿيا. سائنسدانن بم ٺاهي تباهيون آنديون، پر صوفين هر دور ۾ انسانن ۾ پيار پيدا ڪيو، امن قائم ڪيو ۽ محبتون ڏنيون. اڄ جڏهن انسان انتها پسنديءَ جي انتها تي پهچي چڪو آهي، تڏهن امن ۽ سڪون صرف ۽ صرف تصوف ذريعي ملي سگهي ٿو. تنهن ڪري ضروري آهي ته تصوف جي تعليم عام ڪجي ۽ اهو هر ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي نصاب ۾ شامل ڪيو وڃي ته جيئن انسان کي سڪون ۽ آرام ملي.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

# سچل جو سرائڪي ڪلام

سنڌ سونهاري، ڪيترن ئي شاعرن، عالمن، پيرن، فقيرن وغيره کي جنم ڏنو آهي، پر انهن مان ڪي تورا، اسان جي دلين ۾ زنده آهن. جو؟ جاڪاڻ تہ اهي حال ۽ قال جا صاحب هئا. سندن قول ۽ فعل ۾ مطابقت هئي. "دل صفا، من صفا، قول محمد مصطفيٰ" تي پوريءَ ريت عمل ڪندڙ هئا. مطلب تہ صحيح معنيٰ ۾ علمبردار هئا. تنهن ڪري اهڙن شاعرن جو ڪلام، اسان لاءِ بي بها سرمايو آهي. جيئن لاڪيٽي لطيف ڪان پوءِ، سچل سرمست پنهنجي لاثاني ۽ لافاني ڪلام سان. لطيف سائينءَ جي ان ٻاريل شمع کي اجاگر ڪيو، جنهن جي جهڪي ٿيڻ جا آثار نمودار هئا.

سچل سرمست جو ڪلام مختلف زبانن ۾ موجود آهي. اڄوڪي ادبي صحبت ۾، سندس سرائڪي ڪلام تي هڪ نظر وجهون ٿا.

سنڌ ۾ سچل کان اڳ، توڙي پوءِ ڪيترائي سرائڪي زبان جا شاعر ٿي گذريا آهن، ليڪن سمي پئي، ڪيترن جو ڪلام، بلاغت انجام، زماني جي بي مهريءَ سبب، اسان وٽ پهچي نہ سگهيو آهي. ليڪن جن جو معياري سرائڪي ڪلام ڏسي سگهجي ٿو، تن مان خليفو نبي بخش لغاري (ٽنڊو باگو) مشهور آهي. سندس هڪ ئي تصنيف "سسئي پنهون" داد لاءِ، اڄ بہ حاضر آهي. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي ضلعي جي ٽن مشهور شاعرن: حسين ديدڙ، شاهہ محمد ديدڙ ۽ حاجي خانڻ چنجڻيءَ جو سرائڪي ڪلام پڻ موجود آهي. انهن شاعرن کي بہ سندن ڪلام امر بڻائي ڇڏيو آهي. پر جڏهن سچل جي سرائڪي ڪلام

تي نظر پوي ٿي، تڏهن اُمالڪ ائين چوڻو پوي ٿو ته سچل جو ڪلام مڙني جي سرائڪي ڪلام ڪان مٿاهون آهي.

زنده شاعر کي ته ظاهري طرح ڏسي سگهجي ٿو ۽ ان جي هلت چلت کي به خاموش مبصر جي حيثيت ۾ پرکي سگهجي ٿو. پر جن هي جهان ڇڏيو آهي، تن کي راوين جي روايات ۽ سندس ڪلام مان پروڙي سگهجي ٿو. راوي ڪٿي ڳالهه ڪندي ڪندي، مقصد جي هدف کي تير نه به هٽي سگهي، پر سندس شعر صحيح معنيٰ ۾ عڪاسي ڪري ٿو. هونءَ به تسليم شده آهي ته ڪنهن جي به لکت مان ان جي دلي ڪيفيت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

اسان وٽ سنڌي شاعرن جو شعر ڪافي حد تائين موجود آهي. جيڪڏهن ناقدانه ۽ عالمانه نظر سان ڏسبو ته سندن شعر، هڪ جهڙي حيثيت نٿو رکي. ڪن جو شعر ايڏو ته بلندپايه جو آهي، جو پڙهندي راحت پيئي اچي. ليڪن ڪن جو شعر ان معيار مطابق نه آهي، جو ڳچ وقت زنده رهڻ جي قابل چئي سگهجي. اهو انهيءَ ڪري، جو هر ڪنهن جي تخيل جي پرواز جي پهچ نرالي آهي. ڪي اهڙا شاعر آهن، جن کي مجاز جي ڏور، زمين ڪان آجو نه ٿي ڪري، جنهن ڪري اتي ئي ترسي پيا آهن، پر ڪي اهڙا به عمدا شاعر آهن، جن جي پرواز جي باز کي مجاز جي ڏور روڪي نٿي سگهي. اهڙن برگزيده شاعرن جو ڪلام يقيناً حقيقت جي پايه تي مبني آهي، ۽ انهن کي ئي زندهه دوام جو شرف حاصل ٿيو آهي. جيڪڏهن ڪو پياسي سچيءَ دل سان، ڪلام جي بحر بي ڪران ۾، غواصانه ٽٻيون هڻندو ته هٿين خالي هوندي به، مقصد ۽ مراد جي موتين جون مٺيون ڀري ايندو. اسان جو سچل سائين به اهڙن شاعرن جي صف ۾ آهي، جنهن جو ڪلام، فصاحت انجام، اڄ به اها ئي اهميت رکي ٿو جيڪا اڳ رکندو هو. سندس ڪلام ۾، جا سڳند ۽ سرهاڻ آهي، سا ٻين جي ڪلام ۾ خير ڪا آهي. بيتن ۾ سندس خيالن جو سلسلو اهڙو سوڌو رهي ٿو، جو ڪٿي به ڪو جهول نظر نه ٿو اچي. سادا

لفظ، پر سهڻا: سادا محاورا، پر موزون ۽ سادا، پر وڏي ويچار وارا خيال، اهڙي تہ چستيءَ سان ڪم آندا اٿس، جو گويا ادبي مالها پئي معلوم ٿئي، جا اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي ڪونج گلي ۾ هر وجھہ سونهڻ جي لائق آهي. انهيءَ ڪري، جو هن:

يڪي دان ويڪي بين ويڪي گوءِ
يڪي خواھہ ويڪي خوان ويڪي جوءِ

تي سو فيصد عمل ڪيو آهي:

اسان جي شاعرن ۾ تمام گهڻيون خوبيون آهن، عام چوڻيءَ مطابق هر هڪ شاعر ۾، گهٽ ۾ گهٽ، هڪ خوبي جو هئڻ اشد ضروري آهي. عام چوڻي:

حاڪم هو وي، عدالت نہ ڪري، اوندا حاڪم سڏاوڻ ڪيا،
عورت هو وي، شرم نہ جاڻي، اُوندا عورت سڏاوڻ ڪيا،
انسان هو وي، انسانيت نہ جاڻي، اوندا انسان سڏاوڻ ڪيا،
شاعر هو وي، سچ نہ الاوي، اوندا شاعر سڏاوڻ ڪيا.

تحقيق اها پوئين خوبي، اسان جي سدا حيات شاعر سچل سرمست ۾ آهي، جو سدائين سچا، ٻهڪندڙ ٻول ٻوليندو رهي ٿو:

سچ تا مرد چون، ڪنهن ڪي وٽي نہ وٽي
ڪوڙي دوستيءَ جو دم، بٽي نہ بٽي.

اهوئي سبب آهي جو سچل ڪنهن بہ راز تي ڪڪ نہ رکيا آهن، پر ڪڪ لاهي پڌري پٽ سچ چئي ڏنو اٿس تہ جيئن طالب پنهنجي سمجھہ ڪان ڪم وٺي، پنهنجي من جي مدعا پوري ڪري سگهي. فرمائي ٿو:

مين تا ڪوئي خيال هان، ليسان نال خيال دي،
زهد عبادت تقويٰ طاعت، اي يي ڪم ڪشال دي،

فڪراهين وچ فاني ٿيوين، ويکين جوڙ جمال دي،
اهين فڪر اُهي ويسن، صاحب سي، احوال دي،
مين ديدار، ديدار مين وچ، پهريم ويس وصال دي،
سچل سچ ديدار ڪريندا ظاهر، الا ڪاڻ قتال دي،

سچل سائين سرائڪي، پنجابي توڙي ملتاني زبان جي لهجي ڪان پوريءَ پر واقف آهي، هڪ ملتاني عورت، جا محبوب جي اوسيڙي ۽ انتظار ۾ ڏينهن ڳاري ٿي، سا پاڻ کي محبوب جي گولي ٿي، سندس ڪٽ جي پيرانديءَ ڪان سمهڻ چاهي ٿي، ۽ محبوب جي ڪتن جي لوڏ ۾ ڪتي هجي يا رڇ يا پولڙي هجڻ ۾ بي انداز فخر وٺي ٿي. اهو انهيءَ ڪري جيئن هوءَ سدائين پنهنجي ساجن ساڻ هجي. عورت جي ان نفيس ۽ نازڪ جذبات جي ترجماني، سچل سائين هن ريت ڪري ٿو:

ساري راج تيڏي دي، مين گولڙي گولڙي هوسان،
شالا، اسان تي مهر پويئي،
ايڏي اوڏي مول نہ ويسان وي،
يار سهڻا، تيڏي جهولڙي جهولڙي هوسان.
سر پيراندي وي سان لڳڙي هان مين،
انگ وي تيڏيدي مين، چولڙي چولڙي هوسان،
لوڏ ڪتيان دي وي ميان، دلبر، تيڏي دي،
رڇڙا يا وت مين، پولڙي پولڙي هوسان،
روز ازل ڪنون ميان، سڻ سچو سائين وي،
ناڻءَ تيڏيدي مين، گولڙي گولڙي هوسان،

هينئر وري هير جي دل جي ترجماني ڏسو:

نور پريا رخ پياريدا، الله پياريدا، دلداريدا،
مين نماڻي هيرجٽي، تون صاحب تخت هزاريدا،
سهڻا مين نون ايوين پئيندا، جيوين گل هزاريدا،

وڏڙي ويلي جو شاهہ مليا، تيا سبب ستاريدا،
مستان نون جو مست ڪتوئي، سچو ڪم بچاريدا.

وڌيڪ ترجماني هن ريت ڪري ٿو:

تون تا آ، وس ساڏي ويڙهي، سڻ وي رانجها ميان،
دوست اسان ڪنون دور نہ جاوين، ٻهہ نيڻان دي نيڙي،
ڪيڙيان دي نگري ڪنون توبهہ هوئي، لتي اسان تون جهيڙي،
تون تا ميڏا، مين تا تيڏي، گهول گهتان سڀ ڪيڙي،
عشق تساڏي، قيدي ڪيتا، لهہ پئي سنڌي سيڙي،
سدا هووين تون نال ڪرم دي، دوست سچو دي ديري.

ڪيڙا قوم زميندار هئي(اڄ بہ آهي)، تڏهن بہ هير، سندن پلنگن ۾ طول وهاڻن ڪي تڇ سمجهي ٿي. سندس اٽل ارادو اهو هو تہ ڪنهن بہ طرح ٻانهن تي تري، رانجهوجي وٿاڻن تي وڃان تہ جيئن سندس دل جو ويران گلشن سرسبز ٿئي. اهڙي ماحول کي سچل سائين، هن ريت نباهي ٿو:

ادب نال اليسان، هوسان مين رانجهن دي نال،
ٻن ڪيڙيان دي طول وهاڻي، پلنگين پير نہ پئيسان،
مين رانجهن دي رانجهن ميڏا، ڪيڙا گهول گهتيسان،
پار درياهون جهوڪ رانجهن دي، ٻانهڙ تر تر ويسان،
هڪ دل آهي رانجهن نيتي، ڪيڙيان نون ڪيان ڏيسان؟
سهڻي صورت يار سچو دي، ڪنهن ڪون ڪونہ سڻيسان.

مٿي ڏيڪاريل آهي تہ شاعر جي ڪلام مان سندس دلي ڪيفيت جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو. تنهن کان سواءِ شاعر ڪهڙي منزل جو صاحب آهي، سو پڻ سندس شعر جي اهڃاڻن ۾ اشارن مان ڪنهن حد تائين معلوم ٿي سگهي ٿو. ان ڳالهہ کي ذاتي تجربي جي بناءَ تي واضح ڪجي ٿو. 1952ع ۾ جانڻ خانپوري (ضلع شڪارپور) سان ڪچهري ڪرڻ ويس. چاڪاڻ تہ وقت جو بي نظير شاعر

۽ سگهڙ هو. ان وقت سندس عمر لڳ ڀڳ 80 سال هئي، ڪچهري ڪندي هڪ بيت ڏنم، جنهن جي لفظن جي معنيٰ پڇڻي هئي. بيت ڏيڻ شروع ڪيم ته هن روئڻ شروع ڪيو. آخر روئندي روئندي هڏڪين ۾ پئجي ويو. بيت ته پورو ٿيو پر هنجو روئڻ بند نه ٿيو. جڏهن ڏنم ته هينئر ورندي ملندي، تڏهن ڪيس چيم ته: ”ڏاڏا سائين، روئو ڇو پيا؟“ چيائين ته، ”پٽ، اهو بيت وارو جلال وڏي منزل جو صاحب آهي“. بيت هي آهي:

عرق عنبر تي، آل آگ آلريا، پيني پين پگهر کي،
ڦول ڦهوڳڻ، ڦونتي ڦڙ ڦر، اوڍي ٿو آخضر کي،
چاهه چهڪ تل ترنون تمني، آندو باز بجر کي،
ٻاڻ ٻپرسل، سيف دپارا، ڪن پيا تيز خنجر کي،
هرڻ هيين حيران ٿيا، پسي نرگس نين سحر کي،
پٽ چيها اچي پيش ٿيا، پسي لال لالي حمر کي،
حسن حبيبن اڳيان الڪيو، ڇاهي شمس قمر کي،
وڄ جان ورڪيو، ول ويجهر جو، ڀڙڪي ٻاهه ٻبر کي،
اوٿو ماري مرمر کي، جانئون جوڙ جلال ڇئي.

ان مان صاف ظاهر آهي ته منزل وارا، هڪٻئي کي سڃاڻن ٿا. اسان جو سنڌ جو سدا ملوڪ شاعر ڀٽائي به حق تي هو، جو سچل کي ڏسي، چيائين ته ”جيڪو ڪنو اسان چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي ٻالڪ لاهيندو“.

سچل جي منزل، سندس بيت مان ڪتي سگهجي ٿي:

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي،
وچ ميدان محبت والي، دم قدم ذريجي،
اها تڪبير فنا في والي، پهلي پهر پڙهيجي،
مار نغارا انا الحق دا، سولي سر چڙهيجي،
اندر ٻاهر هڪو هووين، موتوا قبل مريجي،

وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تا نہ اڙيجي،
سبحاني ما اعظم شاني، سچل سِر سٽيجي.

ڏسو ڪيڏو نہ سچ جو نعرو بلند ڪيو اٿس! پوءِ بہ اهڙي شاعر کي سندس مرتبي ۽ منزل مطابق جاءِ نہ ڏجي، حد درجي جي ناانصافي آهي. سچل جو نئون ڪليات تيار ڪرائجي، تنهن ڪانسواءِ بقول محترم پير حسام الدين شاهہ راشدي، سنڌ مان ڊاڪٽر گربخشاڻي ثاني جي ڳولا ڪجي، جو سچل جي ڪلام سان پورو پورو انصاف ڪري.

جيئن تہ هينئر حالات نهايت سازگار آهن، تنهنڪري جيڪو ڪم هن دور ۾ ٿي سگهندو، سو ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ ٿي نہ سگهندو. هن ڏس ۾، جوان همت محترم ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ڪافي پاڻ پتوڙيو آهي ۽ اڃا بہ پتوڙيندو رهندو تہ جيئن سندس رتا راس ٿئي.



علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي

# حضرت سچل سرمست ۽ همه اوست

برصغير ۾ وحدت الوجود يا همه اوست جو فڪر ايترو تہ قديم آهي، جو ان جي ڪا صحيح تاريخ ڏئي نہ ٿي سگهجي. هن سلسلي ۾ اسان کي رڳو ننڍي کنڊ ۾ سڀ کان اڳ پر دنيا ۾ سڀ کان پهريائين "اپنشد" ڪتاب ملي ٿو، جنهن ۾ هن مسئلي جي وضاحت ڪئي وئي آهي. هونءَ تہ ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن جي ڪتاب انڊين فلاسافي جي لکڻ موافق قديم هندستان جو سمورو مذهبي لٽريچر فلسفہ وحدت الوجود ۾ رڱيل آهي، پر اپنشد انهن سڀني ڪتابن کان فوقيت رکي ٿو، جيڪي قديم دور ۾ هن موضوع تي لکيا ويا آهن. هن ۾ همه اوست مسئلي جو بنياد رکيو ويو آهي، جو مختلف مذهبن کي پاڻ ۾ جذب ڪري اڳتي وڌڻ گهري ٿو. ايڏي جامعيت هوندي بہ اهو ڪتاب مسلمانن لاءِ ڪنهن واضح فڪر جو بنياد بڻجي نہ سگهيو. ڇو تہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح هن فڪر ۾ انهن تحريرن مطابق بت پرستي شامل ٿيندي رهي. ان ڪري اپنشد جو اهو فلسفو ننڍي کنڊ جي مسلمانن مان مذهبي مفڪرن ۽ صوفين کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو تہ رهيو، پر بت پرستي جا تصورات انهن ۾ هڪ وسيع خليج پيدا ڪندا رهيا. هن ڪتاب جي ڏهن جلدن کي منهنجي استاد علامہ عبيدالله سنڌي مطالعو ڪيو آهي.

ننڍي کنڊ اندر مسلمانن ۾ هن فڪر جو قديم پيشوا ۽ امام شيخ ابو علي سنڌي نو مسلم آهي، جنهن شيخ بايزيد بسطاميءَ کي هن فڪر جي تلقين ڏني. تصوف جي اولين ڪتاب اللمع ص 235 ڇاپو مصر تي ابونصر سراج طوسي (وفات 378 هجري) لکي ٿو:

"وقال ابو يزيد البسطامي رحہ صحبت ابا علي السندي فلنت القنه ما يرقيم بہ فرضه و كان يعلني التوحيد والحقائق صرفا".

ٻين صوفين ﺑﻪ هن ڳالهہ کي ڪتاب اللمع ڪان ورتو آهي. مطلب تہ بايزيد بسطامي فرمايو تہ مان ابو علي سنڌيءَ سان مليس، مون هن کي "قرآن" مان ايترو پڙهايو جيئن هو فرض نماز صحيح طور پڙهي سگهي ۽ هو مونکي توحيد (وحدت الوجود) ۽ حقائق جي تعليم ڏيندو رهيو. شيخ ابو علي سنڌي جو دور تصنيف تاليف جو دور نہ هو ان ڪري هن ان فڪر تي ڪا تاليف تہ نہ ڇڏي ۽ پاڻ بہ هتان سنڌ مان اسري ٻاهرين ملڪن جا وڻ وسايائين. ان ڪري هتي سنڌ اندر ان دور ۾ هن فڪر جي ڪا وڌيڪ اوسر نہ ٿي سگهي، پر هن درويش ٻاهرين صوفين کي مستيءَ جي جيڪا ستي پياري ان وچي هٽي هنڌ ڪيو. شيخ بايزيد بسطامي هن فڪر جو وڏو شيخ ثابت ٿيو. هن جي دور جي قريب وارو حسين بن منصور حلاج تہ ميدان ۾ ڪڏي پيو. ان هن فڪر کي لڪ ڇپ مان ڪڍي دنيا ۾ نروار ڪيو ۽ ان لاءِ قرباني ڏني. ان جو اهو نتيجو نڪتو، جو همه اوست جو نعرو ويو دنيا ۾ وڄندو. ان سُرڪيءَ مان شيخ فريد الدين عطار ۽ شيخ محي الدين ابي عربيءَ کي بہ ٻهرو مليو. هنن ٻنهي بزرگن تصنيف، تاليف ۽ تلقين ذريعي ساري اسلامي عالم کي فيض ڏنو. هو انهيءَ فڪر جا وڏا مبلغ هئا. شيخ ابن عربي جو اهو فڪر برصغير ۾ سڀ کان پهريائين هتي سنڌ جي قديم دار السلطنت ملتان ۾ پهتو. جيئن تہ شيخ صدرالدين عارف سهرورديءَ (وفات 709هہ) جي حالات ۾ ڪتاب "سير العارفين" جي حوالي سان هيءَ احوال معلوم ٿئي ٿو:

> "درايامي کہ شيخ فخر الدين عراقي در قونيہ آمد اول بہ صحبت شيخ نورالدين جندي رسيد کہ او نيز از مريد آن کہ شيخ محي الدين ابن عربي است و باتفاق او حضرت شيخ صدرالدين قونوي را دريافت و نسخہ فصوص در صحبت ايشان مطالعہ کرد."

مطلب تہ جن ڏينهن ۾ شيخ فخرالدين عراقي (خليفہ مخدوم بهاءُ الحق ملتاني) جڏهن قونيہ ۾ آيو تہ هو پهريائين شيخ نورالدين جندي جي صحبت ۾ پهتو جو اهو بہ شيخ محي الدين ابن عربي جي وڏن خليفن مان هو، ان سان گڏجي شيخ صدرالدين قونوي جي زيارت ڪيائين ۽ فصوص ڪتاب جو نسخو ان جي صحبت هيٺ مطالعو ڪيائين.

سنڌ ۾ جيئن تہ حديث، فقه ۽ ٻين اسلامي علمن جو عروج رهيو ان ڪري فصوص کي ايڏي مقبوليت نہ رهي، جيڏي شيخ شهاب الدين سهروردي جي ڪتاب عوارف المعارف کي رهي. هن ڪتاب کي پڙهايو ويندو هو ۽ پاڻ جي عالمن پاران ان جي عربيءَ ۾ شرح بہ لکي وئي.

فصوص بابت ڏهين صديءَ جي عظيم فقيهہ مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ هڪ اعتدال پسند فتويٰ صادر فرمائي تہ ابن عربيءَ جي فصوص ۽ ٻين ڪتابن جي مطالعي کان عام عالمن کي پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ مصنف کي بہ گهٽ وڌ نہ ڳالهائجي وغيره. هن مان بہ اهو تہ معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم جعفر عليه رحمت کي اها ضرورت تڏهن آڏو آئي، جڏهن هن ڏنو تہ اهو ڪتاب هتي رواج وٺي رهيو آهي.

اڳتي هلي ٻارهين صديءَ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جو قريبي دوست مخدوم محمد معين ٺٽوي عرف مخدوم ٺاري خود شيخ ابن عربيءَ جي ڪتابن جو سنڌ ۾ درس شروع ڪيو. وحدت الوجود يا همہ اوست جي تائيد ۾ ان تي رسالا لکيا جيڪي هن حقير جي ڪوشش سان اردو ترجمي سان گڏ شايع ٿي چڪا آهن. مخدوم معين، ابن عربيءَ جي ڪتابن جو ايڏو تہ ماهر ٿو معلوم ٿئي، جو پنهنجي تاليفات ۾ جابجا انهن جا حوالا ٿو آڻي ۽ شرحون ٿو لکي.

سنڌي صوفين ۽ بزرگن مان مخدوم ٺاري ٺٽويءَ کان پوءِ اسان جو سنڌ جو عطار سچل سرمست پهريون سنڌي آهي جو موج ۽ مستيءَ ۾ اچي علمي فڪر کان وڌيڪ حلاج وارو نعرو اناالحق هڻي ٿو. شاباس آهي ان دور جي مير صاحبن حاڪمن کي جن مٿس راسخ العقيده عالمن

جي پرڻ تي ڪا بندش نہ وڌي.

سچل سرمست پنهنجي ڪلام ۾ ڪڏهن تہ سلوڪ ۽ شريعت جي ڳالهين کي ملائي نرم انداز ۾ فرمائي ٿو:

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو،
ساڻ سدا آهي تان تنهنجي، پرين نہ آهي ٻي پار،
ڦولهي لهج پاڻ مؤن، چو تو ويين وٽڪار،
وفي انفسڪم افلا تبصرون، ويجهو ڪيم وسار،
پرين نہ پڇج پنڌڙا، تون "سچو" پاڻ سنيار.

هن ڪان پوءِ سرمست پاڻ تي نوع انساني جي هڪ فرد هجڻ ڪان نظر ڪندي پاڻ کي انسان سمجهڻ کي ڀل چڪ ۽ غلطي تصور ڪري ٿو، هن هستيءَ جي جاءِ تي هڪ ٻي حقيقي هستي لڪل ڄاڻي ٿو ۽ ان کي بلبل سان مشابهت ڏئي اصل ڳالهہ تي اچي ٿو ۽ هڪ ذات پاڪ جي سراسر سچ ۽ صداقت هجڻ جو آواز اٿاري ٿو:

ڀول نہ ڪنهن ڀل، تون تہ آدم ناهين،
لڪو ٿو لاتيون ڪرين، جيئن باغ اندر بلبل،
احد منجهارون عبد سڏايئي! هئين تان پاڻ اصل،
"سچل" چوي سچ تي آئين، ڪونهي تنهنجو تل.

نيٺ هڪ ٻي ڪافي ۾ فاني هستي ڪان منهن موڙي ڪيس اصل حقيقت جو اظهار ڪرڻو پئي ٿو ۽ هيءَ مستيءَ جو نعرو هڻي ٿو:

نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار

سرمست جي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن مسئلي ۾ سندس مرشد جناب منصور ۽ شيخ فريد الدين عطار آهن. سندن نالن ۽ تعليم کي وڏي عزت سان ذڪر ڪري ٿو، جو تہ عملي طرح انهن ٻنهي بزرگن جو هن عقيدي ۾ وڏو پاڳو رهيو آهي. هڪ هنڌ هو بيتاب تي پنهنجي هن ظاهري وجود کي بت

سڏي رهيو آهي جنهن کي پڇي پرزا ڪرڻ ضروري آهي ۽ پوءِ پنهنجي مرشد جي موج ۾ اچي وحدت جو نعرو هڻي ٿو:

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان،
ظاهر ڪريان ذات کي، تاهي ٻت پڇايان.
منصوري جي موج ۾، تو "انا الحق" الايان،
واديءَ ۾ وحدت جي، گهوري سر گهمايان،

سرمست هن ظاهري هستي ۽ جهان کي سندس ئي ٺاهيل هڪ تماشو سڏي ٿو، هن حقيقت کي ٻين صوفين به پنهنجي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪيو آهي. پر سچل سائين ڪليل لفظن ۾ مثال ڏئي ان کي واضح ڪري ٿو:

صورت سڀ سلطان پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو!
ڪاٿئين حنبل شافعي، ڪاٿئين مالڪ نعمان
ڪاٿئين پٽي پوٿيون، ڪاٿئين پڙهي قرآن
ڪاٿئين انا الحق چوي، ڪاٿئين ڦيرائي فرمان.

آخر ۾ ان سڀ کي پاڻ لاءِ حيرت جو مقام سڏي ٿو ۽ فرمائي ٿو:

"سچو" پيو صبر ۾، هوءِ حيرت ۾ حيران

وحدت الوجود يا همہ اوست جي صوفين وٽ اها معنيٰ ٻڌائي وئي آهي تہ خدا کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا بہ شيءِ وجود نہ ٿي رکي يا هي جو ڪجهہ بہ موجود آهي سڀ خدا ئي آهي. اهل ظاهر وٽ خدا ڪائنات جي سلسلي کان ٻنهہ هڪ جدا ذات آهي، صوفين وٽ خدا پاڪ ڪائنات جي سلسلي کان الڳ نہ آهي.

مطلب تہ ڏاڳي کي جيڪڏهن ڳنڍيون ڏنيون وڃن تہ انهن جي هستي جيتوڻيڪ ڏاڳي کان الڳ نظر اچي ٿي، پر حقيقت ۾ ڏاڳي کان سواءِ ڳنڍ ڪا بہ زائد شيءِ نہ آهي.

آخر ۾ اهو ٻڌائڻ نهايت ضروري آهي تہ اسان جو سچل سائين

جيتوڻيڪ حلاج، شيخ اڪبر ۽ عطار وانگر وحدت الوجودي صوفي هو ۽ هن فڪر جو وڏو مبلغ بہ هو، پر ان سان گڏ ظاهري شريعت جو بہ پابند هو. قرآن مجيد جو حافظ ۽ ديني علوم جو ڄاڻو هو. اهڙن بزرگن لاءِ ڪي اوباش ماڻهو شريعت جي مخالفت جو الزام هڻندا آهن. جيئن اڳين بزرگن لاءِ بہ چيو ويو، پر حقيقت ان جي خلاف هئي. شيخ اڪبر ابن عربيءَ لاءِ مخالفن وڏا الزام مڙهيا، پر جڏهن اسپين جو واقعو ۽ سانحو وجود ۾ آيو تہ مسلمانن جي پريشان حالي ڪي ڏسي سندس هيءَ حالت تي پئي جو هڪ خط ۾ لکي ٿو:

"آئون هن حال ۾ پنهنجو خط لکي رهيو آهيان جو منهنجا ڳوڙها وهي رهيا آهن ۽ منهنجي وس ۾ نہ آهي تہ ان کي راضي ڪيان. آئون گهران ٿو تہ حضرت محمد رسول الله ﷺ جي دين کي بلند ٿيندو ڏسان ۽ ڪوڙن جو مذهب مٽجي وڃي."

حق موجود، سدا موجود.



ڊاڪٽر شاهنواز سودر

# انساني عظمت ۽ سچل سرمست

ڪيهي ڪعبي، ڪيهي قبلي، ايهي تہ سڀ بهاني
مين ڪيوين نيت ڪعبي دي ڪران، پير ميڏا ميخاني
"سچل" آپ سائيان فرمايا، "تيوو حق مستاني"

قومن جا عظيم ۽ ڏاها انسان بہ انهيءَ ساڳي سماج ۾ جنم وٺندا آهن، جنهن ۾ هڪ عام انسان جنم وٺندو آهي. اهڙو سماج، جنهن ۾ انسان ذات جي جذبن، حقن ۽ تشخص کي لتاڙيو ۽ چيڀاٽيو ويندو آهي، اهو ڪنهن کي بہ پسند ڪو نہ هوندو آهي. هر ڪو انسان ظلم ۽ ڏاڍ کان نفرت ڪري ٿو. جنهن سان بہ ظلم ۽ جبر ٿيندو آهي، اهو ان کان نجات جي راهہ بہ تلاش ڪندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هر انسان جي ذهني پهچ ايتري ڪو نہ هوندي آهي، جيتري قوم جي ڪنهن داناءَ ۽ ڏاهي انسان جي هوندي آهي. انڪري هر ڏاهو انسان نہ رڳو عام انسان لاءِ، پر پوري قوم جي نجات ۽ آزاديءَ جون راهون تيار ڪندو آهي. اهوئي سبب آهي جو قومون پنهنجي ڏاهن جي قولن کي قومي دستاويز سڏينديون آهن. اسان کي ائين چوڻ گهرجي تہ قومن جا ڏاها انساني فطرت جي سوغات هوندا آهن. ڏٺو ويو آهي تہ هوڏانهن انسان ذات جي مونجهاري ۽ گهٽ جو وقت آيو نہ آهي، ۽ هيڏانهن ڪنهن مها پرش جو جنم ٿيو نہ آهي. تاريخ جي مطالعي مان لڳي ٿو تہ، اهڙن انسانن جي پنهنجي وقت سان ڪا ٽڪ پڌل رهي آهي جو هر پر آشوب دور ۾ ڏاها انسان جنم وٺندا رهيا آهن. منصور حلاج ، مخدوم بلاول، شاهہ عنايت شهيد، سرمد، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست ان ڳالهہ جو ثبوت آهن. سچل

سرمست جو جنهن دور ۾ جنم ٿيو، اهو سنڌ ۾ پر آشوب دور هيو. سچل 1739ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1827ع ۾ وفات ڪيائين. تاريخي اعتبار کان ڏٺو وڃي ته سچل جي (88) اٺاسي سالن جي ڊگهي زندگي مذهبي ڪٽرپڻي واري دور ۾ گذري. سندس ڪلام مان ته چٽي شاهدي ملي ٿي ته سرمست جي سموري حياتي ملائيت جي عروج واري دور سان ٽڪر ۾ گذري.

ڪلهوڙا حاڪم پيري مريديءَ جي آڙ ۾ حڪومت ڪندا هئا ۽ جڏهن ٽالپرن جو وارو آيو، ته انهن به ملائي سگهه مان فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اهو وجهه هنن به هٿان نه ڇڏيو. اڪثر ڪري مذهبي ڏانوَ جون حڪومتون حقوق العباد کان وڌيڪ حقوق الله تي زور ڏينديون آهن. هو عوامي مسائل حل ڪرڻ جي بجاءِ مذهبي ريتن رسمن ۽ مناظرن تي زور ڏينديون آهن. جنهن ڪري عوام جي فلاح ۽ خوشحاليءَ جا موقعا معدوم ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح عوام جو وڏو طبقو مصيبتن ۽ صعوبتن کي شڪر الحمد لله چئي قبول ڪندو آهي. بدقسمتي ته وري اها هوندي آهي، جو ملو ۽ قاضي مذهبي حڪومتن جو ساٿياري هوندو آهي. ڌرين جي گڏيل سازشي منصوبن سان سيني جا جاوا هوندا آهن. يعني حاڪم جو جاهه جلال قائم هوندو آهي، ته ملي ۽ قاضيءَ جو وري سڌيو ٽڪر سندن دستر خوان تي هميشه تيار هوندو آهي.

سنڌ جي تاريخ جا سڀ ورق اها شاهدي ڏين ٿا، ته مذهبي حڪومتن نه رڳو عوامي سگهه کي نيست و نابود ڪيو، پر ملڪ جي هڪ وڏي طبقي کي، جنهن جي هٿ ۾ ملڪ جي تجارت ۽ خوشحاليءَ جون چاپيون هيون، هميشه ڪنهن نه ڪنهن طرح سان حراسان ۽ خوفزده پئي رکيو آهي. جڏهن به ڪنهن لٽيري حاڪم پنهنجي جابرانه حاڪميت کي مستحڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، يا پنهنجي خزاني کي پرڻ گهريو آهي، ته هن ملي ۽ قاضيءَ جو سهارو حاصل پئي ڪيو آهي، جنهن ڪري هن جي ساٿ سان تاجر طبقي کي زير ڪرڻ ۾

حاڪم ڪي ڪا به ڏکيائي ڏسڻ ۾ ڪانه آئي آهي. سچل سرمست پنهنجي ڪلام جو وڏو حصو مُلا جي مخالفت ۾ انڪري ڪو نه پيش ڪيو ته، ڪو ملن سان سرمست جو ڪنهن جاگير تي تنازعو هيو. پر هن ڏٺو ته مُلو هر ناجائز ڪم ۾ حاڪم جو ساٿياري رهيو آهي ۽ حاڪم جي ڪڌن ڪرتوتن کي پناهه ڏيندو رهيو آهي. ان ڪري هن مهاپرش انسان پاڻ تي واجب سمجهيو ته هو دين جي ٺيڪيدارن کي چٽيءَ ڏئي ته:

قاضي، مين سچ آکان تينو، ڇوڙ مسائل مصلا،
آءُ پيون هڪ سرڪ مئي دي، مول نه ٿيوين مُلا،
"سچل" جنهن حق حاصل ناهين، راهه ڪنون او پلا.

اها قطعي حقيقت آهي ته صحت مند ۽ سگهارو سماج تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهندو آهي، جڏهن انسانيت جي عزت ڪئي وڃي ۽ فرد جو احترام ڪيو وڃي. نفرت، تعصب، خود غرضي، لٽ مار ۽ عقوبتن واري ماحول ۾ نه ملڪي خوشحالي ممڪن ٿي سگهي ٿي ۽ نه ئي وري ڪنهن انسان کي سماج جو ڪارگر فرد بڻائي سگهجي ٿو. انسان به ٻئي انسان جي عزت ۽ تڪريم تڏهن ڪندو آهي، جڏهن ڪيس به پنهنجي احترام جو يقين ملندو آهي. سچل سرمست هڪ عالم انسان هيو. هن پنهنجي ماحول ۾ جڏهن انسان کي ويڳاڻو، ملول ۽ لاچار ڏٺو ته هن دانشور جي حساس دل ۽ ذهين دماغ کيس اهڙي ڪلام چوڻ تي مجبور ڪيو. جنهن ۾ انسان جي وقار ۽ عزت جو درياهه موجزن نظر ٿو اچي. سچل جي ڪافيءَ جي هيٺين بند تي ٿورو غور ڪيو. توهان کي يقيناً ان ڳالهه جو اعتراف ڪرڻو پوندو ته اهڙو مانُ ۽ عزت انسان ذات کي شايد ئي ڪو سياستدان ۽ ڪو ڏاهو ماڻهو ڏئي سگهندو. فرمائي ٿو:

ڇوڙ گمان گدائي والا، شملا چاهڍ شاهي دا،
مار نغارا وحدت والا، فڪر ڪرين پاتشاهي دا.

سچ پچ ته سياسي افراتفري، معاشي بدحالي، سماجي ناهمواري

۽ حاڪم جي ناعاقبت انديشي واري پاليسيءَ ڪي جيترو دانشور طبقو محسوس ڪندو آهي، اوترو پيو ڪو بہ نہ ڪندو آهي. جنگي جنون، معاشي گهوٽالو ۽ عوامي پريشاني، جيڪا ڪلهوڙا ۽ ٽالپور دور ۾ ملڪ اندر اپري، اها تاريخ ڪان لڪل ڪانهي. ڪلهوڙا حاڪميت جي ناعاقبت انديش حاڪم ميان عبدالنبيءَ جڏهن ٽالپرن کي مات ڪرڻ لاءِ مدد خان پٺاڻ کي سنڌ ۾ مدد لاءِ گهرايو، تہ ان جي اچڻ سان سنڌ اندر جيڪو قهرام ڪڙو ٿيو، اهو تاريخ ڪتي ٿي وساري سگهي! ”تاريخ ڪلهوڙا“ جو مصنف لکي ٿو تہ: هندستان جي مختلف حصن ۾ وقت بوقت ڏڪار پوندا رهيا، ليڪن سنڌ کي فقط ان زماني ۾ ڏڪار سان واسطو پيو، جڏهن مدد خان پٺاڻ فوج وٺي عبدالنبيءَ جي مدد لاءِ آيو. هن چوطرف باهہ جو طوفان ڪڙو ڪري ڇڏيو. نہ ڪنهن جو سر سلامت هو، ۽ نہ ڪنهن جي عزت ۽ آبرو، ڳوٺن ۽ فصلن کي ناس ڪيو ويو. جتان بہ هي درندو گذريو، خون جي راند ڪيڏندو ويو“. سوال آهي تہ ”ڇا سچل جهڙي داناءَ انسان انهيءَ خوني طوفان ۾ جلندڙ انسانن جون آهون ڪونہ ٻڌيون هونديون؟“ سچ تہ سچل جي ڪلام جو مطالعو ٻڌائي ٿو تہ هن پنهنجو سمورو ڪلام، اهڙين تباهہ ڪارين ۾ پيڙيل انسانذات جي عزت ۽ وقار کي وري اجاگر ڪرڻ لاءِ چيو آهي. خوف ۽ حراس جي ڪري جيڪو عام انسان جو ذهن غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙجي چڪو هو، سچل جو ڪلام ان لاءِ نجات آهي.

حيرت جي ڳالهہ آهي، تہ انسان جي عزت ۽ وقار جي وڌائڻ واري ڳالهہ تي ملن مٿس ڪفر جون فتوائون بہ ڏنيون، پر هن مرد مجاهد ان جو ڪو بہ خيال نہ ڪيو. سرمست کي انسان لاءِ ايتري تہ عزت آهي، جو هو نہ رڳو انسان کي انسان جو ٻانهو ڏسڻ قبول نٿو ڪري، پر انسان جو خدا سان تعلق بہ غلاميءَ وارو روانٿو چوي، انهيءَ ئي سوچ شايد کيس ”انا الحق“ جي نعري هڻڻ تي هرڪايو هجي! فرمايائين:

”آپ سڄاڻ، ”انا الحق“ آکين ماٹي عشق الاهي دا.“

يا چيائين:

احد احمد هڪڙو، آهي پاڻ الله،
ساڳيو اٿو پاڻ سو، جئو جو ارواح،
سچو سچيءَ ڳالھ ۾، ڪھڙو ڪيم گناھ.

مطلب تہ سنڌ ۾ جيڪي وهيو واپرايو، سچل سرمست پنهنجي حياتيءَ ۾ اکيين ڏٺو ۽ انهن برائين جي خلاف جهاد بہ ڪيو. انسان جي عزت نفس کي پيڙڻ مان جيڪي نتيجا نڪري سگهن ٿا، سچل انهن تي پليءَ پٽ غور ڪيو ٿو ڏسجي. اهوئي سبب آهي جو هن پنهنجي ڪلام جو چڱو حصو ماندي ۽ ملول انسان کي متي اپارڻ لاءِ چيو آهي. هو ڏاڍو ڏاهو انسان هو. انسانيت جو خيرخواھ هو. هو جو ڪجھ پنهنجي ڪلام ۾ چئي ويو آهي، اهو اسان لاءِ هدايت آهي. اسان جو فرض آهي تہ انهيءَ آفاقي ڪلام تي سوچي ۽ زندگيءَ جي ڪا راھ متعين ڪيون. آخر ۾ هن بيت سان موڪلاڻي:

روئڻ ڪان نہ رهن، آيل اهي اکيون،
سپ ڪنهن ويل وهن، اٿن اٿر اوهيرن جا.



# سچل جي حب الوطني

هي هڪ حقيقت آهي تہ حب الوطني انسان ذات جي هڪ قديمي، جمهوري ۽ عالمگيري خصلت آهي، جنهن جي ڪري دنيا جون مختلف قومون ۽ انهن جون مخصوص تهذيبون، مختلف ملڪ ۽ انهن جون مقرر سرحدون، ڪيترن زمانن کان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي قائم ۽ برقرار آهن. اها ئي انساني وصف آهي، جيڪا ڪنهن قوم جي مخصوص اخلاقي نظام کي جنم ڏئي ٿي ۽ ان جي فردن ۾ قومي غيرت، شجاعت، جدوجهد، خدمت، سخاوت، سچائي ۽ قرباني جي مقدس جذبن جي پرورش ڪري ٿي. حب الوطني انسان ذات جي عظيم ميراث آهي ۽ ان تي فخر ڪرڻ لاءِ، پنهنجي شعر ۽ ادب ۾، هر ملڪ وٽ اهڙا مثال محفوظ آهن، جيڪي حق ۽ باطل جي، تصادم جي تاريخ ۾ سندن، ڪردار جي عڪاسي ڪن ٿا.[1] جيتري تائين انسان ۽ ڌرتي جو لاڳاپو آهي حب الوطني جو جذبو سلامت آهي. هي جذبو پئي پراڻو نہ ٿيندو، ڇو تہ هن جذبي انسان جي جسم ۽ جان ۾ جاءِ جوڙي آهي.

اسان جو سچل سرمست بہ انهيءَ حب الوطني جي جذبي سان سرشار آهي. سندس رڳ رڳ، نس نس ۽ لونءِ لونءِ ۾، ساڻيهہ جي سِڪ ۽ ملڪ جي محبت آهي. جڏهن هن جي نظر ديس جي ڪنهن بہ شئي تي پوي ٿي تہ هو بي اختيار ٿيو وڃي. ”حب الوطن من الايمان“ جو جذبو، ڪر ڪٽي ٿو. سندس اسلوب بيان ۾ وطن لاءِ ايڏو جذبو سِڪ، تڙپ ۽ امنگ پئدا ٿيو پوي جو ذهن ائين محسوس ڪرڻ لڳي ٿو تہ، سندس فڪر ۽

(1) شمشير الحيدري: سنڌي شاعري جو اپياس. ص 152

فلسفي جو بنياد ٿي، وطن جي حب تي آهي. هن زندگي جي ٻين سيني داخلي پهلوئن کي، هن روشني ۾ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي. سندس هر شعر ۾، اها ئي تنوار آهي. دراصل اسان جا صوفي شاعر، پنهنجي عوام جا شاعر آهن. هنن پنهنجي سموري زندگي عوام سان گڏ گذاري آهي ۽ انهن جي ڏکن ۽ دردن، سور ۽ پيڙاءَ سندن شاعري ۾ اصليت پيدا ڪئي آهي، ان ۾ سونهن بخشي آهي، ان ڪري ئي ان ۾ مصنوعيت ۽ اجنبيت محسوس نه ٿي ٿئي. اسان جي صوفي بزرگن وٽ پنهنجي جنم ڀومي سان محبت، ن رڳو اڻٽٽ انگ آهي، پر سندن شاعري جو تاڃي پيٽو آهي. هنن بزرگن پيار ۽ محبت جو جيڪو درس ڏنو آهي، اهو سنڌ ڌرتي مان ڦٽل آهي. مسٽر ايم. ايم. صديقي کهڙو نه سٺو چيو آهي ته: "پيار، سهپ، ڪشاده دلي ۽ اهنسا، اهي سنڌي تهذيب جا بنيادي پٿر آهن. پر انهن سيني ۾، سنڌي ماڻهن جو، پنهنجي وطن سان پيار، مرڪزي ستون جي حيثيت رکي ٿو. ايتريقدر جو، سنڌ جي لاطمع صوفي درويشن به ان جي پٿن، پٽن ۽ ٻيرن جو اهڙي اتساهه سان ذڪر ڪيو آهي جو چڻ ته اهي انهن لاءِ آسمان مان لٿل نعمتون هجن."[1] بنگال جي هڪڙي پروفيسر جو چوڻ آهي ته، "دنيا ۾ جتي جتي صوفي ازم اڀريو آهي، انهيءَ انسان ذات سان محبت ۽ ان جي فلاح ۽ بهبود جو درس ڏنو آهي، پر سنڌ اهو واحد خطو آهي، جتي جي صوفين انسان ذات جي خدمت ۽ محبت سان گڏ، ڌرتي سان به، محبت ڪرڻ جو درس ڏنو آهي."[2]

سچل سائين به اهو صوفي بزرگ آهي جنهن جي شاعري جو تاڃي پيٽو ساڻيهه جي سڪ آهي. سندس اهڙا ڪيترا داستان آهن جن ۾ وطن سان محبت جو ذڪر ٿيل آهي. پر خاص ڪري، سر مومل راڻو، سر مارئي، سر سارنگ ۽ سر مالڪوس ته آهن ئي هن موضوع تي. هنن داستانن جي هر بيت، هر سٽ بلڪ هر لفظ ۽ اکر ۾، پنهنجي ملڪ جي

(1) محمد ابراهيم جويو: سچل جو رسالو مهاڳ. ص 4

(2) امام راشدي. سچل جو نظريو سرمست 12 ص 35

مٽي سان محبت ڪرڻ جو پيغام ڏنل آهي. سچل جو ديس سنڌ آهي. سنڌ سندس ماتريومي ۽ ڄمڻ جو هنڌ آهي. وطن ۽ ديس ته انسان جي سڃاڻپ آهي. اطاليه جو مفڪر ميزيني لکي ٿو ته: ”خدا دنيا ۾، درياءَ ۽ پهاڙ، ان ڪري بڻايا آهن ته، هڪ قوم ڪي پنهنجي وطن جي جاگرافيائي حدن کي ڳولهڻ ۾ تڪليف نه ٿئي. وطن کان سواءِ ته ڪنهن قوم کي دنيا جي آزاد قومن ۾ عزت ۽ آبرو ملي ٿي، نه وري ڪا اهميت ئي ملي سگهي ٿي، وطن ۽ وطن کان تڙيل ماڻهو، انسانيت جا لاوارث ۽ بنا پيءُ جي ٻارن مثل آهن، جيئن يهودين وانگر، هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪندا ۽ رلندا رهن ٿا.“[1] سو سائين سچل رح به وطن جي اهميت کي نمايان ڪندي ور ور ڪري چئي ٿو ته:

هڪ جُوءِ ٻيءَ جوءِ، مرد نه ڇڏيندا ميندرا،
تو پڻ پرين پوءِ، وهه لڄايو ڪاڪ کي.
هڪ جوءِ، ٻي جوءِ ڇڏين ڪين جوان،
اهي ٻيي انسان، جي ننگن تي نثار ٿيا.

جوءِ وسارڻ مڙسي نه آهي اها ته ٻاڙيائپ ۽ بي غيرتي جي نشاني آهي، ڇو ته ڄمڻ واري هنڌ ۽ ان جي مٽي سان ته، انسان جو ازلي ۽ ابدي تعلق آهي. ڄمڻ ۽ مرڻ ان سان ئي آهي. ديس جي مٽي متبرڪ آهي، پوتر آهي، پاڪ آهي، مرڻ کان پوءِ، ان ۾ انسان کي سڪون ۽ راحت ملندي آهي. مولانا ابوالاعليٰ مودودي لکي ٿو ته:”ساري حياتي انسان جنهن زمين تي رهي ٿو، مرڻ کانپوءِ، ان جسم جا جزا ڪٿي غائب نه ٿا ٿين، پر انهيءَ زمين جي خزانن مان اهو ٿهي، وڌي ويجهي ۽ پلي ٿو ۽ وري انهيءَ زمين جي خزانن ۾ موٽي وڃي ٿو“.[2] سو اهڙي ملڪ جي مٽي کي، وسارڻ عظيم گناهه آهي. سچل رح چئي ٿو ته:

---

(1) ڊاڪٽر غلام جيلاني برق – رمز ايمان – ص نمبر 181
(2) تفهيم القرآن جلد 7 ص نمبر 228. سورت المرسلات جو تفسير

جو ڏاڏاڻو ڏيهه، مونهؤن مور نه وسري
سو ڏاتر لئه ڏيڪارِ مون، سومرا ساڻيهه،
ري پنهونءَ پرڏيهه، هي مڙيوئي ٻانيان.

سچل ؒ جي ديس سنڌ ڏاڍا سور سٺا آهن. تاريخ جي هر دور ۾ سنڌ ڏاڍ جو شڪار رهي آهي. ڊاڪٽر نواز علي شوق لکي ٿو ته: "سچل ؒ جي دور ۾ به سنڌ سان جيڪي قهر ٿيا، اهي هن پاڻ اکين سان ڏٺا. لڳاتار جنگين، سنڌين کي هيسيل، پيڙيل، ڏتڙيل، نڌڻڪو ۽ بي واهو بڻائي ڇڏيو هو. سندن شخصيت ڇڻ وجود کان الڳ ٿي ويئي هئي. هنن پاڻ کي حلال جانور وانگر هر موقعي ۽ هر مهل تي ڪسندو ۽ بي وس ٿي محسوس ڪيو. سندن بچاءَ جا سڀ دروازا بند ٿي ويا هئا. اهڙي ڏکئي وقت ۾ درازي درويش وٽ کين ٿاڪ ۽ ٿان مليو، کين اجهو ۽ آسرو مليو، عزت ملي، احترام مليو. هن ڏکي گهٽ ۽ ٻوسٽ کان پوءِ هنن سڪون جو ساهه کنيو. کين پنهنجي گم ٿيل شخصيت موٽي ملي، نئين سوچ، نئين لوچ، نوان رند ۽ نيون راهون مليون. جن جي ذريعي کين پنهنجي منزل ويجهو نظر آئي. سچل ؒ پنهنجي سماع وارين محفلن ۾ سنڌين کي جديد سنڌي قوميت جا اصول ڏسيا. جن جو بنياد حب الوطني، مذهبي رواداري، قومي غيرت ۽ خودشناسي تي رکيو ويو. هن سنڌي نوجوانن کي پاڻ سڃاڻڻ جو درس ڏنو." [(1)] ۽ ور ور ڪري چوي ٿو ته:

سداهون سڪيا ماروئڙا ملير ۾،
شل نه ڏينهن ڏکيا، اچن آجڙين تي.

—

سائين سنگهارن جو رڪج پٽ پکي،
ڪوئي تا نه لکي، هون سدائين سرها.

هڪ محب وطن وانگر، سچل ؒ پنهنجي شاعريءَ ۾، سنڌ جي

(1) سچل جي دور جون تاريخي ڳالهيون – سرمست نمبر 6 ص نمبر 25

عام مروج تاريخي، توڙي نيم تاريخي داستانن ۽ لوڪ ڪهاڻين کي علامتي طور بيان ڪيو آهي، جن ۾ عمر مارئي، سسئي پنهون ۽ مومل راڻو اهم حيثيت رکن ٿا. جناب قاضي خادم لکي ٿو ته: "شاعر جي عظمت جو اندازو، ان امر مان لڳائي سگهجي ٿو ته هن پنهنجي شعر ۾، پنهنجي ديس واسين جي بنيادي انساني ۽ اخلاقي قدرن جي بقا ۽ سلامتي لاءِ اهڙو عمل ڪيو آهي، جنهن ڪري، هن جا ديس واسي، پنهنجي ماضي سان ڳنڍجي ويا آهن. ان ڏس ۾ هنجي شعر جا ڪردار، ٻولي ۽ پس منظر ئي هن جي حق ۾، شاهدي طور پيش ڪيا ويا."[1] سچل رح به پنهنجي ڪلام ۾ وطن جي وڻن، واهن، ندين، جانورن، پکين، ڍنڍن، ميون، ٻاڄين ۽ موسمن جو ذڪر ڪري هڪ طرف محبِ وطن شاعر جو ڪردار ادا ڪيو آهي ته ٻئي طرف سنڌ جي ثقافتي پهلو کي پڻ نمايان ڪيو آهي.

جهانگي جهڻ ڀياڪ، ناهن شربت هيروان،
ڳاڙهيون ڪاريون لوئيون پهرڻ تن پوشاڪ،
ڪارڻ پرور پاڪ، مونکي ميڙئين مارئين.

—

جيڪي هُتِ هونديون ساهيڙيون ساٿيهه ۾،
سي پيرون چونڊن پاڻ ۾، ڳڏ ڪيو گونديون،
ساريو مونکي سومرا، رات ڏينهان روئنديون.

—

جڏهن هيس اباڻين، محل ماڙيون مون نه ڏٺا،
لوئي ۽ لاڻين، هيون پيهون پنهوارن جون.

سچل رح پنهنجي ڪلام ۾ سنڌي سماج جو مڪمل نقشو چٽيو آهي. هتان جون ريتون رسمون ۽ سنڌ جي ماڻهن جي اٿڻي ويهڻي

(1) ادب ۽ راويتون — ص 120

ڪي پنهنجي ڪلام ۾ پيش ڪيو آهي. سندن فڪر، نظرين، عقيدن، سوچ، ويچارن سنڌ جي هر شيءِ ڪي محبت سان پيش ڪيو آهي. اهڙو اظهار ڪٿي سنئون سڌو، ڪٿي اشارن، ڪٿي ڪناين، علامتن ۽ تمثيلن سان پيش ڪيو آهي:

- پوتيون پٽايم جن لاءِ، اهي مولا ملايا،
- جنهن جي ڪارڻ مون ٿي فالون وجهايون،
- جنهن جي ڪارڻ مون ٿي سيڙهيون سنياهيون،
- نهائين ڪنئون نينهڙو، سڪيو ساميئڙن،

—

مچ مچايو من ۾ ٻاڦ نہ ٻاهر وجهن،
عاشق متون آڳ جي اولارا ڏين.

هڪ محب وطن شاعر جي هيءَ بہ خاصيت آهي تہ هو پنهنجي ديس جي تاريخ کان چڱي طرح واقف هوندو آهي ۽ هر تاريخي واقعي کي پنهنجي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏيئي ايندڙ نسل کي تاريخ شناسي جو درس ڏيندو آهي. اهڙي طرح وطن جي سالميت، آزادي، خودمختياري ۽ عوامي حقوق جي حاصلات لاءِ قربانيون ڏيندڙن جي عظيم ڪردار کي زندهٔ جاويد بڻائي ڇڏيندو آهي. هڪ طويل بيت ۾ ڏسو تہ هن ڪيئن نہ سنڌ جي ٻن سورمن ۽ سرويچن جو ذڪر ڪيو آهي، جن وطن جي سالميت ۽ غريب عوام جي حقن، فلاح ۽ بهتري لاءِ سر قربان ڪيا. مخدوم بلاول رح ارغونن جي دور ۾ سر ڏيئي سرهو ٿيو ۽ پنهنجي جيئري سنڌڙي ڌارين جي حوالي نہ ڪئي ۽ شاهہ عنايت، سنڌي هارين ۾ "اجتماعي پورهئي" جو رواج وجهي، هتان جي غريب عوام ۾ انقلابي شعور ۽ قومي جذبو پيدا ڪيو. سچل رح هنن ٻنهي سورهين جي هنن تاريخي ڪارنامن کان چڱي طرح واقف آهي ۽ هو چوي ٿو تہ:

گهاٽي ۾ بلاول پيڙايئي، عنايت ميدان، مارايئي،
ڪرمل کي هن حڪم هلايئي، ڦيرو ڪنڌ ڪپائين تون.
عشق پلي ڪري آئين تون.

سچل رح هڪ محب وطن فرد وانگر زماني شناس ۽ تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. هن وقت جي حالتن کي محسوس ڪندي، سنڌ جي حڪمرانن ۽ عوام کي "انگريزن" جهڙي مڪار قوم جي سنڌ ۾ آمد کان اڳ ۾ ئي واقف ڪيو. سن 1798ع ۾ انگريزن، سنڌ جي حڪمرانن کي ريجهائڻ خاطر، آغا ابوالحسن کي،مير فتح علي خان ٽالپر جي درٻار ۾ موڪليو ۽ معاهدو ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي مفاد خاطر وقت به وقت معاهدا ڪندا رهيا تانجو 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪري 1947ع تائين انکي ڦريندا لٽيندا رهيا. [1] خود سنڌ جي فاتح چارلس نيپئر لکيو ته، "هن ملڪ کي فتح ڪرڻ جو خاص مقصد صرف دولت هئي، جيو وجي ٿو ته ست ورهين جي مدت ۾ ڏهن ڪروڙن پائونڊن کان به وڌيڪ رقم، هن ملڪ کي پيڙهي حاصل ڪئي ويئي آهي. انهي رقم جو هر هڪ شلنگ اتي جي بيگناهه ماڻهن جي خون مان ڪڍي انهيءَ کي اگهي سُگهي خونين جي ڪيسن ۾ وڌو ويو آهي. انهن پئسن کي ڌوئي ڌپوئي صاف ڪريو پر انهن تان لعنت جو ٽڪو ڪڏهن به نه لهندو. [2] سچل رح ڪولي پڌايو ته:

اولهه سج نه اُلهي متان ٿئي اوير،
ميڙي ويندءِ "مغربي" تاريڪي ۾ تير،
ڇڏي ويندءِ ڇپرين، ڊونڊين سندا ڍير،
مرد ڏين ٽا مام ۾، هيڪڙائي جي هير،
ناسودي ناخير، پٽ پوءِ نابود ڪر.

(1) مولائي شيدائي: تاريخ جنت السنڌ. ص 310
(2) داداسنڌي: ڏيئي ڏنپ ڏڏن. ص ـ 115

هن مان صاف ظاهر آهي تہ، سچل رح جي وطن پرستي، تاريخ جي هڪ حقيقت آهي ۽ هن جو پنهنجي وطن سان ناتو ۽ اتان جي، عوام سان لاڳاپو بہ تاريخ جو حصو آهي. پاڻ چئي ٿو تہ:

سڱ اسان جو سومرا، چنڻ جيهو ناهہ،
نير هي نينهن جا ڪري سگهي لاهہ.

۽ جڏهن وطن جو نيهن چڙهندو آهي، پنهنجن سان پيچ پوندو آهي، ذرتي سان عشق ٿيندو آهي، جنم ڀومي سان محبت ٿيندي آهي، تہ پوءِ انسان ۾ قومي شعور ۽ وطن يا وطن واسين لاءِ جيئڻ جو جذبو پئدا ٿيندو آهي. دراصل اهو جذبو ۽ لاڙو ئي انسان جي بقا ۽ سالميت جو راز ٻڌائي ٿو. چو تہ اسان جو سڀ ڪجهہ وطن ۽ ديس سان آهي. وطن سلامت آهي تہ اسان بہ سلامت آهيون، اسان جي ٻوليءَ ۽ ثقافت بہ سلامت آهي. جيڪڏهن وطن کي ذري برابر بہ نقصان رسيو تہ پوءِ اسان بہ ختم آهيون. انهيءَ ڪري سچل رح چيو تہ:

وس نہ وسريام، سُرها وڻ ساٿيهہ جا،
اهي هيڪند ڏينهڙا، ٿي گڏجي گذاريام.

آخر ۾ سچل رح سنڌ کي سک، سڪون ۽ خوشحالي جي دعا جو کهڙو نہ مؤثر لفظن ۾ اظهار ڪيو آهي، سندس دلي ڪيفيت، خلوص دل ۽ انداز بيان تي نظر ڪريو:

سدا سرها هون، ماروئڙا تہ مليرِ ۾،
متي پنوهارن پون، مهر جا شل مينهڙا.

—

ميان ماروئڙن تي، مهران وسين مينهن،
شل نہ ڏکيا ڏينهن، اچن اجڙين تي.

—

سدا سي ساڻيھ ۾، سکيا هئن سنگھار،
پکي منجھ پنوهار، شل هون هميشه سرها.




مددي ڪتاب

1. سنڌي شاعري جو اڀياس – شمشير الحيدري
2. رمز الايمان (اردو) ڊاڪٽر غلام جيلاني برق
3. تفهيم القرآن جلد ڇهون – مولانا ابوالاعليٰ مودودي
4. ادب ۽ روايتون – قاضي خادم
5. تاريخ جنت السنڌ – مولائي شيدائي
6. ڏيئي ڏنپ ڏڏن – دادا سنڌي
7. سرمست جا مختلف پرچا.

تاج جويو

# پُنيءَ جيءَ مَ پُلَ

سچا شاعر زمانن جا ضمير ٿيندا آهن. جڏهن معاشرا سماجي ۽ سياسي زوال جو شڪار ٿي ويندا آهن، جڏهن انساني قدرن کي پيرن هيٺان لتاڙيو ويندو آهي، جڏهن قومي وحدت ۽ تهذيب جون پاڙون ڪمزور ڪرڻ جون ڪوششون ٿينديون آهن ۽ جڏهن ذهني پستي ۽ پسماندگي، انسانن جي ڏُڪر (قحط الرجاليءَ) جو ڪارڻ بڻجندي آهي، تڏهن ڏور رس نگاهه رکندڙ ۽ اعليٰ حوصلي جا پيڪر شاعر، حق موجود، سدا موجود، جو نعرو هڻي، مجسم "سچ" بڻجي، ميدان تي نڪري ايندا آهن ۽ سندن قلمُ، علمَ جو روپ ڌاري ظاهر ٿيندو آهي. سچل سائين بہ اهڙن سچن شاعرن مان هو. جنهن جي گهري ۽ دوربين نگاه جڏهن ڏٺو تہ ڪلهوڙن جي دور ۾ خودمختياريءَ ڏانهن وڌندڙ سنڌ، هڪ پيرو وري زوال، انحطاط ۽ پنهنجن جي اندروني ڏقيڙن ۽ گهرو جهيڙن جو شڪار ٿي، سياسي وحدت وڃائي رهي آهي، حق ۽ سچ جو علمبردار دين فطرت، بي معنيٰ روحانيت جي ڏُبڻ ۾ ڦاسي رهيو آهي، سنڌ جي حسين تهذيب جا لا زوال قدر محبت، رواداري ۽ ايڪتا ختم ٿي رهيا آهن. مُلان ۽ پنڊت پنهنجي هٺ هٺيءَ جا هوڪا ڏئي، ماڻهن کي مذهبن جي هٿرادو ۽ من پسند تشريحن وسيلي منجهائي، ڀٽڪائي ۽ بي راهہ بنائي رهيا آهن ۽ اهڙيءَ زيت فڪر جي آزاديءَ، انساني محبت ۽ رواداريءَ جي امين سر زمين سنڌ تي ماڻهن کي فرقي پرستيءَ، ڇڙواڳيءَ ۽ غلاميءَ جي ڳڻ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي تہ هن اڪيلي سر ان مومل جي مانداڻ ۾ راڻو بنجي، طلسم ۽ ٽڪسات ٽوڙڻ جو پڪو پهہ ورتو ۽ منصوري نعرو

هٽي ميدان ۾ ڪُڏي پيو ۽ وڏي واڪ چيائين:

پُٺيءَ جڃ مَ ڄُلُ، منجهه تماشي نه پوين،
گهوٽُ ڪري تون پاڻ کي، ڪر هنگامو هُل،
پول نه هئي ڪنهن پُل، وٺج حال حلاج جو.

يا

جتي ماڻهن ميڙُ، مان تتي ناهيان،
سسئي سنباهيان، پُٺيءَ شاهه حلاج جي.

ماڻهو ۽ وقت جا حڪمران، رياست ۽ سياست جا دلال ۽ پرچهلا حيران ٿي ويا ته هيءُ ڪهڙو نرالو انسان پيدا ٿيو آهي، جيڪو ماڻهن جي گهڻائيءَ کي مڃڻ کان منڪر آهي ۽ اڪيلوئي اڪيلو، هٽ ۾ علم کڻي، هنگامو ۽ هُل ڪري رهيو آهي، هيءُ ڪهڙو مست الست فقير پيدا ٿيو آهي، جيڪو رياست ۽ سياست جي سانگن کان پري، حڪمرانن جي حويلين ۽ درٻارن کان دور درازا جهڙي معمولي ڳوٺڙي ۾ ويهي، نينهن جا نعرا هڻي، هلاجي هام پري رهيو آهي. هيءُ ڪهڙو منفرد شخص آهي جيڪو اجتماعيت، حڪومت ۽ عام رعيت کان نرالو ۽ ڪرو، انفراديت جو علم جهولائي بيٺو آهي. هي تن تنها انسان، ماڻهن جي ميڙ کان پري، ديس سچل دا درس دراز، مڪونا ملتان، جو نعرا هڻي، صدين جي تقدس واري منڊل مانداڻ ۾ ڏار وجهي رهيو آهي. هي ڪير شخص آهي، جيڪو "مذهبن ملڪ ۾، ماڻهو منجهايا" جا سبق ڏئي "وقت اها ٿئي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي" ۽ "ڪي مذهب من مان، ساجهر ڪاڻ سويل" جا هوڪا ڏيئي ملحدانه ۽ ڪافرانه اعلان ڪري رهيو آهي. نتيجي طور فتواباز فتوائون گهڙڻ شروع ڪيون، مفتين جا قلم ۽ سپهه سالارن جو تلوارون سراڻ چڙهڻ لڳيون ۽ حق پرست حلاجي فقير سان هڪ هڪاٽيءَ جا سانباها ٿيڻ لڳا. پر هيءُ درازن جو درويش بنهه ڪنهن چيڙهيءَ ۽ چيڪي مٽيءَ مان جڙيل هو، جيڪو مڙڻ ۽ مات ڪرڻ بدران علي

الاعلان پيرن ۾ ڇيريون ٻڌي ۽ هٿن ۾ يڪتارو کڻي، نچڻ ۽ ڳائڻ شروع ڪري ڏنو:

عشق الله دا زورؤن زور، ڪُٽ ملان دي نوڙهہ ٿي نوڙهہ

—

ڄاڻ نہ تفاوت، عبد ۽ الله جو،
هُو آهي امرت، هي پيئي ڏورِ نہ اُن کان،

—

ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ بڻيجي.

—

دين ڪفر دام، ڏج مڙوئي موج ۾،
تنهن کان پوءِ هڪام، هر ڪنهن هنڌ تنهنجو هلي.

—

جا ڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نہ ٿئي،
جاڏي مُهاڙي، سجدو تت صحيح ٿئو!

هيءَ نئين ٻولي سياست جي سمجهہ کان اعليٰ، رياست جي روايتن جي باغي، ملاڻي مام کان مٿيري ۽ حاڪمن جي حڪمت ۽ حڪومت جي رازن ۽ رمزن خلاف هئي ۽ اڪثريت هن انفراديت کي پروڙي ۽ پرکي نہ پئي سگهي. پر زماني ڏسي ورتو تہ هيءُ منفرد فقير، پُنيءَ ڇيج نہ ڇلڻ وارو، ماڻهن جي ميڙ کان باغي، اڪيلائيءَ ۽ تنهائيءَ جو عاشق، اُن منزل ۽ ماڳ تي وڃي پهتو، جو حڪمران حيران ٿي ويا. مُلن کي ماٺ لڳي وئي ۽ عوام عجب ۾ پئجي ويو ۽ ماڻهن جا ميڙ هن گيڙوءَ ويس فقير جا گرويدا بنجي ويا.

هيءَ انفراديت، ذات پرستيءَ، خود ثنائيءَ ۽ خود پرستيءَ توڙي ترڪ دنيا واري فلسفي جي بلڪل ابتڙ فڪري انفراديت هئي، جيڪا شاهہ ۽ سچل جهڙن عظيم شاعرن جو خاصو هوندي آهي، جيڪي ماڻهن سان گڏ هوندي بہ ماڻهن کان مختلف هوندا آهن. ميلي ۾ هوندي

۽ تنها پاسندا آهن، عوامي وهڪري ۽ روَجي پنيان هلڻ بدران پنهنجا ڏس ۽ گس متعين ڪندا آهن، وقت جي بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلائي ولوڙ پيدا ڪندا آهن، ذهنن تان دوئيءَ جي چڙهيل ڌُڙ هٽائي، حق ۽ هيڪڙائيءَ جو درس ڏيندا آهن، فرقي پرستيءَ ۽ بنياد پرستيءَ جا بنياد پٽي، انسانن ۾ ايڪي، ماڻهپي ۽ رواداريءَ واري محبت ڪي پيدا ڪندا آهن. مذهبي بنيادن تي قومن، انسانن ۽ دلين جي ويڇن ۽ ورهاڱن ڪي ريٽي، قومي وحدت ۽ انساني اتحاد لاءِ جاکوڙيندا آهن. هو اقليت ۾ هوندي، اڪثريت جا نمائندا هوندا آهن. امريڪي دانشور جيفرسن چيو آهي ته:

"سچ انسانن جي هڪ اقليت ۾ پيدا ٿيندو آهي،
۽ هڪ سچو انسان ۽ ان جي جرئت اڪثريت جي برابر
هوندي آهي".

سچل اهڙو ئي اڪيلو سچو انسان هو، سچو شاعر هو، سچل سارو سچ هو ۽ سندس سچ 18 صديءَ جي سنڌ جي اڪثريت ۾ اهو اڪيلو سچ هو، جيڪو گهٽائيءَ جي سوچ ۽ آوازن کان سگهارو، پياري، بلند ۽ اتانهون هو. اهو سچ، مستقبل جي خطرن کان آگاهي ڏيندڙ هو. ان سچ ۾ سنڌي ماڻهن ۾ پنهنجيءَ قوم، زبان ۽ تهذيبي ورثي جي تحفظ ڪرڻ ۽ بچاءَ جو احساس موجود هو. ان سچ ۾ روايتن جي باغي اڪيلن انسانن جي روحاني اڪيلائيءَ جو عڪس موجود هو. جيڪا اڪيلائي، مايوسيءَ، سماج، سياست ۽ رياست جي باغي ۽ اڪيلن سجاڳ انسانن جي اڪيلائيءَ جي غماز هئي. اها روحاني اڪيلائي، بي معنيٰ روحانيت، معاشري ۾ سماجي ۽ سياسي زوال ڪي ڏسي پيدا ٿي هئي ۽ ان روحاني اڪيلائيءَ ۾ جيڪو درد ۾ جيڪو گوندر سمايل هو. ان جي پرک اڪثريت ڪي نه هئي. اُن گوندر، درد ۽ اڪيلائپ ڪي سچل هن ريت اظهاريو هو:

گوندر جن گذاريو، مُنهن تنين مشعل،
ڪا مون پوي ڪل، اُنهن جي افسوس جي.

—

گوندر جنين گذاريو، مُنهن تنين مهتاب،
سنديون نينهن نواب، آهي ورهه واريون.

—

گوندر جنين گذاريو، آءُ تنين گهوري،
سدا مون جهوري، آهي ورهه وارئين.

—

گوندر جن گذاريو، آءُ پکي تن پيهي،
وٺائين ويهي، وٺان واس ورهه جو.

—

گوندر جن گذاريو، پيهي سي پڇان،
انهن لڳ لڇان، گهڻو آءُ اباڻڪي.

اهو گوندر ۽ غم کهڙو هو، جنهن سچل کي اباڻڪو ڪيو هو. جنهن جي سچل کي جهوري هئي ۽ اهي گوندر ۾ غرق يا گم کهڙا ماڻهو هئا، جن تان سچل گهور پئي ويو. اُهي گوندر ۾ گم ٿيل، گوندر ۾ گذاريندڙ، روحاني اڪيلاين وارا انسان، ان زماني جا ٿورڙا سڄاڻ ۽ سچا، دانشمند ۽ ساڃهه وند شخص هئا. جن کي انساني قدرن جي پائماليءَ جو ڏک هو. جن کي وطن جي وحدت ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ جي جهوري هئي، جن کي فرقي پرستيءَ ڏي گهلجندڙ سنڌ جي مستقبل جو اونو هو. جن کي غرضن جي غلام حاڪمن جي چلت ۽ ڪردار تي ڪاوڙ هئي، جن کي فتويٰ باز ملن جي پِٽي پرچار تي غُصو هو، جيڪي مذهبن جي ويڇي جي آڙ ۾ ماڻهن کي ويڙهائي، اڪيلا ڪري، غيرن کي گهر ڏيڪارڻ جو ڪارڻ بڻجي رهيا هئا. سچل جي سجاڳ اک، اُنهيءَ سجاڳ اقليت جي روحاني تنهائي ۽ اندر جي اوندهه کي پرکي ورتو هو. جيڪي گوندرن ۾ غرق هئا. جن کي بي عمليءَ، جهالت ۽ غلاميءَ جي ڪوهيڙي ۾ ڏنڊ لڪايو نه هو، پر چنڊ جيان چمڪي رهيا هئا. سچل انهن سجاڳ ۽ سڄاڻ

شخصن ۽ سچ جي پارکن جو آواز تي ايريو. بلڪ انهن جي جماعت جو امام ۽ قافلي جو سرواڻ بنجي ميدان ۾ نڪتو ۽ ان روحاني تنهائيءَ، غلاميءَ جي غم ۾ پيدا ٿيل اباڻڪيءَ ۽ اداسائيءَ واري ماحول مان رڳو پاڻ، پر سڄاڻ دانشورن ۽ عوام کي ڪڍڻ لاءِ سچل ”مام ۾ مارئي“ نه ڳاتي ليڪن پيرتي ڏونڪو هڻي ڳاتو. اهو ئي فلسفو، ٻٽائيءَ جي چاڙهيل ڪني تان ڍڪڻ لاهڻ جو آهي. اُن اباڻڪيءَ ۽ روحاني تنهائيءَ کي چيري، سرقريو تي ميدان ۾ نڪري پيو. وقت جي مُلن ۽ موراڻن ڪيس چريو سڏيو ته چريائيءَ کي پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهي ان ”چريائيءَ“ کي ڪٺي سچ جو هوڪو ڏيندي چيائين:

چريو چريو مَ چئو چريو آهي لوڪ
جو چرئي لڏو ٿوڪ، ”سو سچو“ آهي نه سڀ ڪنهن.

سچل حق ۽ سچ جو آواز بنجي اٿيو ۽ پنهنجي دور ۾ پيدا ٿيل فرقي پرستيءَ خلاف پير تي ڏونڪو هڻي، سنڌ جي وحدت ۽ اتحاد لاءِ هڪ طرف ڪوشش ڪيائين، ٻئي طرف ٻوليءَ کي تخليقي حوالي سان ٻٽائيءَ کان پوءِ اُها سگهه بخشيائين، جو اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ جي جهولي سائي ۽ سلامت آهي. سچل به ٻٽائيءَ وانگر انڌي تقليد جو قائل نه هو. هن روايت ۽ ثقافت سان ناتو قائم رکندي، سنڌي بيت ۽ ڪافيءَ ۾ نئون جذبو ۽ جذب پيدا ڪئي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هيئت ۽ گهاڙيٽن جا نوان تجربا به ڪيا. جن سنڌي شاعريءَ کي انگريز دور تائين قائم رکيو ۽ ان وات کي وٺي هن صديءَ ۾ شيخ اياز، سنڌي ٻوليءَ جو وڏو معجزو تي ايريو.

اڄ هڪ ڀيرو سنڌ جي وحدت خطري ۾ آهي، بنياد پرستيءَ ۽ فرقي پرستيءَ جون هوائون سنڌ ۾ لڳي رهيون آهن. مندرن ۽ مسجدن ۾ مذهب ۽ سياست جي ميلاپ ذريعي سازشون رٿيون پيون وڃن. مقدس عبادتگاهن جي آڙ ۾ انسانن کي گولين جو ڪاچ بنايو پيو وڃي ته سچل سائينءَ جي محبت، اتحاد، امن ۽ انسانيت واري پيغام کي پکيڙجي ۽

عام ڪجي ته جيئن هڪ طرف اسان سنڌ جي وحدت کي بچائي سگهون، ٻئي طرف ٻوليءَ جو تحفظ ڪري سگهون، ٽئين طرف سنڌي ڪلچر جي قدرن، محبت، امن، اتحاد، انسانيت ۽ رواداريءَ کي عام ڪري سگهون.

ادب اتئي اوٽ، اوٽ ته اڳاهون تئين،
مارنغري چوٽ، عاشق انا الحق جي.



ف - م - لاشاري

# ڪلنگي وارو ڪير آهي ؟

سچل سان اڄ جي سنڌ جو رشتو ڏک جو رشتو آهي. هو ڏکويل هو، انڪري عاشق هو. سچل کان پاڻ پرتي رڳوان ڳالهه ۾ آهيون ته اسان ڏکويل آهيون پر عاشق ناهيون.

سوال اٿندو ته سچل وانگر عاشق بنجي دنيا جهان جا لڳ لاڳاپا ڇو ٽوڙيون؟اڄ ته پاڻ ايڪوهين صديءَ جو دروازو ڪڙڪائي رهيا آهيون، تنهن ڪري عشق سو به سچل جي عشق جهڙو، جنجل ۾ ڪير پوي؟ ڪمپيوٽر، ڪلاشنڪوف ۽ سازشي سياست جي هن زماني ۾ هڪ فرد طور سچل جو ڪهڙو ڪردار ٿي سگهي ٿو؟ اصل ۾ سوال هي آهي ته بيورو ڪريسي جي هن دور ۾ سچل کي ڪهڙي اداري ۾ ملازمت ملي سگهي ٿي. سچل ڪهڙي سياست ڪري ۽ ڪهڙي وزارت جو قلمدان حاصل ڪري سگهي ٿو؟

هي سوال سچل جي ڪلام ۽ ان جي باغي فڪر جي موجوده سماج ۾ جاءِ وٺڻ بابت آهي. اڄ سچل پنهنجي سر پاڻ ڪونهي، تنهن ڪري ڪيس اهميت ملي ٿي. سرڪار به ڪيس اهميت ڏئي رهي آهي ڇو ته درازا ۾ سندس عاليشان مقبرو آهي، جتي سوين ماڻهو روز اچي حاضري ڀرين ٿا. سچل جو اهڙو عاليشان اڏاوت وارو مقبرو نه هجي ها ته پڇي ڏسو پاڻ کان سچل کي سڃاڻي ڪير ها؟

هر مت ڀيد کان مٿي هرسرڪار، سچل جو عرس ملهائي ٿي. سرڪار جا اهلڪار وقت ڪڏي هتي عرس جي تقريب ۾ هڪ اڌ ڪافي به ٻڌي وٺن ٿا. پر اثر ڪيترو ٿا وٺن؟ ڪجهه به نه. سچل پاڻ هڪ نود

قسم جي دور ۾ زندگي گهاري ۽ اڄ بہ ساڳيو نود قسم جو، بيحس سماج جاءِ تي موجود آهي.

سچل جي هيءَ جيڪا توري گهٽي، نالي ۾ نهال مالڪي تي آهي، سابہ انڪري جو ڪجهہ اديبن ۽ دانشورن سچل کي پنهنجي تحريرن ذريعي روشن خيالي يا بغاوت جو علم سلامت رکڻ جي خيال کان ائين اپاريو آهي، جيئن ڪارڪن ڪنهن سياسي اڳواڻ کي متي چاڙهي ايندا آهن، نہ تہ سماج جو حال لڳ ڀڳ ساڳيو اهو آهي، جيڪو سچل جي پنهنجي ايامڪاري ۾ هو.

چون ٿا تہ شايد لطيف جي ڪلام ۾ بغاوت، سرڪشي ۽ سرمستي ايتري ناهي، جيتري سچل وٽ آهي. پاڻ جيڪڏهن ان سوال تي ٿي سنجيدا ٿيون تہ هاڻوڪين حالتن بابت ڪن اهم نتيجن تي پهچي سگهون ٿا.

سنڌ جو تصور ڀٽائي وٽ بہ هو ۽ ان قومي تصور جو هڪ لفظ جي حيثيت سان سچل جي ڪلام ۾ بہ ذڪر ملي ٿو. سنڌ کي هن بہ سائو ڏٺو هو. جو چيائين تہ:

"سچل سائي سنڌ جي وري ورتائون وٽ"

سنڌ کي هن سائو ڏٺو، سنڌ اڄ ان کان وڌيڪ سائي آهي. وڌيڪ ٻراج، وڌيڪ واهہ، وڌيڪ فصل ۽ وڌيڪ اپت آهي، پر سنڌ اڄ پاڻ لاءِ ايڏي سائي ڪانهي. جيڏي سچل جي لفظن مان ظاهر ٿئي ٿي. سچل جي ڏينهن جي سنڌ، ڀٽائي جي ڏينهن کان وڌيڪ زواليل ۽ اڃا بہ زوال ڏانهن هلندڙ هئي. ڀٽائي وٽ سرڪشي جي سچل واري شدت ڪانهي، پر ڀٽائي وٽ جتي سچل کان وڌيڪ موسيقيت آهي، اتي اهڙا ڪردار آهن جن ۾ هڪ بهتر آئنده اڏڻ جي پوري جاکوڙ موجود آهي. . . سرمستي ۽ ٻنهہ صاف ٿي ٻيهي رهڻ واري سچل سائين جي واٽ، پنهنجي دور جي گهٽي وڌي ويل منافقي، مڪاري ۽ تنگ نظريءَ خلاف هئي. جبريت جي قوتن هٿان مذهب کي هٿيار بڻائي استعمال ڪندڙن خلاف سچل

جي عشق ۽ مستي جون اڇيون لهرون ايرڻ، پنهنجي دور جي تقاضا هيون.

پر هو تڏهن به فتوائن جو شڪار بڻيو ۽ اڄ به آهي، سچل جو باغي فڪر جيڪو سچي نندي ڪنڌ توڙي ايران ۽ عرب جي اقتدار مخالف تصوف جو تسلسل آهي، سو غنائي ڪيفيت ۾ ته پنهنجي جاءِ وٺي بيٺو آهي، پر سچل جي ڏيهه واسين جي زندگي جي وهنوار ۽ روين ۾ ڪٿي آهي.

اسان جو دانشور پنهنجي صوفين جي بغاوت جي اهميت تي زور ڏيڻ لاءِ ان ڪري جذباتي ٿي رهيو آهي، جو سچل ثقافتي توڙي سماجي روين ۾ جنهن تبديلي جي ڳالهه ڪئي ۽ نالو ورتو، سا ٿر تي هڪڙي بوند ٿيو بيٺي آهي. ايترو ضرور آهي ته اها بوند، جذب ٿي ختم نه ٿي آهي. اها آهي ۽ اهائي وري به تبديلي جو وسيلو آهي.

هي بحث ان حقيقت ڏانهن به اشارو ڪري ٿو ته سچل جو سماج هر نئين، چڱي ۽ چرڪائيندڙ ڳالهه جو استحصال ڪرڻ جو به وڏو ڏانءُ رکي ٿو. سچل جا تصور ۽ آدرش اسان سيني جي اڳيان ڦرجن ٿا، پر پاڻ اعتراض نٿا وٺون. اجا به ڪنهن حد تائين ان عمل جا حصا ٿيون ٿا. سچل جو ڪلنگي وارو يار ڪير هو يا ڪير آهي؟ ڪو مارشل لاءِ ايڊمنسٽريٽر، ڪو بيوروڪريٽ يا سازشي طريقن سان اقتدار تي پهچڻ وارو ڪو به سياستدان؟

پاڻ سچل جي درگاهه تي توڙي اقتدار جي ايوانن ۾ ڏسون پيا ته سچل جي گيڙو رنگ فقيرن کي شوپيس بنائي، انهن جي واتان سچل جي ڪافيءَ جي حرمت کي نيلام ڪيو وڃي ٿو. جڏهن مٿين ماڻهن کي سچل جي ٻوليءَ ۾ مخاطب ٿي چئجي ٿو:

”ڪلنگي والڙا يار، جيون لک ٿيوين“.

سچل انهن مٿي چاڙهايل ماڻهن کي جيوين لک ٿيوين جي دعا ڇو ڪندو؟

معاشري جا بالادست طبقا، عوام جا هڪڙا حق چورائن ٿا ۽ ٻيا ڏينهن ڏٺي ڪسي بہ وٺن ٿا. سچل اهو حق تہ پاڻ کي نہ ڏنو هو، جو رياستي ادارن جي مالڪ کي ڪلنگي وارو ڪوٺي. پرھتي هن کي ان ڳالھہ تي اچي ويهاريو ويو آهي.

سچل جي ڪلنگي واري يار جيٰ معيار تي لهڻ وارا ڪردار تبديلي ۽ ترقي جا، محبتن ۽ عشق جا متوالا ماڻهو آهن. عزتن، وقار ۽ ڪلنگين ۽ ڪلاهن جا سچل وارا معيار بنهہ مختلف آهن. انهن کي سمجهي وٺجي، پوئواري ڪجي ۽ سماج پاڻ وٽ ڪين رائج ڪري تہ چرخوئي بدلجي وڃي.

هي ثابت ڪري ٿو تہ سچل جي عشق ۽ سرمستي پاڻ ماڻهن جي ترجيحن ۾ شامل ناهي. جيڪڏهن هجي ها تہ سچل کي ووٽ ملن ها. پر جي سچل کي مليل ووٽن سان ڏانڌلي ٿئي ها تہ، اها برداشت نہ ٿئي ها. پاڻ اتان اچا پرانهان بيٺا آهيون.

پر پوءِ بہ سچل کان متاثر ٿيندڙ ماڻهن جي چمڻ جو سلسلو اٽڪٽ آهي. بس اهوئي هڪ آسرو آهي تہ سچل، بغاوت ۽ تبديلي جي دائمي سرچشمي طور موجود آهي ۽ معاشري جو زور ڏيوالجندڙ نظام، ان جي سامهون پنهنجي عمر ڪٽائيندو ٿو رهي. ان ايڏي بنا تڪليف ڪرڻ جي ملندڙ اتساھہ منجهان سچين ڪلنگين وارن جي اڏاوت ڪرڻي آهي ۽ جاءِ بہ پيدا ڪرڻي آهي. فطرت هن عمل ۾ ماڻهوءَ جي مددگار ٿيڻ لاءِ اڳواٽ ئي تيار آهي. سرجي گدلي سينور منجهان اپريل ڪنول جو گل، ڪلنگي وارو آهي. اهو پلي جيئي لڪ ٿئي. اهو پاڻ ۽ ان جهڙا سهڻا نشان، ماڻهو، رويا ۽ خيال ڪلنگي وارا آهن. هنن کي نہ گام جي توبچين جي ضرورت آهي نہ پريس ڪانفرنسون ڪري ڪنهن کي ٻڌائين ٿا تہ هو ڪلنگي وارا آهن. ڌرتيءَ کان آسمان تائين هنن جي سونهن پاڻ مرادو پڙلاءَ آهن. جيڪي ماڻهو جيڪي تولا پاڻ کي پاڻ ڪلنگي وارا سڏين ٿا ۽ ٻين جي واتان سڏائڻ تي خرچ ڪن ٿا، سي

سچل جي طريقن ۾ قطعي طور ڪلنگي وارا ناهن. هنن وٽ دوئي آهي، سچل وٽ دوئي ڪانهي. اهي تولا خدا ڪي اقتدار جو هڪ نمونو ڪري پيش ڪن ٿا ۽ ان طرح پنهنجي حاڪميت مڃائڻ جو ڪم وٺن ٿا. خدا ۽ انسان جي وچ ۾ تڪلفات جا بند ٻڌن ٿا. سچل وٽ غاصب حڪمران ۽ ويڪائو ملو ٻئي نفرت لائق آهن. ڇو جو سندن اندر جو آئينو اجرو ڪونهي.

حڪمران ۽ ملو جنهن شيءِ کان گهڻي ڪان گهٽو ڪترائين ٿا ۽ ڏڄن ٿا سو اندر جو آئينو آهي. سچل، اندر جي آئيني اڳيان مجسم شفاف آهي.

اندر جي آئيني اڳيان بيهي سگهڻ وارو ڪلچر پاڻ وٽ ڪونهي، تنهن ڪري پنهنجي آزادين ۽ ترقين ۾ اڳيرا نتا تي سگهون. پنهنجي نظرن ۾ بي جواز هئڻ ڪري، ڪمزور ۽ هيٺا آهيون. ان حالت ۾ هر ظالم لاءِ تمام سولا شڪار آهيون. ايڏا شڪار جو سچل جون ڪلنگيون ٻيا ماٺهو متن تي رکيون ٿا وتن.

سچل پنهنجي محبوب جي سخنن کي سچو ڄاتو هو. سنڌ کي سچل جي سخنن تي يقين ڪري اڳتي وڌڻ جو جوکم کڻڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان ئي سچل جا دوست سوپارا ٿيندا ۽ هن جي مخالفن جا ڏندڙا ڦٽي ويندا.



محمد پنهل ڏهر

# سچل سرمست جو عاشق
# پير حسام الدين شاهہ راشدي

جڳ مشهور محقق، مورخ ۽ عالم پير حسام الدين شاهہ راشدي بہ حضرت سچل سرمست جي سوانح نگارن ۽ شارحين مان هڪ هو. هي سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ڪن ادبي ڪانفرنسن جو روح روان پڻ هو. پير صاحب جي سچل سرمست سان بيحد عقيدت هئي ۽ ان جي ڪلام سان حد درجي جو عشق هو. سچل سرمست جو هي شيدائي ۽ عاشق تاريخ پهرين اپريل 1982ع تي هميشہ لاءِ اسان کان وڇڙي ويو.

سچل سائين ۽ ان جي ڪلام سان والهانہ عشق ۽ محبت جي جهلڪ پير صاحب جي لکيل هيٺين ڪتابن ۾ نمايان طور تي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. انهن ڪتابن ۾ پير صاحب سچل سرمست جي ڪيترن ئي بيتن جو انتخاب ڏنو آهي:

پير صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب" ۾ سچل سرمست جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "شاهہ لطيف وانگر سچل بہ سنڌ جو لافاني شاعر آهي، ليڪن رنگ بلڪل الڳ اٿس. همہ اوست جي فلسفي جو مٿس ايترو تہ گهرو اثر آهي جو پنهنجي ڪلام جو هڪ حصو ڪيس پاڻ ئي برباد ڪرڻو پيو تہ جيئن عام ماڻهو گمراهہ نہ ٿين. نفي اثبات، فنا بقا، حال قال، همہ اوست ۽ وحدت الوجود جهڙن اهم مسئلن جي رازن ۽ رمزن سان سندس ڪلام ڀريو پيو آهي. پورو ڪلام رندي رنگ وٺيو اچي. سنڌي کان سواءِ اردو ۽ فارسي ۾ بہ شعر چيو اٿس". انهي کان پوءِ

پير صاحب، سچل سرمست جا هيٺيان ٽي بيت ڏنا آهن ۽ انهن جي تشريح به ڪئي اٿس جيڪا هيٺ ڏجي ٿي:

”مون کي رات رسيون ڏيهه ڏاڏاڻيون خبرون،
ته ساڻيهه سڀ سرهو ٿيو، وڄون واهه وسيون،
برابر بادل ڪيون، مٿي لوءِ لسيون،
وڙهيون ڪر ڪسيون، پڻ آهن تار ترايون.

يعني: مارئي پنهنجي وطن کي ياد ڪندي چئي رهي آهي ته مون کي رات وطن مان اهڙيون خبرون مليون آهن ته سڄو ڏاڏاڻو ڏيهه سرهو ٿي ويو آهي، بادل وسيا آهن ۽ وڄون به خوب ڪڙڪن ٿيون. هاڻي ته نهرون توڙي ترايون به پاڻي سان پرجي ويون آهن.

الله لڳ اُڏام، موٽي محبوبن ڏي،
وڃي ڏيج پرين کي اهو پاڃي جو پيغام،
ڪري قدمن تي پئي، سو لک ڏيج سلام،
آهي اوهان ري سپرين مڙيوئي ماتام،
اچڻ جو آجام، سگهو ڪر سپرين.

يعني: خدا جي واسطي تون محبوب وٽ اڏامي وڃ، پهريائين ته سندس قدمن تي ڪري پئو، سوين لکين سلام ڏيج. بعد ۾ عرض ڪر ته اي محبوب توکان سواءِ هر طرف ماتم آهي، اگر توري به عنايت ڪري سگهين ته جلد اچڻ جو وعدو ڪر.

هڪ وسڻ، ٻيو وڄڻ، تيون لهي پيو سيءُ،
جهوري وڌن جهوپيون، ڇن وڏائين ڇيءُ،
رنن جو رڻن ۾، والي وسيلو تيءُ،
حال جنهن جو هيءُ پرور رک پناهه ۾.

يعني: سسئي پنهنجي محبوب جي ڳولا ۾ نڪتي آهي، اڪيلي عورت، نه راهي، نه رهبر، نه ساٿي نه سنگت. ڪرندي ٿاٻڙندي

پئي وڃي. رستي ۾ هڪ جڳهه جي ڪيفيت بيان ڪندي چوي ٿي، هڪ ته مينهن پيو وسي، هيو وچ جي ڪڙڪي دل ڏڪائي ڇڏي آهي وري سردي به غضب جي ٿي پوي، هنن مصيبتن سان گڏ وري اهڙي حالت ۾ جتي سرلڪايو اٿم. اها جهوپڙي به جهڪي ويئي آهي ۽ ڇت ۾ سوراخ پئجي ويا آهن، جنهن مان پاڻي جا ڦڙا پيا ڪرن. بيابان ۾ ويراني ۽ ڊپ جو ماحول آهي، خاوند تون به نه آهين، جو سهارو بنجين، اي خدا اهڙي حالت ۾ تون پناهه ۾ رک".

پير صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته: "سندس تصنيفن مان ديوان آشڪار (فارسي) رازنامه، رهبر نامه، قتل نامه، گداز نامه ۽ تار نامه آهن. ان ڪان علاوه سنڌي غزل، بيتن ۽ ڪافين جو وڏو ذخيرو به ڇڏيو آهي."[1]

پير صاحب انهي ڪتاب ۾ ٽالپرن جي دور ۾ ادبي اوسر متعلق لکي ٿو ته: "غزل جي ابتدا به هن دور ۾ ٿي، سيد ثابت علي شاهه ۽ سچل سرمست خاص طور تي غزل ۾ طبع آزمائي ڪئي."[2]

پير صاحب پنهنجي مشهور ڪتاب "هو ڏوتي هو ڏينهن" جي انتساب ۾ سچل سائين جو هي بيت ڏنو آهي:

"سچل ڪي سيني ۾ سدا آهي صنم،
ڪونهيس ٻيو ڪم، پٿر جي پوڄا بنا".

انهيءَ ڪتاب ۾ سچل سرمست جو ذڪر ڪندي پير صاحب لکي ٿو ته " سچل سائين جو ڪلام، شاهه ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي ماڻهن کي ياد هوندو هو. اهي به وڏا عوامي شاعر هئا. جن کي هرڪو ماڻهو سيني سان لايون وتندو هو ۽ اهي ئي به شاعر هئا جن کي زنده دل هندن به چمي اکين تي رکيو. هزارين هندو درازن جي درگاهه جا مريد هئا. تنهنڪري سچل جي پوڄا ٿيندي هئي. افسوس فقط هي آهي جو سچل کي شاهه وانگر ڪو گريخشاڻي نصيب ٿي ڪونه سگهيو. صوفي فقيرن جا جٿا هوندا هئا، جيڪي سچل جي ڪلام کي سڄي سنڌ ۾ ڳائيندا وتندا هئا. ڪين گيڙو لٽا پاتل هوندا هئا. پيرن تائين چولو ۽ هيٺ ٿي گوڏ،

متو اگهاڙو، ٻانهن ۾ ڳچي ۾ مڻين جون مالهائون، ڪشتو ٻه هوندو هين ۽ يڪتارو ڪٺي هٿ ۾ چيڙيون جهلي، پيرن ۾ ڇيريون وجهي، جڏهن ڪن تي هٿ رکي الوميان ڪندا هئا، تڏهن لئي لڳي ويندي هئي، نچندا ٻه هئا ۽ ڳائيندا ٻه هئا.ڏاڍي ترنم ۽ طرز سان. ٻڌندڙن جي لونءِ ڪاندارجي ويندي هئي.

ڳلي ڳلي تي ڳوليان جهاتيون پايان....
واڻ وندر جي ڪوڏسي، واڻ وندر جي ڪوڏسي....
پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان....
ٻيو ڪو ڄاڻڻ محض گناهه، هر ڪنهن صورت آپ الله....

يا هي ڪافيون،

ڪيچيئڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منهنجو جيئڙو جهجي ٿو.
پريان سندي پار ڏانهن، الله اوئي آڻ،
چڏي شهر ڀنڀور ڪي، هاڙهي ويندي سَ هاڻ،
سگهو ايندو سپرين، ڀينر منهنجي ڀاڻ.
او ڇو تيون مونکي جهليو، پرين ڏانهن ڙي جيڏيون،
ويهان ڪيئن ڀنڀور ۾، جو روح انهن سان رليو،
ساڻن ٿينديس سنگتي، جو هوت هاڙهي ڏي هليو،
پرين سندي پار ڏانهن، پاڙيچيون نه پليو
سڄڻ سارو پانهنجو، سر سڄوءَ ڪي سليو.
نينهن نهوڙي آهيان، هاڻ جيڏيون ڪاڏي وڃان،
پنڌ پري تيو پرين جو، عشق الارو اڃان،
ڪتڻ وئڻ نه ٿئي، چرخو ڦيرائي ڀڃان،
پرين نايون پيٽ ۾، عشق سنديون سي اڃان،
موٽڻ واري ڪڏهين، سچو نه مصلحت ميان."

انهيءَ ڪتاب ۾ ڪانگل جو ذڪر ڪندي سچل سائين جو

هيئيون بيت ڪم آندو اٿس.

”ڏاهو چڙهي ڏار تي، ٿو ڏئي ڏوراپا،
پڌرا ڪري نہ پرين جا اهو نازڪ نياپا،
آڏيو اوراپا، ڳالهيون ڳوري ڪي چوي.“

پير صاحب مذڪوره ڪتاب ۾ ٿي مارئي ۽ سندس قاصدن جي ضمن ۾ سچل سرمست جا هي ٻہ بيت ڏنا آهن:

قاصد آيو ڪونڪو، ڪو نہ لکيائون خط
جيڪس هيس ڪينڪي ريگستانن رُت
پنهوارن پاهتُ، تيلهان مون سان نہ رکيو.

—

”قاصد آيو ڪونہ، ريگستاني راڄ ڏهون،
چو تو مون کي تارِڪيو، سومرا ۾ سون،
مارن منهنجي روح جو، هت هي هي پتوهون،
ڇيهون هتي ڇون، ٿيان اهڙن ڪتابن سان.“

سچل جي ڪلام سان پير سائين جو حد درجي جو عشق ڏسجي ٿو، جو انهيءَ ڪتاب ۾ سڀني سارن پنجن صفحن تي سچل سائين جي ڪانگل وارن بيتن مان 33 بيت ڏنا اٿس. پير صاحب انهيءَ ڪتاب ۾ عاشق ۽ عشق جو ذڪر ڪندي سچل سائين جو هي بيت پيش ڪيو آهي:

”ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪپڙتال،
وڏيون وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏس چنڊال،
مادر مهٽا ڏئي ججها، جهيڙي جهنگ سيال،
مئومون، مهوال، مون ڪان مور نہ وسري“.

مذڪوره ڪتاب جي چوٿين باب جي شروعات پير صاحب،

سچل سائين جي هن بيت سان ڪئي آهي:

"جي تو ادب آهي، تا ڀنڊاڻن ڀڏي وڃين،
ڪل نـ پيٽڙءِ ڪاءِ، اصولي اسرار جي."

اهڙي طرح ڪتاب جي ڇهين باب جي شروعات پير صاحب سچل جي هيٺين بيت سان ڪري ٿو:

"محبت جي مهراڻ مان جي ملا چاش چکين،
تہ ڪنز قدوري ڪافيا، پڙهين ڪين لکين،
رحل سڀ سٽين، ملا مسجد ڪنڊ ۾."

پير حسام الدين راشدي، سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي سڏايل ادبي ڪانفرنس ۾ پهريون ڀيرو 24 جولاءِ 1980ع ۾ درازن ۾ آيو ۽ ادبي ڪانفرنس جي صدارت ڪيائين ۽ ٻئي سال وري 1981ع ۾ انهيءَ ادبي ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ خاطر درازن آيو ۽ وري صدارت واري ڪرسي تي ويٺو. انهن ٻنهي ڪانفرنسن دوران پنهنجي صدارتي تقرير ۾ سچل سرمست جي سموري سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام کي ٻيهر سهيڙڻ ۽ سموري ڪلام جو هڪ جامع ۽ مستند متن تيار ڪرڻ تي زور ۽ سچل سرمست جي ڪلام جي موجوده ڇپيل نسخن کي جعلي ۽ غلط قرار ڏنائين. خاص طور تي عثمان علي انصاري واري ايڊٽ ڪيل سچل سرمست جي سنڌي ڪلام واري نسخي ۽ مولانا محمد صادق راڻيپوري واري ايڊٽ ڪيل سچل سائين جي سرائيڪي ڪلام واري نسخي کي.(3)

ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" پير صاحب جي ڇپيل تاريخي ۽ ادبي سنڌي مضمونن جو ضخيم مجموعو آهي. اهو ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي. پير صاحب پنهنجي انهي ڪتاب جي پهرئين باب جي شروعات بہ سچل سائين جي هيٺين ٽن بيتن سان ڪئي آهي:

”مهر سندا مينهن، شاهہ وسائين شل
جهريل منهنجي جهوپڙي، بنان جهلئي جهل،
ڪاهل تي ڪهل، ڪندين شال ڪريم تون.

—

والي وسائيج درد مندي جو ديس،
پرين مون پرديس، اٿي ايندم اوڏڙا.

—

سارنگ سعيي ۾ اَتي، سچل سستي ڇڏ،
متان ايندءِ اوچتو هاڻ نہ مڙندءِ هڏ،
اجها پي ڪا اڏ، وسڻ ڪان اڳي وجي.“

مذڪوره ڪتاب جي چوٿين باب جي شروع ۾ بہ پير صاحب، سچل سائين جا هيٺيان چار بيت ڏنا آهن:

”ماٺ ڪريان تہ مشرڪ ٿيان، ڪڇان تہ ڪافر،
انهي وائي ور، ڪو سمجهي سچيڏنو چوي.

—

سچو منجهئون ٿيو سچ پيدا،
ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان.

—

گوندر جن گذاريو منهن تنين مشعل،
ڪامون پوي ڪل، انهن جي افسوس جي.

—

گوندر جن گذاريو آءُ تنين گهوري،
سدا مون جهوري، آهہ ورهہ وارئين.“

پير حسام الدين راشدي، پنهنجي مقالي ”اردو ٻولي جو مولد سنڌ“ ۾ لکي ٿو تہ سچل سرمست سنڌ جو اهو مشهور سنڌي زبان جو

صوفي شاعر آهي، جنهن جا مٺا نغما اڄ تائين سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پڙلاءُ ڪري رهيا آهن. خيرپور ميرس جي رياست ۾ درازن نالي هڪ بستي آهي، هي بزرگ اُتي جو رهندڙ هو. سندس اردو جا چند بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

سارا خیال تیرا، مجھ پر گناہ کیا ہے ،
تم ہی گواہ رہنا، دیگر گواہ کیا ہے ،
سنوری آج سر میری برہ باران آیا ہے،
کرم کر کہ صرف اوپر ابر نسیان آیا ہے،
پتھر ہے ایسی زندگی، بے عشق ہے شرمندگی،
جس کو سجن کا درد ہے رویت اس کی زرد ہے.

پير صاحب پنهنجي انهيءَ ڪتاب جي ڇهين باب جي شروعات سچل سائين جي هن بيت سان ڪئي آهي:

”ڪشالي مون ڪم، توري گهٽي مون ٿئي،
سوز گداز ۽ غم، رهبر ٿيندو راهه ۾.“ (4)

پير حسام الدين راشدي جي وفات بعد سندس پسنديده سنڌي، اردو ۽ فارسي شاعريءَ جو انتخاب، جيڪو دوران زندگي هڪ ڊائري ۾ لکندو رهندو هو. ”مرآة الجمال“ جي نالي سان ڇپيو آهي.

هن ڪتاب جي شروع ۾ سنڌي شاعرن جي ڪلام جو انتخاب آهي، جيڪو 38 صفحات (1 - 38) تي ڦهليل آهي، جنهن مان صرف پنجن صفحن تي صفحي 1 ۽ 2 تي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا اٺ بيت ۽ صفحي 35 تي حاجي محمد سومرو ۽ راجن شاهه جو هڪ هڪ بيت، صفحي 37 تي شاهه ساجن ۽ شوپاز شاعرن جو هڪ هڪ بيت، صفحي 37 تي اسحاق گدڙي جو هڪ بيت ۽ صفحي 32 کان 38 تي ڪن نامعلوم شاعرن جا نو بيت ڏنل آهن. انهن پنجن صفحن تي مذڪوره شاعرن جي انهي ڪلام کان باقي سمورن 33 صفحن تي سچل سرمست

جي سنڌي ڪلام جو انتخاب ڏنل آهي. جنهن ۾ ٻہ ڪافيون ۽ تقريباً 200 بيت ڏنا ويا آهن.

سچل سرمست جي ڪلام جي انهي انتخاب مان سچل سائين ۽ سندس ڪلام سان پير صاحب جي عقيدت، محبت ۽ عشق جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو.[5]



حوالا:


1. پير حسام الدين راشدي: سنڌي ادب (سنڌي ترجمو) مترجم غلام محمد لاکو، سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو ٻيون 1996ع، صفحو 66 کان 68.
2. حوالو ساڳيو، صفحو 61
3. پير حسام الدين شاهہ راشدي: هو ڏوٿي هو ڏينهن، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون 1977ع ص: 38 – 37
4. پير حسام الدين راشدي جون اهي ٻئي تقريرون ڪيترن ئي ڪتابن ۾ ڇپبيون رهيون آهن. سي کان پهريائين سرمست 29 کان 52 تي شايع ٿيون.
5. پير حسام الدين شاهہ راشدي: ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون، انجمن تاريخ سنڌ، ڪراچي. ڇاپو پهريون، 1981ع صفحو 11
6. مدآت الجمال (پير حسام الدين راشدي جي پسنديده شعرن جو مجموعو) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، ڇاپو پهريون 1984ع.

# سچل جو شارح _ تنوير عباسي

جڏهن به سچل سائين تي تحقيق ڪئي ويندي، تڏهن تنوير عباسيءَ کي سچل جي اهم شارحن ۾ شمار ڪيو ويندو. هونئن ته سچل جي شارحن، سچل جي فڪر جي ڦهلاءَ لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي، پر تنوير عباسيءَ جي ڪيل تحقيقي ڪم جي نوعيت، انهيءَ ڪري به وڏي وڇي تي، جو هو سچل جو جديد دور جو محقق آهي. پر ڏک ان ڳالهه جو آهي ته تنوير عباسيءَ جو سچل بابت ڪيل ڪم نروار ٿي نه سگهيو آهي. اسان ڄاڻون ٿا ته تنوير عباسي جنهن رُخ ۾ سچل جي فڪر کي عيان ڪرڻ ۽ ان کي وسيع ڪرڻ ۾ مصروف هيو، ان کي اسان اهميت وارو ۽ مستند چئي سگهون ٿا. ان جو وڏو سبب اهو آهي ته تنوير عباسي سچل جو پاڙيسري هيو. ڪنهن به شاعر تي جيترو تحقيقي ڪم سندس ترجا محقق ڪري سگهن ٿا، اوترو ڏور ويٺل محقق نه ٿا ڪري سگهن.

خيرپور رياست ان حوالي سان وڏي ڀاڳن واري آهي جو هت سچل جو گهرو اثر قائم آهي. پير پاڳارن جي خانقاهه ڪان وٺي ڪنڊڙي جي ڪلتارن تائين، سچل سيني تي ڇانيل آهي، ۽ هتان جو رهبر شاعر آهي. هونئن سڄي برصغير ۾ سچل جو اثر قائم آهي. سچل جو اثر قديم دور کان وٺي جديد دور تائين، پنهنجي پرپوريت سان قائم ۽ دائم آهي ۽ سچل جي فڪر جي اها خاص خوبي آهي. اسان جي پراڻي ۽ نئين ٽهي، سچل کان متاثر آهي.

تنوير عباسي، جيڪو سچل جو شارح آهي، اهو پڻ سندس فڪر

کان متاثر آهي. نہ صرف ايترو، پر سندس شاعريءَ تي بہ سچل اثر انداز آهي. هونئن بہ تحقيق جي حوالي سان، تنوير عباسي سنڌي شاعريءَ جو محقق رهيو آهي. پوءِ اها قديم شاعري هجي يا جديد شاعري. بهرحال شاعري تنوير صاحب جو موضوع هئي. ان سلسلي ۾ ڪيترن ئي اهم شاعرن جو ڪلام ترتيب ڏئي شايع ڪرايائين. جن ۾ اڪثريت اهڙن شاعرن جي آهي جيڪي سچل جي سلسلي جا شاعر آهن.

سچل شناسي ۾ تنوير صاحب جو ڪم مثالي آهي، اهوئي سبب آهي جو سچل سرمست يادگار ڪميٽي، سچل اڪيڊمي ۽ سچل چيئر قائم ڪرڻ ۽ انهن جو مثالي ڪارڪردگي ۽ گهربل نتيجا ظاهر ڪرڻ ۾ تنوير عباسيءَ جون ڪوششون ساراهڻ جوڳيون آهن. سچل چيئر کي مثالي ۽ عالمي ادارو بنائڻ ۾ هن شخص جو ڪم وڏي اهميت رکي ٿو.

سچل سرمست جي فڪر ۽ فلسفي جي ڦهلاءَ وارو تنوير عباسيءَ جو ڪم ٽيهن سالن تي مُحيط نظر اچي ٿو. پر گذريل ويهن سالن کان، هُن طرفان سچل تي نئوس ۽ بنيادي ڪم جو آغاز ڪيل ڏسجي ٿو. سندس خيال آهي تہ "سچل سرمست نہ فقط سنڌ جو پر سنڌي ڪنڌ جو سڀ کان وڏيڪ بي ڊپو ۽ اهم صوفي شاعر آهي. هن وحدت الوجود جي فڪر کي عوامي انداز ۾ ڳايو. هو سنڌي شاعريءَ، فڪر توڙي فلسفي جي ارتقا جو اهم ڏاڪو آهي. ان کان سواءِ هو سنڌيءَ جو پهريون گهڻ زبانو شاعر آهي. جنهن جو شعر سنڌيءَ کان سواءِ سرائيڪي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ پڻ آهي. اهڙي ريت هن بي مثال شاعر جو پيغام، فڪر توڙي فلسفو سنڌ جون سرحدون اُڪري اڳتي ڦهلبو رهيو آهي." (سوينئر سچل 2)

هو اڃا وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ:

"سچل سائين سنڌي توڙي سرائيڪي شاعريءَ جو اهم سنگ ميل آهي. شاعريءَ ۾ تجربا ڪرڻ، نون گهاڙيٽن کي استعمال ڪرڻ ۽ نوان اسلوب وضع ڪرڻ ڏکي ڳالهہ نہ آهي، پر انهن سيني شين کي

روايت بنائڻ ۽ انهن تجربن جو ايترو مقبول ٿيڻ جو همعصر توڙي پوءِ ايندڙ شاعر انهن کي پنهنجو ڪن، تمام وڏي ڪاميابي آهي، جيڪا شاعريءَ جي تاريخ ۾ تمام گهٽ شاعرن کي نصيب ٿيندي آهي، سچل درازي، سنڌيءَ جي انهن ڳاڻ ڳڻين شاعرن مان هڪ آهي، جن جي اسلوب، ٻولي، گهاڙيٽن، توڙي فڪر جي ڇاپ سنڌس همعصر شاعرن ڪان وٺي اڄ تائين هلندي اچي." (سچل سرمست، سنڌ اطلاعات کاتو 1990)

سچل تي تحقيقي ڪم جي حوالي سان ائين چئي سگهجي ٿو ته، تنوير عباسيءَ جي روپ ۾ سچل کي گُريخشاڻي مليو هو. جهڙي طرح شاهه لطيف کي ڏيڍ سوَ سالن کان پوءِ گريخشاڻي مليو، اهڙي طرح سچل کي به تقريباً ايتري ئي وِٿيءَ کان پوءِ تنوير عباسيءَ جهڙو محقق مليو هو. اڄ پير حسام الدين راشدي زنده هجي ها ته، تنوير عباسي صاحب جي سچل سائينءَ بابت ڪيل ڪوجنا تي ڏاڍو خوش ٿئي ها ۽ ڪيس پنهنجي انهيءَ راءِ کي تبديل ڪرڻو پئي ها ته، "افسوس فقط هيءُ آهي جو سچل کي شاهه وانگر گريخشاڻي نصيب تي ڪو نه سگهيو آهي."

جولاءِ 1980ع ۾ پير حسام الدين راشدي درازا ۾ سچل ادبي ڪانفرنس ۾ صدارتي تقرير ڪندي چيو هو ته:

"....سچل تمام وڏو شاعر آهي. سچل جي لاءِ توهان کي گهڻو ڪم ڪرڻو پوندو. شاهه تي پي ڪو خاص ڪم ڪو نه ٿيو آهي، پر هن جو ڪم از ڪم هڪڙي ايڊيشن جو هڪڙو حصو گريخشاڻي اسان کي ڏئي ويو آهي، جنهن تي اسان انحصار ڪري سگهون ٿا، يقين ڪري سگهون ٿا، انهيءَ کي اسان مستند چئي سگهون پيا پر سچل جو ڪو به ايڊيشن، ڪو به حصو، ڪو به جزو، صحيح ڪونهي ڪو." (ڳالهيون منهنجي سنڌ جون. ص 200)

راشدي صاحب جون اهڙيون مهميزون تنوير عباسي بہ پڙندو رهيو ۽ خود راشديءَ صاحب کي ڀرپور نموني ۾ پنهنجا "معروضات" پيش ڪرڻ لاءِ چيو هو. اهو ئي سبب بڻيو جو تنوير عباسي صاحب اهو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو، ۽ سچل طرف وڌيڪ متوجهہ ٿيو. ان جو اظهار پاڻ بہ هن طرح ڪري ٿو:

> "سنڌ جي سيني محققن ۽ عالمن، جن ۾ پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا اچي وڃن ٿا، سيني ڇپيل رسالن کي ناقص سڏيندي هڪ معياري رسالي جي ضرورت تي زور ڏنو آهي." (سرمست – 8، ص 11)

هُو وڌيڪ لکي ٿو تہ:

> "ان جي لاءِ پهريائين تہ سچل جا جيڪي ڇپيل نسخا هئا، اٽڪل ڏهہ ڪن، اهي گڏ ڪياسين، تنهن کان پوءِ قلمي نسخا ڪنياسين، جيڪي بہ سجهيا پئي، پروفيسر عبدالڪريم سنديلي جي مدد سان اهي هٿ ڪياسين. ان کان سواءِ ٻيا نوَ قلمي نسخا بہ اسان هٿ ڪيا جيڪي تمام معتبر نسخا هئا، جن مان ڪي تہ سچل جيءَ وفات کان چاليهہ سال اڳ جا هئا. انهن سيني (اڻويهن) نسخن جو هڪ مستند متن تيار ڪيو پئي ويو. تمام ڏکيو ڪم هو ۽ جلدي ختم ٿيڻ وارو نہ هو." (ماهوار پارس اپريل 1995ع)

سچل جي هڪ مستند ۽ معياري متن لاءِ تنوير عباسيءَ جي ڪيل محنت ۽ جاکوڙ سدا ياد رهندي. هُن جيڪي آڳاٽا قلمي نسخا گڏ ڪري "سچل جو رسالو" مرتب ڪيو هو، افسوس جو اهو سندس حياتيءَ ۾ ڇپجي نہ سگهيو. نوجوان تاريخدان محمد پنهل ڏهر لکي ٿو تہ:

"ڊاڪٽر تنوير عباسي هڪ روشن ضمير ۽ ٻي ڏيو انسان هو. تنهنڪري هو سچل سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڪي هڪ مستند ۽ جامع رسالي جي صورت ۾ مرتب ڪري رهيو هو." (مهراڻ، تنوير عباسي نمبر ص 192 - 191)

ان حوالي سان "سچل چيئر" يا سچل يادگار ڪميٽي، تحرڪ وٺي تنوير صاحب جو اهو مرتب ڪيل يادگار سچل جو رسالو ڇڏرو ڪري.

ڏٺو وڃي ته "سچل چيئر"، سچل يادگار ڪميٽي يا سچل اڪيڊمي هجي، تنوير عباسيءَ پنهنجي صلاحيتن جو ڀرپور مظاهر ڪيو ۽ انهن ادارن جي ڪارڪردگيءَ کي عالمي سطح تي وٺي ويو. فقط سچل چيئر ۾ تقريباً ڏهاڪو سالن جي عرصي ۾ چيئر پنهنجي اوج کي وڃي رسي. انهيءَ جو مختصراً وچور هي آهي: سچل جي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ڪلام جو مستند ۽ معياري متن تيار ڪرڻ، سچل تي ملڪي سطح جا ڪيترا ئي سيمينار ڪرائڻ، سچل جي پوئلڳن جو ڪم گڏ ڪرڻ، سچل جو ٻين شاعرن تي جيڪو اثر رهيو، ان تي تحقيق ڪرڻ، وڊيو لائبريري جو قيام، جنهن ۾ سچل تي ٽيل پروگرامن جون 70 کن آڊيو ڪئسيٽون ۽ ڏيڍ سو کان مٿي وڊيو ڪئسيٽون رکيون ويون. ميوزيم جو قيام جنهن ۾ سچل تي لکيل ٽن سون کان مٿي ڪتاب رکيا ويا. سچل جي اسڪالرن جون تصويرون رکيون ويون ۽ انهن مان کن جا هٿ اکر به رکيا ويا. سچل جي فڪر، دور ۽ موسيقيءَ بابت ڪتابن جي لئبريري جوڙي ويئي، جنهن ۾ مختلف ٻولين جا گهڻا ڪتاب رکيا ويا. سچل جي فڪر تي ڏهاڪو کن ڪتاب شايع ڪيا ويا ۽ ان سان گڏ ڪوڙ سارا ليڪچر پروگرام منعقد ڪيا ويا.

هن مختصر جائزي مان تنوير صاحب جي صلاحيتن ۽ محنت ڪرڻ جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو. تنوير عباسيءَ جي شاعري تي پڻ سچل جو اثر موجود آهي، اهو ظاهر ڪري ٿو ته، سچل سنڌ جي

ڪلاسڪ شاعري ۽ جديد شاعري تي گهرائيءَ سان ڇانيل آهي. سچل جي فڪر جي ڇاپ سڄي سنڌ تي لڳل آهي. سچل جو فڪر ۽ فلسفو هڪ تحريڪ آهي، تنوير عباسي به انهيءَ تحريڪ ۾ شامل آهي. سندس ئي راءِ آهي ته:

"سچل سرمست سنڌيءَ جي انهن ڳاڻ ڳڻين شاعرن مان آهي، جن جي اسلوب، ٻوليءَ، گهاڙيٽن توڙي فڪر جي ڇاپ سندس همعصر شاعرن کان وٺي، اڄ تائين هلندي اچي. روايت جي ڪاميابي، سندس ديرپا هجڻ تي به آهي، ته سماجي تبديلين جي آهستہ رويءَ سان پڻ ٻڌل آهي".

هو وڌيڪ لکي ٿو ته:

"سچل سرمست اسلوب به نرالو اختيار ڪيو، مانـي، اونهيءَ، ڳنڀير ۽ اهڃاڻي اظهار بدران هن زوردار، گجندڙ، رندي ۽ ڪُلم ڪلا اسلوب کي وڌيڪ پسند ڪيو. اهو اسلوب بيدل، بيڪس، خير محمد هيسباڻي، نانڪ يوسف، شاهه نصير، غلام حيدر شر، رکيل شاهه ۽ خواجه غلام فريد کان وٺي اڄ جي دور جي ڪن جديد شاعرن تائين به موجود آهي." (مهراڻ تنوير نمبر ص 86)

پير حسام الدين راشدي به اهڙي راءِ جو اظهار هن طرح ڪري ٿو:

"ليڪن سچل پنهنجي زماني کئون وٺي ويندي اڄ تائين، ۽ مون کي يقين آهي تہ هن کئون پوءِ به جيڪو سنڌي شاعري ڪندو اهو سچل جي پيغام کي اڳتي وڌائيندو. توهان جا ڪنڊڙيءَ وارا، بيدل بيڪس، ٻيڙو، فتح پور يعني کهڙو شاعر آهي سچل کئون پوءِ جيڪو سچل جي تابع نہ آهي ۽ سچل

جي فلسفي ۽ فڪر کي هن پنهنجو نہ ڪيو آهي."
(سرمست 2 ص 32 – 1982ع)

هت اسان تنوير عباسيءَ جي شاعريءَ جو نمونو پيش ڪنداسين، جنهن ۾ سچل جي فڪر ۽ فلسفي جي پالوٽ تيل آهي. اها ڳالهہ بہ پنهنجي جاءِ تي اهميت واري آهي تہ تنوير جي اهڙي شاعري اسان کي پنجويهہ سالن کان ملي ٿي. سندس ئي همعصر دوست ۽ دانشور غلام رباني آگري جي هيءَ راءِ سندس شاعريءَ کي عيان ڪري ٿي تہ:

"سنڌ ۾ شاهہ سائينءَ، سچل سرمست، ٻنهي منصور کي ڳاتو آهي. تنوير ٻنهي جي راهہ جو پانڌيئڙو هو. هونئن بہ ڪيس ٻين اهل دل انسانن وانگر پاڻ سڃاڻڻ جو شوق هو". (مهراڻ تنوير نمبر ص 105)

## شاعري

پڇو نہ منهنجي ذات
جوئي آهيان، سوئي آهيان (سچل)

—

نہ ڪو مان پيغمبر، نہ ڪو مان رسول،
مان آهيان تنوير، پوان شل قبول (تنوير)

—

"اکيان کول تماشا ويکين، صاحب صورت سارئي هئي. (سچل)

—

ساجن گهونگهٽ کوليو مُرڪي ٻهہ ٻهہ ٻوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو (تنوير)

هت تنوير عباسيءَ جي اهڙي شاعريءَ جا مثال ڏجن ٿا، جن تي سچل جو رنگ گهرائيءَ سان چڙهيل آهي:

حق حق اَنا الحق انا الحق حق اَنا الحق حق،
هٽو دوئيءَ کي ڏک، انا الحق حق انا الحق حق.

—

سيئي مشرب منهنجا آهن، مذاهب مون آڏو ڇا هن،
نہ آهي منهنجو ڪو مسلڪ، انا الحق حق انا الحق حق.
ڪڏهن ٿيون ٿا فرشتا ڪڏهن ٿيون ٿا خدا،
لڳي ٿو ائين تہ انسان ٿي سگهيا ناهيون.

—

نہ ڪا رياضت نہ ڪا عبادت،
رڳو محبت رڳو محبت،
اسان جو مسلڪ اسان جو مذهب،
سين سان نوڙت سين سان الفت.

—

منهنجو نينهن نماز،
ڪيئن سليان مان لوڪ سان،
پنهنجي من جا راز.

—

توسان جي عشق سلامت تہ آ قائم ايمان،
توسان جي نينهن ٽٽي پئي تہ ٿيان بي ايمان،
توسوا ٻي ڪي جي چاهيان تہ وڏو مشرڪ ٿيان،
۽ جي توکان رهان غافل تہ وڏو ڪافر ٿيان.

—

جنهن جي دل ۾ ناهي دردان ۾ خدا ڪيئن ماپندو،
جنهن جي مَن ۾ آپيائي ڪيئن اهو مومن ٿيو.

—

مان ملحد مان بي دينو
منهنجو مکو نہ کو مدينو.
گنگا زمزم کي ٺکرايان،
پنهنجي سنڌو اکين لايان،
تري ٿو دل ۾ جنهن جو سفينو.

—

اگر الله جو دل تي ناهي،
۽ نہ وري شيطان جو آهي،
آهي صاف ٻنهي کان سينو.

—

مطلب لاءِ نہ مسلک پنهنجو
پيار جو مذهب سنهنجو سنهنجو،
محبت جنهن جو آهي قرينون.

—

تعصب مذهب مان اپجي ٿو،
نفرت تي پلي نپجي ٿو،
ڪڏي چڙي دل مان تون هي ڪينو.

—

توسان عشق الستي يار، توسان عشق الستي يار،
تنهنجي هستي مئہ جي مستي، مئہ جي آهي مستي يار،
موهہ مهک ۽ مئہ آ هتڙي، هيءَ تنوير جي وستي يار،
توکي ڏسندي ٿي تنوير، سکيو آ انسان پرستي يار.

—

دين مذهب ۽ ڌرم ڪجهہ عشق کان ناهي مٿي،
ڳالهہ مذهب جي لنوائي بات الفت جي ڪيو.

—

مذهب جنهن جي ٻـ من اڇي واسو ڪيو،
تنهن جي دل ۾ بس رهيو رب ماڻهپو نڪري ويو.

—

تون ۽ مان جدا ناهيون،
هيءَ هڪڙي وحدت آ.
عشق عيش ناهي ڪو،
هيءَ هڪ ضرورت آ.



ڊاڪٽر عطا محمد حامي

# سچل جون فارسي مثنويون

ديوان آشڪار کان سواءِ سچل سائين جو سمورو فارسي ڪلام ظني آهي، ڇو جو ڪنهن به مستند نسخي تان حاصل نه ڪيو ويو آهي. ڪجهه سالن کان محترمي قاضي علي اڪبر درازي ڪجهه فارسي ڪلام شايع ڪرايو آهي. ان تي تنقيدي نگاهه وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته اهو ڪلام ڪنهن تحقيق کان سواءِ ڇپرايو ويو آهي ڇو جو ان ۾ علم عروض ۽ زبان جون ڪافي غلطيون آهن. سچل سائين جهڙو عظيم شاعر اهڙيون ۽ ايتريون غلطيون ڪري نٿو سگهي. مان سمجهان ٿو اهو ڪلام اهڙن ڪتابن لکيو آهي، جيڪي فارسي زبان جا ڄاڻو نه هيا ۽ اتارجي اتارجي موجوده حالت تي پهتو آهي.

1954ع ڌاري مون به سچي سائين جي مثنوين جو منظوم ترجمو ڪيو هو. انهن مان ڪجهه مثنويون "نئين زندگي" رسالي ۾ مختلف وقتن تي شايع ٿيون هيون. وري 1964ع ۾ پاڪستان پبليڪيشن جي شايع ڪرايل منهنجي ڪتاب "سچل سرمست" ۾ "رهبر نامي" کان سواءِ سموريون مثنويون ڏنيون ويون آهن.

مون انهن مثنوين جا به نسخا پيشِ نظر هيا: هڪ مرحوم محبوب علي چنا صاحب جو، جيڪو محترمي قاضي علي اڪبر صاحب جي نسخي سان پيٽل هو ۽ ٻيو ڪرم علي فقير جو، جيڪو مرحوم محمد پناهه سومري راڻيپور واري جي نسخي (1260هه ۾ لکيل) تان اتاريل هو. انهن ٻنهي نسخن ۾ گهڻي ڦيرڦار ڏنل هئي. مون ڪرم علي فقير واري نسخي تي گهڻو اعتبار ڪيو هو، ڇو جو اهو تيرهين صدي هجري جي پراڻي ۽

مستند نسخي تان نقل ٿيل هو. ان هوندي بہ مان پنهنجي ترجمي ڪيل مثنوين کي ايترو مستند نٿو سمجهان، جيترو سمجهڻ گهرجي. انهن سيني نسخن جي ادبي ۽ تحقيقي ڇنڊ ڇاڻ جي سخت ضرورت آهي.

## وحدت نامو

هن مثنوي ۾ شاعر شرح غوثيہ ۽ منطق الطير تان مثال وٺي وحدت الوجود جي اپٽار ٿو ڪري ۽ همہ اوست جو نعرو هڻي ٿو. هو ٻڌائي ٿو تہ جهڙي طرح چنڊ گرهڻ وقت چنڊ آسمان جي برج ۾ اڇي پردي ۾ ٿو رهي، تهڙيءَ طرح انسان بہ پنهنجي هستيءَ جي ڪڪر ۾ گم ٿي ٿو وڃي ۽ نظر نٿو اچي. سندس عقيدي موجب روحاني نور ڪجهہ وقت لاءِ جسماني ڪوٽ ۾ قابو ٿي ٿو وڃي. انکيُ انهيءَ خاڪي پڃري کان ٻاهر ڪبو، تہ ڪثرت جا سمورا ڪوٽ ڊهي ويندا ۽ وحدت وارو هڪ وجود باقي وڃي بچندو. اهڙي منزل تي پهچڻ لاءِ عشق جي درد جي ضرورت آهي. انهيءَ درد سان معرفت جو در کلي ويندو ۽ عشق جو اعليٰ مرتبو حاصل ٿيندو. انهيءَ درد جي دولت سان طالب ذري مان آفتاب بڻجي ويندو. هن مرتبي حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا جا سمورا واسطا ٽوڙي، جسماني ناتن کان منهن موڙڻو پوندو ۽ اهڙو درجو حاصل ڪري سگهبو، جو هر شيءِ حق بڻجي ويندي. حق کان سواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ نظر نہ ايندي. پيو تہ ڇڏيو پر آدم، جبريل عليہ السلام، ابليس ۽ حوا بہ انهيءَ ذات جا مختلف روپ نظر ايندا.

جيڪي آهي سو فقط الله آهہ هر جڳهہ پاڻ بيپرواهہ آهي. هن مثنوي ۾ لطيفا بيان ڪري توحيد جي تبليغ ڪئي وئي آهي، جنهن موجب وحدت ۽ ڪثرت جي ٻيائي کي ٻوڙي حقيقي وحدانيت ثابت ڪئي وئي آهي ۽ ڏيکاريو ويو آهي تہ ذات ۽ صفات ۾ ڪو فرق ڪونهي. خالق ۽ مخلوق جو بہ هڪڙو ئي وجود آهي. دنيا ۽ ان ۾ جو ڪجهہ آهي، سو فقط الاهي ذات جو عڪس آهي. مثال طور انسان سان گڏ ان جو پاڇو هلي ٿو تہ

اهو سندس تابع آهي. ان پاڇي کي ڀيو ڪو به وجود ڪونهي.

هن مثنوي ۾ قدري ۽ جبري فرقن جو ذڪر به ڪيو ويو آهي ۽ ڏيکاريو ويو آهي ته قدري پنهنجي مختاري واري عقيدي ۾ خوار ۽ خراب آهي، ته جبري ڪي وري پاڻ تي ڪو به اختيار ڪونهي. ان هوندي به جبري کي قدري تي ترجيح ڏني وئي آهي، ڇوجو قدري پنهنجو پاڻ تي ڀروسو ٿو رکي ۽ جبري پاڻ کان بيزار تي خدا ۾ اعتقاد ٿو رکي. ان لاءِ پاڻيءَ تي ڪک جي ترڻ جو مثال ڏنو ويو آهي ۽ سمجهايو ويو آهي ته ڪک کي ترڻ جي ڪا به طاقت ڪانهي. هو پاڻيءَ جي زور تي ٺي تري رهيو آهي. ان کان پوءِ ٻڌايو ويو آهي ته اڳي پوءِ قدري ۽ جبري ٻنهي فرقن کي هڪڙي ڳالهه ڄاڻڻ گهرجي ۽ سمجهڻ کپي ته:

تنهنجي هستي ناهي سڀ ڪجهه يار آهه
تون نه آهين جا بجا دلدار آهه

## ساقي نامو

هن ۾ ڪل ايڪويهه قطعا بحررمل جي ٻن وزنن تي آهن. پهريان ٻارهن فاعلاتن مفاعلن فعلن تي ۽ باقي نو فاعلاتن فاعلاتن فاعلن (يا فاعلات) تي آهن. انهن قطعن ۾ ازل جي ساقي کان معرفت جي شراب ۽ حقيقي عشق جي درد حاصل ڪرڻ جي صدا ڪئي وئي آهي. شاعر وڏي واڪئين انگوري شراب کان عاري ٿو ٿئجي ۽ عرض ٿو ڪري ته اهو شراب مٿل دل کي زندگي بخشي نه سگهندو. تنهن ڪري سندس التماس آهي ته ڪيس اهڙو شراب عطا ڪيو وڃي جيڪو هن ڪي مٽيءَ جي هيئنان به هميشه لاءِ زنده رکي.

## تارنامو

هي هڪ سئو ڇائيتاليهه شعرن جي مثنوي آهي جيڪا بحررمل مسدس محذوف (فاعلاتن فاعلاتن فاعلن) تي چيل آهي. هن ۾ هڪ

طنبوري جي تار جي زباني معرفت جون رمزون بيان ڪيون ويون آهن. تار پنهنجي حقيقت بيان ڪندي ٻڌائي ٿي ته ڪيئن ڪاٺ مان ڪڍي ڪوري ۾ پچائي، وڍائڻ ۾ متر ڪن جون مارون ڏنيون ويون آهن ۽ موجوده صورت ۾ آڻي ڪاٺ جي طنبوري سان ملايو ويو آهي طنبوري واري ڪاٺ کي به ڪوري تڪليفون ڏئي، موجوده صورت ۾ آندو ويو آهي. طنبورو ۽ تار وڄائڻ واري جي آڱرجا محتاج آهن ۽ ان جي اشاري مان وچوڙي جا ورلاپ ڪري درد وارن کي سوايو سوز بخشين ٿا. آخر ۾ مرشد شاعر کي سمجهائي ٿو: جسم طنبورو ته تار آهي زبان، ٿي ڪري اسرار مولىٰ جا عيان. قلب طنبورو ٿيو ۽ تار جان آهي. ڪاريگر جي آڱر جو بيان.

## راز نامو

هيءَ هڪ ڊگهي مثنوي آهي، جيڪا بحر رمل مسدس محذوف تي چيل آهي. هن ۾ ڪل اٺ سئو اٺونجهاهه شعر آهن. هن مثنوي متعلق شاعر جو پنهنجو قول آهي ته:

ناهي فردوسي نظامي جو جواب
دريگانو آهي منهنجو هي ڪتاب.
هن ۾ ناهن بادشاهن جا قصا
معرفت وارا ٿا سمجهن ماجرا.
ڪين آهي هي مسائل جو ڪتاب.
منهنجي مرشد جي اڳيان ٿيو مستجاب.
درد دل جي مان لکيم هي ماجرا،
خود قلم کي حڪم فرمايو خدا.
راز نامو آهي منهنجو هي ڪتاب
جو به پڙهندو سوئي ٿيندو ڪامياب.
عشق جي غم جو منجهس آهي بيان،
جو زبان مان ناهي آهي دل منجهان.

هن مثنوي ۾ خدا تعاليٰ ۽ رسول مقبول ﷺ جي تعريف کان پوءِ سڪندر ۽ نوشابہ جي تمثيل ۾ ابن عربي جي مشهور وحدت الوجود واري فلسفي جي اپٽار ڪئي وئي آهي ۽ چيو ويو آهي تہ حقيقي محبوب احد مان احمد جي اوٽ ۾ سفير بڻجي آيو آهي. اهو آقا عبد بڻجي پنهنجي صفتن جا روپ ظاهر ڪري رهيو آهي. انهيءَ حقيقت جي خبر عشق جي درد کان سواءِ ڪنهن کي نٿي پوي. تنهن ڪري سالڪ لاءِ ضروري آهي تہ هو قيل ۽ قال وارا مسئلا ڇڏي، عشق جي جذب ۽ حال واري منزل ۾ اچي ۽ لامڪاني سير ڪري.

ان کان پوءِ مختلف تشبيهن جي ذريعي همه اوست جو سبق سمجهايو ويو آهي. اهو سبق سمجهائيندي ننڍيون ننڍيون حڪايتون بيان ڪيون ويون آهن، ۽ انا الحق جي رازن ۽ رمزن جي اُپٽار ڪري منصوري ۽ فرعوني دم جو فرق ٻڌايو ويو آهي. آخر ۾ معرفت جا نڪتا بيان ڪندي درازن جي درگاهہ ۽ فقيري سلسلي جو احوال قلمبند ڪيو ويو آهي.

## گداز نامو

هي مثنوي بحررمل مسدس محذوف تي چيل آهي. هن ۾ ٻہ سوچوويهہ شعر آهن. هن مثنوي ۾ بہ وحدت الوجود جي تبليغ ڪئي وئي آهي. شاعر چوي ٿو تہ پنهنجي هستي کي فنا ڪري، حق جي هستي ۾ قائم رکڻ گهرجي. هو برف جي تمثيل ۾ سمجهائي ٿو تہ جڏهن برف ڳري ويندي، تڏهن پاڻي تي ويندي جنهن مان نرالا ڪم پيدا ٿيندا ۽ گل ڦل ٽڙي گلزار بڻجي پوندا. اهڙي طرح جيڪڏهن مالڪ پنهنجي جسماني هستي کي فنا ڪندو، تڏهن ئي حقيقي بقا ماڻي سگهندو. جڏهن عبد معبود سان ڳڏبو تڏهن غيرفاني تي ويندو ۽ مغبود جي هستي وچي ٻچندي.

هو ٻڌائي ٿو تہ هن جسماني ڪائي ۾ روح جو نوراني ڏيو روشن

ٿو رهي، مگر انهيءَ ڪاٺي جي ڪري ان جي روشني ظاهر نٿي ٿئي. اهو ڪاٺو پچندو ته روحاني ڏيئي جي روشني ظاهر ٿي پوندي.

اڳتي هلي شاعر چوي ٿو ته حقيقي محبوب پاڻ ڪي عبده سڏائي ٻانهپ جي ٻولي ٿو ٻڌائي. اها سندس پنهنجي مرضي آهي، پلي پاڻ عبده سڏرائي پر اسان سندس شان کي سڃاڻون ٿا. اسان ڪي ڪيس ٻانهي سڏڻ جي ڪا مجال ناهي. وري ڪڪڙ جي آني جي تمثيل ۾ ٻڌائي ٿو ته لاهوتي پکي آني ۾ لڪل آهي. جيستائين آني جو ڪوٽ نٿو ڀڄي تيستائين اهو پکي پرواز ڪري نٿو سگهي. ڪيس اهو جسماني ڪوٽ ڀڃي ٻاهر اچڻو ۽ اڏامڻو آهي.

آخر ۾ پنهنجي مرشد جي مهرباني، مجيندي ٻڌائي ٿو ته سندس فيض واري نظر سان "مان ۽ اسان" وارا سمورا حجاب دور ٿي ويا ۽ هر طرف حق ئي حق نظر اچڻ لڳو.

مون ڪي مرشد راهه ڏيکاري ڇڏي،
دل وئي سيني خيالن تان کڃي.
هي خدائي دم غلامي جو پري،
ان جي در جي خاڪ سرمو ٿو ڪري.

## عشق نامو

هي مثنوي بحررمل مسدس محذوف تي آهي. هن ۾ هڪ سو ايڪونجاهه شعر آهن. هن مثنوي ۾ انسان جي عظمت جو بيان ڪيو ويو آهي. عارف سچل سائين ٻڌائي ٿو ته ڪيس پنهنجي پير عبدالحق وٽان ان حقيقت جو پتو پيو آهي ته دراصل آدم جو گهر حق جو گهر آهي. هو جو ڪجهه ٻولي يا ٻڌي ٿو اهو حقيقت ۾ حق آهي. ظلم ۽ جهل ٻيئي سندس ئي فعل آهن. ظلم مان سندس مراد پنهنجي نفس ڪي کهڻ ۽ جهل مان مراد پنهنجو پاڻ ڪان پاسي ٿيڻ آهي. هو الستي عهد ۽ قالو بليٰ ٻنهي ڪي عشق جا گفتا ٿو سمجهي. حق جي ذات انسان ۾ لامڪان جا راز ۽ رمزون

رکي عشق جي آڳ لائي ڇڏي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هو لامڪان جو شهباز بڻجي پيو آهي. پوءِ انسان کي جنت جا سير ڪرائي زندگي جون نعمتون عطا ڪيون ويون. ان کان پوءِ هن کي مٽيءَ جي ملڪ تي آندو ويو، جتي ڪيس محنت ۽ محبت جي مڪان ۾ رهڻو پيو.

مٿي ذڪر ڪيل حقيقت بيان ڪرڻ کان پوءِ عشق ۽ عقل جو بحث ڇيڙي عقل کي عشق جو دربان ثابت ڪيو ويو آهي. پڇاڙيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته:

عقل اٽڪيل تو رهي تقليد ۾
عشق هر دم تو رهي توحيد ۾
عقل سان دنيا جو درشن تو ڪجي
عشق سان پسجي تو حق جي ذات کي.

## درد نامو

هي مثنوي بحر رمل مسدس محذوف تي آهي. هن ۾ ڪل ڇهاسي شعر آهن. هن ۾ پنهنجي مرشد وٽان ورتل درد جو سبق دهرايو ويو آهي ۽ عارف سچل جي قول موجب درد کان سواءِ ماڻهو ڪنهن به ڪم جو ناهي. جيڪڏهن هو درد واري بيخوديءَ ۾ رهندو ته فنا جو ماڳ ماڻي بقا جو حال حاصل ڪندو، اهوئي وحدت جو سچو رستو آهي. اصل ۾ ساري ڪائنات وهم ۽ خيال کان وڌيڪ ڪا هستي نٿي رکي. هستي هڪڙي حق جي ئي آهي، جنهن ۾ ”مان اسان“ وارا ٻيائي جا ٻول ختم ٿي وڃن ٿا.



عثمان علي انصاري

# سچل جو مطالعو ڪيئن ڪجي

فقير سچيڏني جي ڪلام ۾ اهي سڀ صفتون موجود آهن، جي هڪ بلند پايه شاعر جي ڪلام ۾ هجڻ گهرجن. سندس ڪلام، سر تاسر ”همه اوست“ جي رنگ ۾ رڱيل آهي. پاڻ انهيءَ ڏس ۾ ايڏي ته طبيعت جي جولاني ڏيکاري اٿن جو ”وحدت الوجود“ جي ڪنهن به ٻئي وڪيل کي اهڙن واضح لفظن ۾ انهي موضوع تي ڪجهه چوڻ جي جرئت نه ٿي آهي. حقيقت هيءَ آهي ته سرمست پنهنجي ڪلام ۾ ”همه اوست“ کي ايتري ته جاءِ ڏني آهي جو ٻئي ڪنهن به موضوع لاءِ گنجائش ئي ڪا نه رهي آهي. ڇا ڪافين ۾، ڇا ڏوهيڙن ۾ ”توهي تو“ جو نعرو پيو ٿو ٻڌجي. ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ بزرگ کي اهو ئي هڪ پيغام ڏيڻو هو، جو مزا وٺي ڏنو اٿس.

سچل کي صحيح معنيٰ ۾ سمجهڻ لاءِ اهو اشد ضروري آهي ته سندس ڪلام جو پس منظر، سندس نگاهه جي بلندي، سندس دل جي تڙپ ۽ سندس ڪيف جي حالت، پڙهندڙن کي اول معلوم ڪرائي وڃي. اهو به ضروري آهي ته پڙهندڙن کي خبر هجي ته جو پيغام سچل پنهنجي ڪلام جي وسيلي ڏئي ٿو تنهن پيغام جا ٻڌڻ وارا ڪهڙي خمير جا ٺهيل آهن. واضح رهي ته سنڌي طبيعت، تصوف جو اثر ايتري قدر قبوليو هو، جو اڄ به مشرق جي دنيا ۾ ڪو ٻيو ملڪ سندس مقابلي ۾ نٽو اچي سگهي. پيري مريديءَ جي هن واديءَ ۾، جتي ڪتي اڻ سهندڙ بدعتون به رائج ٿي چڪيون هيون ۽ ڪيترن ئي درگاهن جي دڪانن تي ”استخوان فروشي“ به چالو هئي، اتي ڪيترن ئي بزرگن وٽ

فيض بہ عام هو جنهن مان انهيءَ پار جا پانڌيئڙا بہ پيٽ ڊو ڪندا هئا. رب العالمين جي مخلوق ڪي وحدت جي نگاهہ سان ڏسڻ وارن معرفت جي مالڪن، مومن ۽ ڪافر يا مسلم ۽ هندوءَ جو فرق يڪ قلم مٽائي ڇڏيو هو. جو تہ سندس هستيون هميشه اهڙي غير فطري امتياز کان مٿي رهيون. انهن حق جي عاشقن، پنهنجي قول ۽ فعل سان هڪ اهڙي هم آهنگ معاشرت سنڌ ۾ پيدا ڪري ڇڏي هئي، جنهن جو نظير پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ پيدا ٿي ڪين سگهيو هو. سنڌي بزرگن جي انهيءَ مساوات جيڪي سياسي يا مذهبي نتيجا پيدا ڪيا، تن جهڙا نتيجا ٻين صوبن جا مسلمان پيدا ڪري نہ سگهيا. سرمست رح فقط مسلمانن جو هيرو نہ هو، پر سنڌ جا هندو بہ ڪين عزت ۽ فخر سان پنهنجو رهبر قبول ڪندا رهيا.

سرمست جي ڪلام ۾ تصوف جون بيحساب اهڙيون تجليون موجود آهن، جي مسلمانن سان گڏ غير مسلمن جي دلين تي بہ حڪومت ڪنديون ٿيون رهن. جي سندس ڪلام مان لساني لذتن کان سواءِ روحاني تاثرات بہ وٺندا رهيا آهن. سچل جي ڪلام جي هڪ خاص خصوصيت هيءَ آهي تہ هو صاحب مدهوشيءَ ۾ هوش جون ڳالهيون ڪندو ٿو رهي، ۽ هوش ۾ مدهوشيءَ جا راڳ الاپيندو ٿو رهي. پنهنجي ڪلام جي زور تي، پڙهندڙ يا ٻڌندڙ کي ياد ڏياريندو ٿو رهي تہ مسلمان ۽ غير مسلم، امير ۽ غريب جو فرق، يا ازين قسم ٻيا فرق، سيئي انسانيت جي وهمن جي ڪارفرمائيءَ جو نتيجو آهن. نہ تہ ظاهر ۽ باطن، انهيءَ "واحد حقيقت" جا ٻہ پهلو آهن.

"ڪافر مومن صورت سائي، جانب ڏس ڏنو هي جائي،
فاينما تولوا آيت آئي، يسمع يبصر تي هيڪڙائي،
سوئي بندو سوئي مولائي، اتي انا الله آگاهي،
هئڙي صورت سڀ سيائي، سوئي هيٺ سوئي بالائي."

اين و آن جو فرق فقط انسان جي نگاهہ جو قصور آهي. سرمست جيڪي ڏٺو سو چيائين، ۽ جيڪي چيائين سو عيني مشاهدي کان پوءِ چيائين. سندس زبان ۽ نگاهہ ۾ ڪو ئي فرق ڪونهي، ڇو تہ انهيءَ ٻنهي قوتن تي قابض، هڪ ئي حقيقت آهي، ”يسمع يبصر آهي هڪائي.“

سرمست جو انهي عقيدي تي ايمان آهي تہ محبت جو بنياد، روحن جي اتحاد تي ٻڌل آهي، عاشق ۽ معشوق جو روح، ٻہ شيون نہ آهن. انهي عقيدي کي پٽائي رح واري فرمودي موجب پنهنجي ڪلام ۾ انتهائي لطافت سان نباهيو اٿس. مثلاً سسئي جو پنهون جي تلاش ۾ جبل جهاڳڻ، حيران ۽ سرگردان ٿيڻ کي حقيقت کان بي خبري ۽ عرفان نفس کان غفلت جو نتيجو قبول ڪيو اٿس ۽ جڏهن ”لائي نيڻ نهارڻ“ سان پاڻ ۾ ديرو دوست جو تي ڏسي ات ساڳي سسئي پاڻ تي قبول ڪري تہ:

”سسئي چام پنهون هڪ هوتان، ڪامڻ جالب ڳوليو جو تان،
ساڳئي پاڻ ينهون هئي هوتان، سچو دوست دوئيءَ کان ڏوتان.“

سچل فقير جي انهيءَ انداز بيان ۾ چاڪاڻ تہ تصوف جي فلسفي سان گڏ عاشقانہ مستي جو بہ ڪافي جلوو موجود آهي، تنهن ڪري سندس ڪلام کي انهي پس منظر ۾ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ بہ آسان ڪم نہ آهي. ”ڪشف ۽ شهود“ جون ڳالهيون بہ فقط ڪشف ۽ شهود سان ئي سمجهہ ۾ اينديون ۽ حافظ شيرازي ڪين چيو هو تہ:

”گر نکته دان عشقي، خوش بشنو اين حڪايت!“



ڊاڪٽر ممتاز پناڻ

# سچل سرمست رح
# صوفي ۽ شاعر جي حيثيت ۾

انسان عام طرح خود غرض ۽ لالچي هوندو آهي، ۽ ڪنهن ٻئي کي اُسرندو يا چڙهندو ڏسي منجهس حسد جو جذبو نهايت تيزيءَ سان اُڌما ڪائي اڀرندو آهي، ۽ پوءِ هو انهيءَ ڪوشش ۾ هوندو آهي ته ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت هن کي ڪيرائي گمناميءَ جي ڪنڊ ۾ اڇلايو وڃي. حسد ۽ خود غرضي جيئن ته انسانذات جي اخلاق ۽ ڪردار سان وابسته آهي، ان ڪري ماڻهن ۾ جدا جدا اختلافي نظريا، فلسفا ۽ عقيدا وجود ۾ اچي ويا، جن سان ذات پات ۽ ننڍ وڏائيءَ جا انيڪ متڀيد ۽ ويڇا پيدا ٿي پيا. تفرقي ۽ فساد جي قوتن جي مقابلي ۾ قدرت وري انسانذات جي ڀلائيءَ ۽ رهبريءَ جون راهون به روشن ڪندي رهي ۽ هر دور ۾ دنيا جي هر ملڪ ۽ خطي ۾ ڪي اهڙا نيڪ انسان پيدا ٿيا جن ماڻهن کي پاڻ ۾ گڏجي ۽ ٻڌيءَ سان رهڻ جي تلقين ڪئي ۽ هڪ ٻئي سان محبت ۽ الفت جي رشتي قائم ڪرڻ جو پرچار ڪيو. سنڌوءَ جي پاڪ ماتر ڀڻ انهيءَ ڏس ۾ ڪيئن ماڻڪ موتي پيدا ڪيا. جن مان "سچل سرمست" جو نالو وڏي اهميت رکي ٿو.

سچل سرمست رح ڪلهوڙن جي آخري ۽ ٽالپرن جي پهرينءَ چوياريءَ جي دور جي پيدائش هو. ڪلهوڙا ۽ ٽالپر ٻئي قومون ايران جي طرف کان آيل هيون ۽ سنڌ کي ئي پنهنجو ديس بنائي هتي حڪومت ڪيائون. بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ ان وقت افراتفريءَ جون حالتون جاري

هيون. هڪ طرف نادر شاهہ جي ڪاهہ تہ ٻئي طرف مدد خان پٺاڻ جا حملا. جن ملڪ جي چيلهہ ڀڃي ڇڏي هئي. ڪلهوڙن جي مذهبي سخت گيريءَ سان گڏ، ٻاهرين ڪاهن ۽ اندروني طوائف الملوڪيءَ جي حالتن ڪري، ماڻهن ۾ اقتصادي ۽ ذهني بيچيني وڌيل هئي، قدرتي طور، مختلف عقيدن ۽ طبقن جا ويڇا بہ وڌي ويا هئا. اهڙين حالتن ۾ سچل سرمست جو ظهور ٿيو. جنهن ماڻهن کي اميد ۽ الفت جو انسانيت آموز سبق بيحد بيباڪيءَ سان ڏنو.

سچل سرمست، سن 1152هجريءَ ۾ درازن جي ڳوٺ ۾ ڄائو. جو عيسوي سن 1739ع جي برابر وڃيو بيهي. سندس چاچي جو نالو ميان عبدالحق هو. جو ان وقت درازن جي درگاهہ جو سجاده نشين هو. چون ٿا تہ سندس ڏاڏي، خواجہ محمد حافظ. شاهہ عبدالله نالي هڪ بزرگ کان فيض پرايو هو. جو شيخ عبدالقادر جيلانيءَ بادشاهہ پير رحمة الله عليه جي اولاد مان هو. شاهہ عبدالله سنڌ مان اجمير هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سچل سرمست جو اصلي نالو عبدالوهاب هو ۽ پاڻ سنڌ جي معزز فاروقي خاندان جو فرد هو. چيو وڃي ٿو تہ سندن جد اعلىٰ، شهاب الدين فاروقي، محمد بن قاسم ثقفيءَ جي لشڪر سان گڏ آيو هو ۽ پوءِ کيس سيوهڻ جي قلعي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. پر انهيءَ بابت ڪابہ تاريخي شهادت مستند ڪتابن ۾ نٿي ڏسجي.

سچل سرمست تصوف جي "وحدت الوجود" واري مسلڪ سان وابستہ هو ۽ پڻ شاعر بہ هو. ان ڪري هن پنهنجي خيالات ۽ تعليمات کي نظم جي ذريعي پيش ڪيو آهي. تصوف ۾ هن بزرگ کي مٿانهون مقام حاصل آهي ۽ شاعريءَ ۾ "شاهہ" کان پوءِ کيس سنڌ جو وڏو شاعر سمجهيو وڃي ٿو. وحدت الوجود دوران ٻين بزرگن جيان، سچل بہ ذات ۽ صفات جي هيڪڙائيءَ جو مڃيندڙ هو. جنهن موجب ڪائنات جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت ڪارفرما آهي. انسانذات جي رنگ ۽ روپ جي ڪثرت بہ انهيءَ وحدت ۾ سمائجيو وڃي، جنهن موجب

ماڻهن ۾ ذات پات، اوچ نيچ، فرقي، طبقي ۽ عقيدي جي موجودگيءَ کي ڪا بہ وقعت ڪانهي. انسان سڀ هڪجهڙا آهن. لهر ۽ بحر جي اصليت هڪ آهي:

نيست جز دريا روان چيزي دگر
موج او در موج مي آرد بسر
تون جا پانئين موج، سا مڙيائي مهراڻ.

سچل سرمست مذهب ۽ ملت،ملڪ ۽ وطن، ٻوليءَ ۽ زبان وغيره جون حدون پار ڪري، هڪ اهڙيءَ همہ گير تعليم جو پرچار ڪيو آهي، جنهن جي دنيا جي هر هڪ ملڪ ۽ هر هڪ قوم کي، هر دور ۾، هر وقت ضرورت رهي آهي. پاڻ فرمائي ٿو:

نا مين ملا نا مين قاضي، نا مين سبق پڙهايان،
نا مين ڪعبہ نا مين قبلا، مکي مول نہ جاوان،
نا مين سني نا مين شيعا، سيد ڪين سڏايان،
نا مين نانڪ نا مين لڇمڻ، گنگا مول نہ جاوان،
يار تہ ميڏا درس درازي، سچو نانءُ سڏايان.

شاعريءَ ۾ بہ سچل سرمست پنهنجو مٽ پاڻ هو. ڪبت، دوهيڙو، ڪافي، وائي، غزل، مثنوي، مطلب تہ نظم جي هر هڪ صنف تي هن طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪبت ۾ سندس ”وحدت نامي“ کي مخدوم محمد هاشم جي ”زادالفقير“، مخدوم عبدالله جي ”ڪنزالعبرت“ ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي ”حقيقت محمديءَ“ کان سليس، سلوڻيءَ ۽ صاف ٻوليءَ جي لحاظ کان اڳيرو سمجهيو ويو آهي. سنڌي ڪافيءَ ۾ پڻ سچل جو اعليٰ مقام آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ ساخت، مضمون ۽ معنيٰ جي لحاظ کان هن جيڪي ايجادون ڪيون آهن، تن ۾ ڪنهن بہ اڄ ڏينهن تائين ڪو واڌارو ڪو نہ ڪيو آهي، ساڳئي ريت، سندس قتل ناموءَ جهولڻا، سنڌي شاعريءَ ۾ پهرين

ڪوشش هوندي ته پنهنجو مٽ پاڻ آهن ۽ انهيءَ طريقي تي اڄ تائين ڪو به ٻيو شاعر ايڏو سوڀارو ڪونه ٿيو آهي.

سچل پنهنجي زماني جو هڪ بي نظير شاعر هو ۽ ڪانئس پوءِ ڪو به سنڌس درجي جو شاعر اڄ تائين پيدا نه ٿيو آهي. هن اردو غزل به چيا آهن، جي وقت جي لحاظ کان نهايت موزون ۽ همه گير هئا ۽ جن جي ساراهه اردو زبان جي مشهور شاعرن پڻ ڪئي آهي. فارسيءَ ۾ به سچل غزل، مستزاد، قطعي ۽ مثنويءَ تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪجهه فارسي ڪلام جو پروفيسر عطا محمد حامي سنڌيءَ ۾ ۽ مسٽر تيرٿداس هوتچند انگريزيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو آهي ۽ ڇپجي چڪو آهي. فارسي ۾ سچل پنهنجو تخلص "خدائي" ۽ "آشڪار" رکيو آهي. "ديوان آشڪار" کان سواءِ هن ڪيتريون ئي مثنويون لکيون آهن. جن مان راز نامو وغيره چڱي مشهوري رکن ٿا. فارسي ڪلام ۾ به سچل جو رويو "منصور" ۽ "عطار" جي خيالات جي عڪس نمائي ڪري ٿو، مثلاً:

در ولايت جسم و جان بادشاهي مي ڪنم
بادشاهي چيست و ليڪن خود خدائي مي ڪنم.

(هن خاڪي بوتي جي ولايت ۾ آئون، بادشاهه آهيان، بادشاهي ته ڪجهه نه آهي پر خود خدا آهيان.)

ٻئي هنڌ وري هيئن چيو اٿس:

به شاهي ميزنم نعره گدائي،
گدائي نيست وليڪن خود خودائي،
بگمراهي نيفتاديم هرگز
جهان رامي ڪنم اين رهنمائي.

(شاهه هوندي به گدائيءَ جو نعرو پيو هڻان، اها گدائي جا ڏسو ٿا، گدائي ناهي، پر خود خدائي آهي. مون ڪڏهن به گمراهيءَ ڏانهن لاڙو نه ڏيکاريو آهي ۽ انهيءَ سبق ۾ جهان جي رهنمائي ڪري رهيو آهيان.)

پاڻ سڃاڻڻ بابت سچل سرمست جو چوڻ آهي ته اهو هر هڪ ماڻهوءَ جي سوچ ۽ ويچار تي منحصر آهي. جهڙي طرح هو پنهنجي متعلق سوچ ڪندو، اهڙيءَ ئي حالت ۾ هو پاڻ کي ڏسندو.

خويش را بشناس، در گل گوهر است،
ماه پنهان که شود زير غلاف،
اگر خود را خدا داني، خدائي،
اگر خود را گدا داني، گدائي.

(پاڻ سڃاڻ، مٽيءَ ۾ گوهر لڪل آهي جهڙڪ چنڊ غلاف جي هيٺان ڍڪيل آهي. جيڪڏهن پاڻ کي خدا سمجهندين ته پوءِ گدا آهين.)

سچل جو ڪلام روحانيت جي اونهائين سان ڀرپور آهي جنهن ۾ خدا جو عشق قلبي واردات هجر ۽ وصال جو ذڪر، پيار ۽ الفت جون ڳالهيون ۽ حق ۽ تصوف جي پچار آهي. سچل سرمست ڪفر ۽ اسلام جي جهيڙي کي بيباڪيءَ سان ننديو آهي. ۽ ماڻهن جي دلين کي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، چاڪاڻ ته هو انسانيت جو معراج چاهي ٿو. ڏٺو ويندو ته سچل جو سڄو شعر تصوف جي باريڪ نڪتن سان معمور آهي. جنهن ۾ هن فنا ۽ بقا، ذڪر ۽ فڪر، حال ۽ قال، خوديءَ ۽ دوئيءَ بابت نهايت سهڻي نموني ۾ خيال آرائي ڪئي آهي. سندس ڪلام ستن ٻولين ۾ آهي. سندس رسالو ٻن جلدن ۾ آهي، جنهن مان پهرئين جلد ۾ سنڌي، سرائڪي ۽ پنجابي ٻولين ۾ ڪافيون، غزل، جهولڻا ۽ ريختا آهن ۽ ٻئي جلد ۾ ڏهه سي حرفيون، پنجابي ۽ سرائڪي زبان ۾ ۽ هڪ سؤ پنجانوي ڏوهيڙا آهن. ازان سواءِ مرغ نامي ۽ وحدت نامي ۾ سنڌي ڏوهيڙن جو مجموعو سمايل آهي.



كريم بخش خالد

# جوڳي آيو جُوءِ ۾

جوڳي آيو جُوءِ ۾، مرڪٽو منڻ دار،
مرلي مستانا ڪيا، جنهنجي لک هزار،
ڪاريهي ڪردار، نيلا نات نوائيا.

هن علائقي ۾ سک ۽ ستابيءَ جو دور ختم ٿيڻ تي هئو. ميرن جي صاحبي جو چراغ اجهامڻ تي هئو. چوياري جا ڏيهاڙا ۽ ايڪي اتفاق جون برڪتون خانداني بي اتفاقي ۽ انتشار جي نذر ٿي چڪيون هيون ۽ ٽالپرن جو سرسبز گلشن نفاق جي خزان جي لپيٽ ۾ هو.

مير مراد علي خان جي وفات کان پوءِ منجهن وراثت جا خيال اتپن تي رهيا هئا. ڇڳي ڇتا پيتي ڪان پوءِ آخر هنن پنهنجي سرڪار کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ۽ اهڙي طرح حيدرآباد، ميرپور خاص ۽ خيرپور جون صاحبيون قائم ٿيون.

ان وقت خيرپور جي نگري، درياءَ جي ٻنهي طرفين، هڪ عجيب پر فضا ۽ آباد ۽ شاد علائقو هئو. مير سهراب خان پنهنجي صلاحڪار، ميان احمد فاروقيءَ جي مشوري سان خيرپور جو علائقو ورتو ۽ اُن نيڪ صلاح جي عيوضي ۾ ميان احمد فاروقي ۽ سندس خاندان کي گمبٽ ۽ راڻيپور جي وچ ۾ زمين جو ٽڪرو جاگير طور ڏنو.

ميان احمد فاروقي، حضرت عمر فاروق جي پڙ پوٽي شيخ شهاب الدين بن عبدالعزيز جي خاندان مان هئو. شيخ صاحب محمد بن قاسم سان گڏ 93 هجري ۾ اعليٰ صلاحڪار جي حيثيت ۾ سنڌ آيو ۽ انهيءَ تاريخي "فتح مبين" کان پوءِ هو ۽ سندس پويان سيوهڻ جا حڪمران رهيا.

سچ ۽ پاچا، تقدير جو چڪر هئو جو اوس پورو ٿيڻو هو. زماني جي نيرنگين سببان، فاروقي خانواده سيوهڻ کي خيرآباد چئي، خدا آباد وسائي، پر پوءِ اتان بہ هجرت ڪري اچي تر جا ٽاٽا وسايائون: قدرت فقيري جي جيڪا امان ڪين سونپي هئي تنهن لاءِ ڪشت ڪشالي، مجاهدي ۽ تزڪيہ نفس جي منزل جي ابتدا ٿي.

ترجي ٽاڪن ۾ ججهو وقت جالڻ کان پوءِ ڏاٽي پاٽي ڪين خيرپور پرسان ڳڏيجيءَ جي ڳوٺ پهچايو ۽ قدرت "مرڪٽي مٽيادار" جي نمودار ٿيڻ جو سعيو ڪيو.

ڪافي

پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان،
اڃڻ اسانجو ٿيو اتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات،
ظاهر ٿياسي ذاتي وچان، سمجهڻ منجهہ صفات،
"لا" کي لاهي نفي ڪيو الاالله اثبات،
سچا سرصحي ڪر پنهنجو، عشق منجهان عشقات.

ميراٿي جاگير جي وسعتن ۾ فاروقي فقير صاحبڏنو موراڳي بہ ميرن جو هڪ اهلڪار هئو پر باطن ۾ هو درازن جي فقير جي درخت جي جڙ هئو. پريم جي ٿڌنڊڙ چشمي جو جر هئو. سندس هڪ قول مان اها ازلي بشارت ملي ٿي تہ حقيقت جي راز فاش ٿيڻ جا سامان ٿي رهيا هئا.

ڪني نيهہ نهر سان، ڪني دياپا درياهہ
صاحب ڏني جي ساهہ، سارو سمنڊ سمايو.

سائين صاحب ڏاني ميرن جي ملازمت ڇڏي، ان جلوت پذير ماحول ۾ خلوت پذير ٿيو. ڪوڙي ڪايا مٺي مايا کان منهن موڙي، هو مالڪ حقيقي جي حضور ۾ پنهنجي يار جي ياد ۾ مگن رهڻ لڳو.

ميان صاحبڏني جي وڏي فرزند ميان صلاح الدين جي گهر ڀڳڙ ٻالڪ پيدا ٿيو. دوست درازين آيو ۽ سرمدي ستارو پنهنجي

نوراني جهلڪن سان ضو فشان ٿيو. سچل سائين طلب جي وادي طئي ڪرڻ لاءِ پنهنجي چاچي پير عبدالحق کي مرشد ورتو جنهن بزرگ، پنهنجي پر فضا برهه جي باغ جي خوشبو سان پنهنجي سچي سڪ واري طالب جي وجود کي اهڙو ته واسي ڇڏيو جو انجي تاثير کان اڄ به هند ۽ سنڌ معطر آهن ۽ اها عشق جي امانت جي عطر ۽ عنبر جي خوشبو هئي جنهن ڦهلجڻ لاءِ درازن جو ديرو منتخب ڪيو.

اديون آدم ناهيان، فلڪ نه آ فلڪن،
خيالون اچي اوچتي خلل وڌم خلقن،
ناهي ميسر ملڪن، اها امانت عشق جي.

علم لدني سان گڏ سچل سان دنيوي علم به حاصل ڪيو. چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ قرآن حفظ ڪيائين. عربي ۽ فارسي ڪيس خانداني ورثي ۾ ملي هئي ۽ سنڌي ۽ سرائڪي، خانواده فاروقي پنهنجي سنڌ ۾ قيام جي دوران سکي.

پر تعجب جو مقام آهي جو سچل هندي، پنجابي ۽ ريختي زبانن تي عبور حاصل ڪيو. زبان دانيءَ جي لحاظ کان هو اڪيلو هفت زبان صاحب ديوان سنڌي شاعر آهي. جيئن پاڻ چيو اٿئين:

سوين ڪلام جاري مون پڙهيا، اثر ڪلامن ڪون ڪيو مون،
اول ڇاتم پوءِ سڃاتم، آهي توريءَ ڪو نه ٻيو مون،
"سچو" سارو سر حقاني، ڪيئن چوان آهي ڪير ٿيو مون.

انهن زبانن ۾ چيل سندس ڪلام مان ظاهر ٿو ٿئي ته الفاظ جي مطلب ۽ معنيٰ ۽ اچار جي سنگيت جو اهڙو لاجواب ميلاپ سندس سنڌي ڪلام وانگر انسانن وٽ هر دور ۾ مقبول ۽ محبوب رهندو.

## ڪافي

اڪيان ڪول ته ظاهر ويڪين، اتان اهو اسرار،

جنهن دت ڪارڻ جهنگ ووڙيندين، سوتين وچ تڪرار،
آدم جوڙ تماشا لائس، آپ ڪيس اظهار،
بازيگر جي بازي پتري، ڪوئي جاڻي خبردار ،
پتلي دي تند مت تهين دي، آپ نچاوڻ هار.
آپ الیندا آپ سڻيندا، صورت دا سينگار،
وچ "سچل" دي سوئي بولي، نهين اتان انڪار.

سندس ڪلام سڪ سوز، درد گداز، ڪيف و حال، جذب و جلال، موج ۽ مستي جو ڀرپور ڀنڊار آهي جو بي خودي، وجد ۽ حال جي حالت ۾ چيل آهي. جنهن حال ۾ سندس سر مبارڪ جا ڏگها وار جنهن جو هو چوٽو ٻڌي ڇڏيندو هو سي سراسر اڀا ٿي ويندا هئا ۽ اکين منجهان آب جاري ٿي ويندو هو ۽ يڪدم خود بخود ڪلام جي رواني تيزي سان شروع ٿي ويندي هئي. ڪلام جي لکڻ لاءِ ڪاتب ۽ فقير موجود هوندا هئا جي ڪلام قلمبند ڪندا ويندا هئا. جيڪڏهن ڪو لفظ يا جملو هنن جي سمجهه ۾ نه ايندو هو ته ان بابت هن کان دريافت ڪندا هئا ته پاڻ فرمائيندو هو ته "اهو چوڻ واري چيو آهي مون کي ڪا به خبر نه آهي."

سندس ڪلام چوڻ ۾ اچي ٿو ته نولک ڇتيهه هزار ڇهه سو ڇتيهه چيل آهي، جو ستن ٻولين عربي، فارسي، اردو، هندي، پنجابي، سرائڪي ۽ سنڌي ڪافين، بيتن، غزلن، مولودن، مرثين، سه حرفين، جهولڻو، گهڙولي، فرد، رباعي، مسدس، مخمس، مستزاد مطلب ته هر ڪنهن صنف ۾ چيل آهي ۽ ڪو به پهلو خالي ڇڏيل نه آهي جو هڪ اعليٰ ترين شاعر جي شعر جي ڪمال فن جو بين ثبوت آهي.

سچل "همه اوست" جو نقيب هئو. سندس ڪلام ۾ هر هنڌ ان فلسفي جي اپٽار نظر اچي ٿي. نفي، اثبات، فنا، بقا، حال، قال سان سندس ڪلام ڀرپور آهي. سندس نندپڻ ۾، سنڌ جو هڪ بي بها گوهر ۽ سنڌي زبان جو لازوال صوفي شاعر شاهه عبداللطيف جڏهن درازن ۾ سچل کي ڏسي ٿو ته بي اختيار ٿي چوي ٿو ته الاهي اسرار رموز جي

ڪني جيڪا اسان چاڙهي آهي تنهن جو ڏکڻ هيءُ دولهه درازي ڪوليندو ۽ ٿيو به ائين.

اهڙي طرح ”اڻ ڇاتل جي ڇاڻ“، ”سچ جي ڳولها“ وسيع ۽ پراسرار فطرت جي نقاب ڪشائي، زندگي جو احترام ۽ حسن ۽ عشق جو اظهار سچل سائينءَ جي بي انت اخلاص ۽ مهرپريي ڪلام جا موضوع آهن. مستيءَ جي عالم ۾ جيڪي ڪجهه فرمايو اٿن تن جو مول مقصد به اهوئي آهي ته انسان فڪر ڪان فارغ ٿئي ۽ دنيا جي دوکي ۾ نه اچي. چو ته انساني زندگيءَ جو مقصد آهي پاڻ سڃاڻڻ. جنهنجو صحيح طريقو آهي پاڻ ۾ صفات خداوندي پيدا ڪرڻ جو سعيو ۽ ڪوشش ڪرڻ ۽ اهڙي بامقصد زندگي ۽ انساني تڪميل، سچل سائينءَ جي نظر ۾ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سيرت آهي.

هيءَ نه واٽ هواءِ جي، آهن نڪا تقليد،
تحقيقن توحيد، آهي راهه رسول جي.

سچل جي ڪلام ۾ رسول الله ﷺ سان محبت، انجي سرداري، انجي شفاعت جو يقين، سندس اچڻ ڪان پوءِ سڀني اونداهين جي ختم ٿيڻ، سندن انساني معراج ماڻڻ جو تفصيل سان ذڪر ديوان آشڪارا، مثنوي وحدت نامي ۽ مثنوي راز نامي ۾ آيل آهي. سرائڪي ۾ چيو اٿس:

ڪل نبيان دا سردار محمد، بحر عرف امواج محمد،
قاب قوسين او ادنيٰ، شرف شب معراج محمد.
امت تهري ڪيون غم ڪاوي، جس دي تيڪون لاج محمد.
سچل ڪون غم ڪيها، ڪيتا لا محتاج محمد.

مٺي مرسل ﷺ جي انهي محبت سندس من ۾ مچ ٻاريا ۽ هو برهه جي باهه ڪان بيتاب ٿي هر وقت هنجون هاريندو رهيو.

## ڪافي

آءُ ٻانهي تون سائين، پاتم پاند ڳچي ۾ ڪپڙو،
طرفان تنهنجي يار پيارا، ڪانگ اچن منڪائين،
ناءُ مولا جي مهر پوئي ڪا، تورا مون تي لائين،
روز ازل ڪان تنهنجو آهيان، غير نہ مون کي ڀائين،
هڪڙي ساعت اڱڻ سچل جي، پير مبارڪ پائين.

سچل سائين جي ساري زندگي عشق ۽ عارفانہ مشرب جي غمازي ڪري ٿي ۽ صحيح معنيٰ ۾ ”من عرف نفسه فقد عرف ربه“ جو تفسير ۽ وفي انفسڪم افلا تبصرون جو عملي نمونو هئي. هن پارسا ۽ فنافي الله برزگ جي باڪمال زندگي جيان سندس رحلت بہ قابل رشڪ حالت ۾ ٿي.

سال 1242ع هجري ۾ ساڳيو رمضان جو سڳورو مهينو هئو. هر شخص پنهنجي نموني ۽ پنهنجي طريقي سان من سان مجاهدي ۽ تزڪيہ نفس جي جدوجهد ۾ مصروف هو. پلاجنهن حق جي طالب، طريقت جي طويل مرحلن جا مشاهدا ماڻي، حقيقت جو راز سمجهيو هجي سو ڪيئن ٿو هجر جي حدن ۾ رهي.

ڏهين رمضان تي عارف درازي ماڻهن سان ميل ملاقات بند ڪري حجري ۾ قيام ڪيو. چيائين ”سرڪار وٽان سڏ ٿيو آهي ۽ هلڻ جي تياري ڪرڻ جڳائي. ساري عمر جنهنجي طلب ۾ تنواريو اٿم، تنهن ميندري جو رسامو ختم ڪرڻو آهي. هينئڙي منجهہ هزارين سوراخ سجڻ جي سڪ ڪيا اٿم ۽ هيءَ ڪاڪ آخر چڏڻي اٿم، دل گهرئي دلدار جي اچڻ جو وقت ٿي ويو آهي ۽ مونکي انجي آجيان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ گهرجي“.

آخر اها سعيد ساعت آئي جنهن جو ڪيس روز ازل ڪان اوسيئڙو هو. فلڪ جي ملڪن کي حسرت هئي ۽ زمين جا انسان ۽ پسون حيرت ۾ هئا. آسمان جي فضاءِ بسيط ۾ چوڏهين جو چنڊ پنهنجي ضوفشانين سان

جلوه گر هئو پر سندس چاندوڪي ۾ غم جو نشان نمودار هئو. زمين جو آفتاب غروب ٿي چڪو هو، اهو غروب ايترو پر سڪون ۽ اهو پرواز اهڙو ته اچانڪ هو جو ڪنهن به جماعتي ۽ مريد کي آگاهي ڪين ٿي.

قرب جي ڪتڪ جو مرد منصبدار ويو، منصور ثاني عشق جو اوتار ويو، مه سچوءِ مست سالڪ ويو. جوڳيءَ جو روح قفس خاڪي مان انتقال ڪري جانب جي جوءِ ڏانهن هميشه پرواز ڪري ويو.

ڪاڪ لنداڻو لنگهيا لاهوتي ڪي لال،
اوري هڏ نه اٽڪيا پري پيڙن خيال،
حدون پيچي هليا هاڪاريا حمال،
تيئڙن قرب ڪمال، ويجها ٿيا وصال ڪي.



ادل سومرو

# موجوده دور ۾ سچل سرمست جي ڪلام جي اهميت ۽ افاديت

ادب ۽ آرٽ جي سلسلي ۾ ٽيندڙ بحثن ۽ ويچارن جو هڪ طويل سلسلو آهي. ان ڏس ۾ رايا ڌار ڌار ٿي سگهن ٿا، پر بنيادي سچائيون ساڳيون هونديون آهن جن کان انڪار ممڪن ناهي. ڪن وٽ فن، حسن جماليات جو نالو آهي ته ڪي فن ڪي فن واسطي سمجهن ٿا، ته ڪن جو زور مقصديت تي هوندو آهي.

مجموعي طور ڏٺو وڃي ته ڪنهن به شاعر جي سموري شاعريءَ جو فڪر ۽ محور هڪ جهڙو نه هوندو آهي، پر ان ۾ مختلف احساساتي رنگ هوندا آهن، جن مان هر ماڻهو پنهنجي ذهني لاڙي مطابق ڪجهه نه ڪجهه حاصل ڪري ٿو.

هر دور جون پنهنجون سچائيون هونديون آهن، اهو ضروري ناهي ته ماضيءَ جون سچائيون، مستقبل ۾ به پنهنجي ساڳي حيثيت ۾ برقرار رکي سگهن. هر تخليقڪار ان کان انڪار نه ڪندو ته، هن پنهنجن تخليقن ۾ سچ بيان نه ڪيو آهي. سچائي کي بيان ڪرڻ جا انداز به پنهنجا پنهنجا آهن ۽ ڪٿي ان کي لڪائي، ويڙهي سيڙهي بيان ٿو ڪيو وڃي ته ڪٿي ان جو لهجو ٿڌو ۽ نرم آهي، پر ڪي ڪي سچائيون آفاقي هونديون آهن. جن ۾ هڪ للڪار هوندي آهي، جن جي سگهه هر دور ۾ ساڳئي رهندي آهي.

اهڙيون سچائيون مصلحتن جون محتاج نه هونديون آهن.

ساڳئي نموني سان تصوف جو رنگ شاعريءَ ۾ عام جام آهي ڇو تہ تصوف ۾ انسان ذات جي برابري ۽ محبت جي ڳالهہ آهي ۽ اهو تعصب کي رد ڪري ٿو. پر رواجي سچائين وانگر، اسان وٽ رسمي تصوف بہ موجود آهي، جنهن ۾ عمل جي پيٽ ۾ نماءُ وڌيڪ آهي. اهو ئي سبب آهي جو مشهور جرمن شاعر گوئٽي پڻ رسمي تصوف جو قائل نہ هو. هو مشهور فلسفي اسپنوزا (1677- 1634) جو مداح هو، جيڪو وحدت الوجود جو قائل هو. گوئٽي جي آڏو پنهنجي دور جي راهبن، پادرين ۽ عيسائي صوفين جي مصنوعي زندگي هئي، جيڪي ظاهري طرح پاڻ کي صوفي سڏائيندا هئا. پر عملي طرح تصوف کان پري هئا.

اديب ۽ شاعر دنيا ۾ هزارين پيدا ٿين ٿا. پر سڀ مجتا جون منزلون ماڻي نٿا سگهن. هر هڪ جي فڪري شعور جي سگهہ پنهنجي پنهنجي آهي. ڪن جو فڪر فقط پنجاهہ سالن جي پنڌ ۾ ٽڪجي، پنهنجي اهميت ۽ افاديت وڃائي ٿو ويهي تہ ڪن جي شعور جون لاٽون وقت ۽ حالتن جي ڪوهيڙن کي چيرينديون، هر دور ۾ پنهنجي اهميت مڃرائينديون آهن، اهڙا تخيلقڪار جينيس هوندا آهن.

سچل سرمست بہ جينيس (genius) شاعر هو، جنهن وٽ نہ تہ رسمي تصوف جو تصور هو نہ ئي رواجي سچ جو. هن جي شاعريءَ ۾ اهڙي آفاقي سچائي آهي، جنهن جي للڪار جي اهميت اڃا بہ وڌي وڃي ٿي. ڪن دانشورن اڄوڪين حالتن ۾ تصوف کي فراريت جو نانءُ ڏئي، ان کي رد ڪيو آهي.

منهنجي خيال ۾ انهن پنهنجي اها راءِ رسمي تصوف جي ظاهري ڏيکاءَ جي ڪري ڏني آهي، جڏهن تہ تصوف جي واٽ عالمي اتحاد، ڀائيچاري ۽ محبت ڏانهن وڃي ٿي. ڊاڪٽر لئيق بابري پنهنجي مقالي Mysticism and the challenges of the modern world ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ:

The Sufi centres played the role of schools and

unit their role of healers of physical. They discharged Sites served as hospice- "Dairies" and "zawias". Their maladies [1]Tales and clinics of psychotherapy

(صوفي مرڪزن اسڪولن ۽ يونيورسٽين جو ڪردار ادا ڪيو آهي جسماني ۽ اخلاقي روڳن کان نجات ڏياريندڙ بڻيا. انهن جي زاوين ۽ دائرن روحاني مونجهارن کان ڇوٽڪارو ڏياريندڙ شفاخانن وانگر ڪم ڪيو.)

صوفي مرڪز موجوده حالتن ۾ جيتوڻيڪ پنهنجو ڪردار، ماضي جي پيٽ ۾ عملي طرح سان ڪو نه ادا ڪري رهيا آهن، پر اتان جو فڪري اثاثو اڄ جي ذهني ۽ روحاني طور ٿڪل ۽ هارايل انسان کي سهاري ڏيڻ ۽ ان کي نئين راهه ڏيکارڻ جي اڄ به صلاحيت رکي ٿو. هن وقت به ادب ۾ تصوف واري تصور کي عام ڪرڻ جي ايتري اهميت آهي، جيتري هر دور ۾ رهي آهي. اسان جڏهن اڄوڪين حالتن جي حوالي سان سچل سائينءَ جي ڪلام جو مطالعو ڪريون ٿا ته سندس شاعري، موجوده دور جي شاعرن کان وڌيڪ مزاحمتي ۽ مثالي سچ سان سينگاريل نظر اچي ٿي.

اڄ جڏهن مذهب جو سماجي رواداري وارو تصور ڏنڌلو ٿي رهيو آهي ۽ هڪ ئي مذهب جا پيروڪار وحدانيت جي تصور کي ٽوڙي ٽولن ۾ ورهائجي، پنهنجي فرقن جي نالن سان پنهنجون ڌار مسجدون ٺاهي، هڪ ٻئي تي ڦٽڪار ڪري رهيا آهن ته ان راءِ کي وزن ملي رهيو آهي ته اڄ خوبصورت ۽ مضبوط مسجدن ۾ ڪمزور ايمان وارا پنهنجي تنگ نظري ۽ ڪم علميءَ سبب اسلام جي انقلابي ۽ وسيع تصور کي پاڻ ئي نقصان پهچائي رهيا آهن، اهڙين حالتن ۾ اڄ جو سادو انسان وڌيڪ فرسٽريشن جو شڪار ٿي رهيو آهي. شيعا ڪافر ۽ سني ڪافر جي صدائن انهن کي ويڳاڻپ جي راهه اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي. صوفين جي ڌرتيءَ تي اهڙا نعرا ڇو گونجي رهيا آهن. اهڙن نعرن جو پيرو

ڪٿجي ٿو ته اهي وڃي اورنگزيب جي دربار تائين پهچن ٿا.

"برصغير جي تاريخ ۾ پهريون دفعو اورنگزيب جي ئي وقت ۾ شيعا سني فساد ٿيا. هن ڏکڻ هندستان جي حڪومتن کي به برداشت نه ڪيو. ان کان اڳ ننڍي کنڊ ۾ ڪڏهن به شيعا سني تعصب جو نشان نه ٿو ملي."[2] انهيءَ ڪري ته سچل سائين فرمايو:

نا مين سني نا مين شيعا، نا مين ڏوهه ثواب

اسلامي درس نه صرف اندروني فرقي پرستي کي رد ڪري ٿو پر ٻين ڌرمن جو احترام پڻ سيکاري ٿو. صوفين ان ڳالهه تي عمل ڪري ڏيکاريو. پر ملان جي محدود ذهن ان ڳالهه کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. اڄ مسجدون ۽ مندر سڙي رهيا آهن. انهن جي ظاهري باهه ته نظر اچي رهي آهي پر انسانن جي اندر جا آتشڪده ڪو به نٿو ڏسي.

انهن حالتن ۾ نفرتون طاقتور ٿي رهيون آهن ۽ امن، ڀائيچارو ۽ محبت ڏينهون ڏينهن هيٺا پوندا وڃن ٿا. تڏهن ته اڄ به سچلؒ اسان کي چئي ٿو ته:

وقت اها ٿئي ويل دوئي دور ڪرڻ جي
ڪڍ مذهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل اولهه سج نه الهي.

سچل ملان جي مذهب جو انڪاري آهي، هو تعصب ۽ ٻيائي کي رد ٿو ڪري، ناميارو اديب رشيد ڀٽي پنهنجي مقالي ۾ لکي ٿو ته:

"سچل جي دورانديش نظرن ڏٺو پئي ته مذهبي ٻيائي، منافرت، تعصب، سنڌ کي کهڙي سياسي سيلاب جي شڪار بڻائڻ ۾ ڪوشان رهيا. هن سمجهيو پئي ته جي سنڌين ۾ اهائي مذهبي منافرت ۽ مت ڀيد رهيو ته ان جو فائدو ايرنڊڙ انگريز قوت

(يعني ٻاهرين استعماري طاقتن) کي ئي ملندو."[3]

ان مان ظاهري ٿئي ٿو تہ سچل سرمست پنهنجي دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن کان ڪيتري قدر باخبر هيو. سندس انهيءَ دور جي سوچ اڄوڪين حالتن ۾ بہ اسان جي ساڳي ريت رهنمائي ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي ڇو تہ اڄ عام رواجي سچائي جي ڀيٽ ۾ بي مثال ۽ لازوال سچ جي اهميت آهي ۽ اهڙو لازوال سچ سچل جي فڪر ۾ موجود آهي. تنهن ڪري هو اڄ بہ اسان جو مزاحمتي سرواڻ آهي.
فقير محمد لاشاري پنهنجي مقالي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ:

> "سچل جا ڪي تنظيمي ۽ سياسي ڳانڍاپا نہ ٿا ملن، پر سندس فڪري دائري ۾ بغاوت، سرڪشي ۽ سڌيون ڳالهيون ملن ٿيون. سندس اهوئي انداز ڪيس انسانيت جو شاعر بنائي ٿو. اڄ اسان وٽ انا الحق چوڻ وارو ڪوبہ ڪونهي. پر جنهن رڳو حق چيو سو بہ برداشت کان ڇڙهيل ۽ خوفناڪ راڪاسن جي وچ ۾ اڏاري حياتي گهاريندڙ آهي."[4]

فقير محمد لاشاريءَ جي ان راءِ جو تجزيو ڪندي سنڌي شاعريءَ جي تاريخ تي نظر ڊوڙائبي تہ سچل سرمست جي فڪري للڪار جو پڙاڏو هر دور ۾ محسوس ڪبو ۽ اهوئي سبب آهي جو سچل جو فڪر اڄ بہ عوام جي ذهنن ۽ دلين تي اثر انداز آهي. هو چوي ٿو تہ:

> بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿياسي،
> نڪي قاضي، نڪي ملا، معلم پير بڻياسي
> نڪي ٺاهہ نڳي جا ٺاهي، رنگ رساءِ رکياسي.

شاعر وقت جي رائج غير انساني نفرت ڀريل قدرن جو نہ فقط انڪار ڪري ٿو، پر انهن خلاف وڙهي بہ ٿو. شاعر جي ان فڪري جهاد کان سواءِ انجو ٻيو ڪارنامو ٻوليءَ جو مختلف حالتن ۾ بچاءَ آهي ڇو تہ شاعر

پنهنجي شاعريءَ ذريعي ٻوليءَ کي جيئرو رکن ٿا. مشهور انگريز نقاد ٽي ايس ايليٽ پنهنجي مقالي "شاعريءَ جا معاشرتي فرض" ۾ لکي ٿو ته:

"ڪنهن ڏاري ٻوليءَ ۾ سوچڻ سولو آهي پر ان ۾ محسوس ڪرڻ ڏکيو آهي. اهوئي سبب آهي جو لطيف فنن جي ڪابه ٻي صنف شاعريءَ وانگر قوميت ۾ ٻڌل نه هوندي آهي. اهوئي ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن قوم کان ٻولي کسي وڃي، ان کي ختم ڪيو وڃي، ان جي بدران اسڪول ۾ ڪا ٻي ٻولي مڙهي وڃي. توهان جيسين ان قوم کي نئين ٻوليءَ ۾ محسوس ڪرائڻ نه سيکاريندا، تيسين پراڻي ٻوليءَ جون پاڙون برقرار رهنديون ۽ اها ٻولي شاعريءَ ۾ وري جنم وٺندي". (5)

ان راءِ مان ظاهر ٿيو ته شاعري نه صرف ٻولي لاءِ پناهگاهه آهي، پر ان کي نئين سر جنم ڏيڻ جي صلاحيت پڻ رکي ٿي. ان حوالي سان لطيف، سچل، سامي ۽ ٻيا سوين شاعر اسان جي ٻوليءَ جا امين آهن. تنگ نظر نقاد ڪيترو به انڪار ڪن پر سچل سرمست جي شاعري هر دور ۾ پنهنجي اهميت ۽ افاديت مڃرائي چڪي آهي.

سچل جو آواز بلند ۽ سگهارو ته آهي ئي پر هن پنهنجي فن ۽ نين صنفن وسيلي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن جي شاعري نه صرف اسان جو فڪري اثاثو آهي پر اسان جي ٻولي جي بچاءَ جو مورچو به آهي. اسان هن جي فڪر جي تازگي اڄ به ڀرپور نموني سان محسوس ڪريون ٿا.

اڄ جڏهن عظمت، عزت، شرافت، حق ۽ انصاف جون چادرون لتاڙجي رهيون آهن، تعصب طاقتور ٿي رهيو آهي، اخلاق، علم ۽ مذهب جا ادارا پنهنجي ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهن، تڏهن سچل جي شاعري اهڙي انسان جي تياريءَ ۾ مصروف آهي، جيڪو ذهني طرح هر قسم جي تنگ نظري ۽ تعصب کان پاڪ هجي.

حوالا:


1. Dr. Laeeq Babree "Mysticism and the challenges of the modern world" Paper presented at international conference of writers and intellectuals December 1995. Islamabad
2. تنوير عباسي: "شاهه لطيف جي شاعري" صفحو 63 روشني پبليڪشن ڪنڊيارو 1995ع.
3. رشيد ڀٽي: "سچل جي فن ۽ فڪر جو پس منظر ۽ محرڪ" صفحو 69 سرمست 7، 1987ع سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور
4. فقير محمد لاشاري: "عوام انا الحق آهي" صفحو 23، سرمست، 11، 1991ع سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور.
5. ٽي ايس ايليٽ: "ادب اور اديب" صفحو 87، تاليف ۽ ترجمو فاخر حسين نگار شات لاهور 1988ع.




انعام شيخ

# سچل سنڌ جو منصور

اڪثر ڪري سڄي دنيا جي اندر شاعر پنهنجي لهجي جي لطافت، ٻوليءَ جي نفاست ۽ احساسن جي نزاڪت جي حوالي سان مشهور آهن. شاعر ثقافتن، روايتن ۽ فڪر جا امين به سمجهيا ويندا آهن. اهي پنهنجن خيالن کي داخلي گهرائيـن سان ملائـي، انتهائي پيچيده ۽ لڪل سچائي کي نروار ڪندي دانشورن کي به حيرت منجهه وجهي ڇڏيندا آهن. شاعرن لاءِ اهو به ممڪن آهي ته اهي ماضي ۽ مستقبل جي وسعتن منجهه پنهنجي دوربين نگاهه سان اهو ڪجهه معلوم ڪري وٺن، جيڪو عام اک لاءِ سڃاڻڻ ناممڪن هجي. اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي عظيم شاعرن جي مجموعن منجهان فال به ڪڍي ويندي آهي ته پيشنگوئيون به ڪري سگهبيون آهن. شعر جي صاحبن لاءِ اهو پڻ مشهور آهي ته ڪين دلين تي جادو ڪرڻ جو هنر آهي. سندن لفظن ۾ ايتري ته ڪشش ۽ سگهه هوندي آهي، جو هو اُهي شعور جي سرحدن کي اورانگهي لاشعور جي ڳُڙ ڪين منجهان رابطي جي اهڙن ته منفرد طريقن کي جنم ڏين ٿا، جيڪي رواجي صورتحال ۾ اعتبار جوڳا ئي ڪو نه هوندا آهن. اهوئي سبب آهي جو شاعراڻي ڪلام جي اصل جوهر کي پرکڻ ۽ هڪ نظر ۾ سمجهڻ آسان ڪو نه آهي. بعضي ته صدين تائين نقاد غلط فهمين ۾ غوطا هڻندي شاعرن جي اصل مقصدن بابت غلط اندازا هڻندا رهندا آهن. وڏي عرصي پڄاڻان ڪو عقل يا عرفان جو صاحب ڪي اهڙا نڪتا دريافت ڪري وٺندو آهي، جيڪي درست معنائن جي رخ ۾ رهنمائي ڪري سگهندا آهن. چوڻ جو مقصد

هي آهي تہ شاعر پنهنجي منفرد ادراڪ ۽ حساس طبيعت جي ذريعي هڪ جدا فڪري سرشتي جي جوڙجڪ ڪري وٺن ٿا، جنهن ڪري سندن ڳالهيون عوامي سطح تي فوري سمجهہ ۾ ايندڙ ۽ دور جي معروضي حقيقتن سان ميل گهٽ کائيندي نظر ايندڙيون. بلڪ اعليٰ شاعريءَ جي درست ۽ مناسب استعمال لاءِ اڪثر ڪري شارحن ۽ نقادن جي ضرورت پوندي آهي. شاعري جي اهڙين پهلودار ڪيفيتن کي بيان ڪندي غالب چيو آهي:

سخت جانيم و قماش خاطر ما نازڪ است،
ڪارگاهہ شيشہ پنداري بود ڪهسار ما.

(اسين نهايت سخت جان آهيون، پر طبيعت جي جوڙجڪ ڏاڍي نازڪ آهي. ائين سمجهو تہ اسان جي وجود جي جبل ۾ شيشي جو ڪارخانو آهي)

تڏهن بہ شعر جي دنيا منجهہ ڏات، سمجهہ، تخليق ۽ عقليت جو هڪ ئي وقت سنگم رکندڙ ڪي اهڙا تخليقڪار بہ نظر ايندا، جيڪي نسلن، زمانن ۽ طبقن جي وچ ۾ هڪ ڪري پهچ رکڻ ۽ پيچيدگين کي آسان بڻائڻ ۾ اعليٰ مامر رکن ٿا. اهي شاعر اهڙي لياقت فقط تڏهن رکي سگهندا آهن، جڏهن سندن داخلي ڪيفيتن جون گهرائيون معروضي سچائين جو اولڙو بڻجي نروار ٿينديون آهن. اهڙا شاعر پنهنجي هڪ سٽ ۾ مختلف دورن، جذبن ۽ ضرورتن جي تصوير ڪشي ڪندي پورٽتا حاصل ڪري وٺندا آهن. تنهن ڪري اُهي ڪنهن هڪ صديءَ يا عهد جا نہ، پر هر دور جا نقيب بڻجي پوندا آهن. سندن بيان ۾ گهڻ رُخي شعور سان ڀرپور نڪتا فڪر، تخيل ۽ ڪارج جي بلندين کي ايڏي تہ اتم ۽ غير محسوساتي طريقن سان ڇهندا آهن، جو پڙهندڙ کي اهي ڳالهيون ڪنهن ٻئي شخص جي ويچارن جو مجموعو نہ، پر پنهنجي اندر جو اڏمو محسوس ٿينديون آهن. انهيءَ خوبيءَ وارا ڏات ڌڻي فقط علم عروض جا ماهر يا ڏکين لفظن جا جمعدار نہ، پر قومن ۽ سماجن جا داناءَ استاد ۽ غير

معمولي راهبر بڻجي پوندا آهن. اهي پنهنجي مواد ۽ اسلوب کي انساني سماج جي بنيادي موضوعن ۽ عنوانن سان جڙي پنهنجي تخليق کي امر بڻائڻ لاءِ فطري جواز ڳولهي ڪڍندا آهن.

سنڌ جي شاعريءَ جي دنيا ۾ درازن جي دولهه حضرت سچل سرمست رح جو به اهڙوئي مقام آهي. سچل جي شعر ۾ فڪر جي ڌارا پنهنجي ڪارج سان سلهاڙجي اهڙي مچندا ماڻي ورتي آهي، جيڪا صدين تائين سنڌ طرفان وساري نه سگهبي. اها حقيقت آهي ته فن ۽ فڪر جي حساب سان هن ديس ۾ ٻيا به ڪيئي ڏات جا ڏيئا جرڪن ٿا. پر عمل جي طرف سڏيندڙ آواز، خيال جي تيز پهچ ۽ مقصد سان جڙي پوڻ جي شديد تر خواهش جيئن بسندس شعر ۾ نظر اچي ٿي، تيئن شايد ئي ڪنهن ٻئي ڪويءَ وٽ موجود هجي. هتي سوال اُڀري ٿو ته ممڪن آهي ته ان جو بنيادي سبب تنهن دور جون سياسي ۽ سماجي حالتون هجن، جو هو پنهنجن اصلوڪن احساسن کي ٺيٺ قبائلي سنڌي سماج ۾ ايڏي جرئت سان پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو هجي. پر پوءِ به اهو سچ آهي ته جهالت جا گرافيائي ٽوڙڦوڙ، فرقي پرستي، ڪمزور انتظامي ڍانچي ۽ فڪري انتشار ۾ ورتل تڏهوڪي سنڌ ۾ ڪا به ڳالهه يا معاملو اشارن ڪناين کان هٽي ڪري چوڻ لاءِ دل گردي جي ضرورت هئي. ٽالپرن سميت ماضيءَ جا اڪثر حڪمران پنهنجي اقتدار جي منهن تي ڪا مک ويهڻ به برداشت ڪو نه ڪندا هئا. ڇاڪاڻ جو پنهنجين ڳيجهو پاليسين ۽ ڪمزور حڪومتن جي ڪري هو هر وقت اقتدار ڦرجڻ جي خطري ۾ رهندا هئا. سچل کان ٿورڙو وقت اڳ لطيف سائين به اهڙين حڪومتي چالن جو شڪار ٿي چڪو هو. بلڪ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ ته مور ڳوڙهو تفاوت به هو ته ڦهريان علم جا صاحب ۽ روحاني اثر رکندڙ هئا، جڏهن ته پوين جو ورثو فقط تلوار هئي. جيڪي تلوار تي ڀاڙيندا آهن تن کي اها خبر ضرور هوندي آهي ته تلوار جي زور تي راڄ ڪندڙن جي پڄاڻي به تلوار سان ئي ٿيندي آهي، تنهن ڪري اهي ڪنهن به اهڙي ابرندڙ قوت جي مزاحمت ڪندا آهن، جيڪا اڳتي هلي تلوار ڪٽڻ جي

اهل تي سگهي. ڇا ٽالپرن کي ايترو پتو ڪونه هو ته سنڌ پراڻا مالڪ ڪلهوڙا، فقيريءَ مان سپاهي بڻيا هئا؟ ظاهر آهي ته ملڪ تي حڪمراني ڪندڙ ٽالپرن کي ايترو عقل ضرور هو ته سچل پنهنجي خيالن جي طاقت ذريعي اتر سنڌ ۾ روز بروز اثر وڌائيندو ٿي ويو. پر گڏوگڏ اهو به احساس هئن ته خيرپور سان لاڳاپيل هي شاعر پنهنجي حاصلات ۾ روايتي اقتدار کان گهٽ متي سوچي ٿو ۽ سندس ذات جي سگهه ميراڻي ڪنٽرول کان گهٽي وسيع هئي. تنهن ڪري ئي وقت جي حڪمرانن عافيت ان ۾ سمجهي ته اهي نه رڳو سچل جي انا الحق وارين دعوائن کي نظرانداز ڪري ڇڏين، بلڪ پنهنجي دور جي منصور سان ڪنهن ٽڪراءَ کان به لازمي طور تي پاسو ڪن. ڇاڪاڻ جو سچل جا هي ٻول سندن سماعت تائين به پهچي چڪا هئا:

پورب رکي پير، ڪن پيچ پرانهين پنڌ جي،
ٻيو ڪو وجي اُتهين، ڪاپڙين ريءَ ڪيرم
جنهن کي ڦڪل نه ڦيرُ ڪنڌ ڏيندو سو ڪات تي.

اسان کي ذهن ۾ رکڻ کپي ته سچل کان ڏيڍ صدي اڳ صوفين طرفان ٿيندڙ راءِ جي اظهار تي اقتداري ايوانن ۾ غصو ۽ چڙ جيئن شروع ٿيا هئا، سي سندس عروج تائين به موجود هئا. شاهه عنايت شهادت ماڻي چڪو هو. لطيف سائين انهيءَ رخ کي سمجهندي جماليات ۽ رومانويت کي محرڪ بڻائيندي پنهنجي تخليقي جوهر ۾ آرٽ جي پرت ٿي ڪئي، اقتدار وارن ۽ الله وارن ۾ اٽبٽت بهرحال جاري هئي پر اهي سچل جا بي جگري، حقيقت پسنديءَ ۽ قربانيءَ وارا جذبا ئي هئا، جن سنڌ جي سياسي ۽ فڪري ڌارائن ۾ نواڻ آڻي ڇڏي. هن انفرادي ۽ اجتماعي مسئلن کي شاعراڻي تجرد جي حوالي ڪرڻ بدران ڪنهن باغيءَ جي سرفروشيءَ سان سلهاڙي ڇڏيو. هن ڏور خلائن ۾ لڙڪيل خيالي عظمتن کان منهن موڙي انسان جي اندر مهانتائن کي ڳولڻ جو اعلان ڪيو. اهو اعلان ”جوئي آهيان سوئي آهيان“ جي نعري هيٺ ايترو

تہ سگھارو ٿيو جو بعد جي صوفين، شاعرن ۽ وطن دوست ماڻھن جي راھہ تان بيشمار رڪاوٽون دور ٿينديون نظر آيون. اھا سچل جي ھمت ھئي جو ترجي خوش خير محمد ۽ نانڪ يوسف سميت سنڌ جي بيشمار انسان دوست ڪلاڪارن سنڌ ۾ سھپ، رواداري ۽ سچائي جا سبق پڙھيا ۽ ٻيائيءَ جي سنڌ کي ميٽي علائقي جي ماڻھن کي صالح ۽ سرت ڀري سوچ کان آشنائي ڏياري، جڻ تہ سچل جي ھن دعويٰ کي درست ثابت ڪرڻ ۾ سرسي حاصل ڪئي:

ھُتي ڪير ھُيس، ھتي آھيان ڪير؟
سالم اھو سيرُ سچل سڪ ڪرائيو!

شاعرن، مفڪرن ۽ فنڪارن ۾ جرئت ۽ للڪار ڪنھن داخلي خوبيءَ يا نسلي برتريءَ جي نتيجي ۾ ڪانہ ايندي آھي، اھڙي وٿ تہ فقط تڏھن سرجي سگھندي آھي، جڏھن اھي حساس ۽ مدرڪ ذھن پنھنجو پاڻ کي ماحول جي گھرجن ۽ انسانذات جي مسئلن سان سلھاڙي ڇڏيندا آھن. ڪو بہ فنڪار جيستائين آسپاس جي ڏک، مصيبت، انياءَ ۽ ڏاڍ کي پنھنجي دل تي محسوس نٿو ڪري، ڪو بہ شاعر جيستائين انساني زندگيءَ سان لاڳاپيل پيچيدگين جي حل لاءِ نٿو پاڻ پتوڙي، تيستائين سندس فن، لکت يا شعر ۾ اھا مستي، ارپنا ۽ ترنگ پئدا نٿي ٿئي، جيڪا فيصلا ڪن تبديليءَ لاءَ راھہ ھموار ڪري. اھا پروڙ سچل جھڙي سگھاري ذھن کي بہ ضرور ھئي، تنھن ڪري ھن شاعري کي روايتي درگاھہ قائم ڪرڻ يا اقتدار جي طرف راھہ سمجھڻ واري وسيلي بجاءِ فڪري، سياسي ۽ سماجي تبديليءَ جو اھم ترين ھٿيار ڳڻيو. نہ رڳو ايترو پر ان ھٿيار جي مناسب ترين استعمال لاءِ پڻ رستو منتخب ڪيو. اھو رستو ھي ھو تہ پنھنجي دور جي قائم روايت پٺي تي سخت وار ڪجي، ملا ازم جي لاڳو ڪيل شريعتي ٻنڌ کي پيچي ھڪ طرف ماڻھن جي سدا بھار فڪري وھڪرن کي کولجي تہ ٻئي پاسي عوامي سجاڳيءَ واري مشن تي عمل ڪندي عام ماڻھوءَ منجھہ

خوديءَ، عزت نفس ۽ حيثيت جي احساس Self Realization کي سگهارو ڪجي. ايئن ڪرڻ سان ظاهر آهي ته سنڌي عوام جي ذهني ۽ جسماني ضرورتن جو پورائو ممڪن ٿيندو. جڏهن اهڙي حاصلات ٿيندي ته عوام خود بخود روحاني پاڪيزگي اختيار ڪندو ۽ استحصال کان وانجهيل سماج جي جوڙجڪ ممڪن ٿيندي.

معلوم ٿيو ته سچل جو شاعري ڏانهن رويو ڪي فني نزاڪتون پئدا ڪرڻ يا سماجي مرتبو Social status حاصل ڪرڻ نه، پر سماج ۾ صالح تبديلي پئدا ڪرڻ لاءِ هڪ مضبوط محرڪ وارو هو. شاعري ته فقط ذريعو هئي ان منزل تائين پهچڻ جو. جيئن هڪ ڳائڻو پنهنجي دل جو سچو درد سرن جي روپ ۾ اوتي ٻولن کي انساني احساس تي شدتن سان ٽڪرائي ٿو، يا هڪ حق پرست سپاهي هلندڙ جنگ ۾ ڪنهن ڪمزور مورچي تي پنهنجي جان جو نذرانو ڏئي غنيم لاءِ رستا روڪ ڪري ٿو يا هڪ سياستدان پنهنجي سموري عقل کي قومي بچاءَ لاءِ ارپي پنهنجي زندگي جو ٻليدان ڏئي لکين اميدن کي حياتي بخشي ٿو، تيئن هڪ سچو پچو شاعر به هاڪاري تبديليءَ جي خواهش دل ۾ رکندي، پنهنجي روايتي فائدن ۽ نقصانن کان منهن موڙي مٿيرو ٿي گهٽائيءَ جي پلاڻيءَ واسطي پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيندو آهي.

ايئن به ڪونهي ته تاريخ جي منظرنامي ۾ اهڙين عهد ساز هستين کي ڪوساريو ويندو آهي! حقيقت اها آهي ته قومون، طبقا ۽ سماج جڏهن سچي پچي آجپي کان آشنا ٿيندا آهن ته اهي پنهنجن سورمن، رهبرن، فنڪارن ۽ شاعرن کي عقيدت جي خراج طور عظمتون پيش ڪندا آهن. اجوڪي اڌوري آزاد دور ۾ سچل جي حضور ۾ جيڪي هر سال عقيدتون ۽ محبتون ورهائجن ٿيون، سي ڪنهن روايتي پير يا مرشد کي ٿيندڙ سلامن ۽ حاضرين سان پيتي نتيون سگهجن. اُهي ته ميجتا جا اهي سدا بهار گلاب آهن، جيڪي سنڌي ماڻهن جي نيڻن جي آس ٻڌجي درازن جي ڌرتيءَ تي نڇاور ٿين ٿا. اجوڪي ڏينهن وطن جا

سڀ خادم هن ازل جي امڪانن لاءِ ساڀيائن جون خواهشون رکندڙ شاعر وٽ پيش ٿي عهد ڪندا آهن، ته سندس روشن ٿيل ڏياتيءَ ۾ قربانيءَ جو لهو پيش ٿيندو رهندو. سچل جي ميڙي تي عوام جا حقيقي عاشق حاضري ڀري انهن وفائن جي تجديد ڪندا آهن جن وفائن جو خمير انساني همدرديءَ جي مٽيءَ منجهه ڳوهيل آهي، ڇاڪاڻ ته اسان سيني کي خبر آهي ته سچل جي فڪر ۽ سنڌ جو تعلق فقط گذريل صديءَ جي شاعريءَ ۽ عوام جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو نه آهي ۽ نه ئي هن دور ۾ سنڌ سان لاڳاپو آهي. سچل ته سنڌ جي گذريل صدين جي صدائن جو پڙاڏو ۽ ايندڙ ڪئين صدين جي روشني آهي. وٽس آمد جو مطلب ته هر دور ۾ ساهه سڌير ڪندڙ فڪر جي حاصلات آهي. اقبال ڪيڏو نه وڏو سچ چيو هو:

عشق کي تقويم مين عصر روان کي سوا،
اور زماني ڀي هين جن کا نهين کوئي نام.



ڊاڪٽر بشير احمد شاد

# وحدت الوجود جو نظريو ۽ سچل سرمست

حضرت سچل سرمست رح جو شمار سنڌ جي برگزيده بزرگن ۾ ٿئي ٿو. سندس صوفيانہ فڪر ۽ فلسفي جو بنياد جيئن تہ وحدة الوجود جي نظريي تي آهي، تنهن ڪري سڀ کان اول ڏسجي تہ وحدت الوجود جو نظريو ڇا آهي؟ هن نظريي سان لاڳاپيل بزرگن ۾ شيخ محي الدين ابن عربي جو نالو سرفهرست آهي، جنهن سڀ کان اول تصوف جي هن خاص نظريي کي پنهنجي علمي موضوع طور اختيار ڪيو ۽ ان تي سير حاصل بحث ڪيو.

محي الدين ابن عربي ڇهين صدي هجري (628 - 560 هجري) جو هڪ نهايت معروف بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن کي صوفيانہ فلسفي جي ڪري "شيخ اڪبر" ڪري سڏيندا هئا. شيخ اڪبر پنهنجي وحدت الوجود جي نظريي تي ايڏو تہ مضبوطيءَ سان قائم رهيو جو دنيا جو ٻيو ڪو بہ نظريو وٽس انهيءَ لائق بہ نہ هو جو ان تي غور ڪيو وڃي. سندس چوڻ هو تہ اسلامي عقيدت جو اولين بنياد "توحيد" آهي. جيڪڏهن وجود جي مرتبي ۾ دوئيءَ کي داخل ڪيو ويو يعني ٻہ وجود قبول ڪيا ويا تہ توحيد جون پاڙون ڪچجي وينديون. ساري ڪائنات "وجود واحد" مان پيدا ٿي ۽ وجود واحد پيدا ڪئي، ڇو تہ هڪ مخفي خزاني کي عالم آشڪار ڪرڻو هو. تنهن ڪري ذات پاڪ کي صفات ۾ ظاهر ڪرڻ قبول فرمايو ۽ هيءَ ساري ڪائنات وجود ۾ آئي. هن ساري ڪائنات ۾ جو ڪجهہ بہ موجود آهي اهو انهيءَ هڪ ئي آفتاب جا شعاع آهن، انهيءَ هڪ ئي نور جون تجليون آهن. "موجود" حقيقت ۾ هڪ اها

ئي ذات آهي ۽ باقي موجودات انهيءَ ذات کان جدا ڪو بہ وجود نہ ٿيون رکن. ابن عربي جي نظريي مطابق لهرون، حباب، موجون ۽ ڪن، سمنڊ جي پاڻي کان جدا ڪا بہ حقيقت نٿا رکن. ابن عربيءَ جي انهيءَ نظريي سان اتفاق ڪندي سچل سائين فرمايو:

آئون اصلئون پاڻي آهيان، ڪيئن ٿا سمنڊ سڏن،
نانءَ مٿم ناحق جا، رکيا الا جي ڪن.

هيءَ سموري مخلوق انهيءَ "وجود واحد" جي مختلف صفات جا مختلف روپ ۽ مظاهر آهن. مخلوق جو اصل اهائي هڪ ذات آهي جنهن مان سيئي نڪتا بہ آهن ۽ واپس بہ انهي ۾ ويندا..

ڪل شيءِ يرجعُ الىٰ اصلہ واليہ ترجعون.

ابن عربي جي فلسفي مطابق خدا تعالىٰ ساري ڪائنات کي جيڪو "ڪن" جو لفظ چئي تخليق ڪرڻ فرمايو هو، اهو خود پنهنجي ذات سان مخاطب ٿي فرمايو هو. خداوند ڪريم ڪانسواءِ ٻاهر ٻي ڪا بہ شيءِ وجود ۾ ڪانہ هئي، دراصل خالق، مخلوق جي روپ ۾ پنهنجو پاڻ کي جلوه گر بڻايو. ان ڪري اصل ۾ شهود، شاهد ۽ مشهود هڪ ئي ذات آهي. الله اول بہ آهي تہ آخر بہ، ظاهر بہ آهي تہ باطن بہ. جڏهن هن پنهنجي جمال جو جلوو ڏسڻ چاهيو تہ اول ڪائنات کي ۽ پوءِ انسانن کي پيدا ڪيو. انسان کي پنهنجي صفتن مان ڪيترين ئي صفتن سان نوازيو. پنهنجي ذات کي صفات جي ذريعي پڌرو ڪيو. الله تعالىٰ جا اسماءَ حسنىٰ انساني صفات جا بنياد بڻيا. سچل سائين رح انهيءَ نظريي جي اپٽار اجهو هيئن ڪئي آهي:

ذات صفات هڪائي آهي، ٻول نہ وجهين ٻولي،
سوئي اندر سوئي ٻاهر، سوئي تنهنجي چولي،
تو ۾، مون ۾، هن ۾، هر جا، سچ سچو تو ٻولي.

شمس العلماءِ علامہ دائود پوٽو پنهنجي ڪتاب ”مضمون ۽ مقالا“ ۾ وحدت الوجود جي فلسفي تي تبصرو ڪندي لکي ٿو:

”انسان عالم اصغر آهي، تنهن ڪري ان ۾ عالم اڪبر جون سڀ خصوصيتون ننڍي پيماني تي موجود آهن. صوفين ۽ اهل ظاهر جي وچ ۾ هي اختلاف آهي جو اهل ظاهر چوندا آهن تہ خدا تعاليٰ ڪائنات جي سلسلي ڪان الڳ ۽ بلڪل نياري ذات آهي. صوفين جي عقيدي موجب الله تعاليٰ ڪائنات ڪان ڌار نہ آهي. سمنڊ جون هزارين لهرون جدا جدا آهن پر حقيقت ۾ پاڻي هڪ ئي آهي. جڏهن ڏاڳي ڪي ڳنڍيون ڏبيون آهن تہ جيتوڻيڪ اهي ڳنڍيون بظاهر جدا ڏسڻ ۾ ايندیون آهن پر اصل ۾ اهي ڏاڳي جوئي روپ هونديون آهن.“

حضرت سچل سرمست انهيءَ فلسفي کي پنهنجي ڪلام ۾ هن ريت پڌرو ڪري ٿو:

چاڻ نہ تفاوت، عبد ۽ الله جو،
هو آهي امرت، هي بہ ڏور نہ ان ڪئون.

وجودي تصوف جي علمبردار ۽ انا الحق جو نعرو هڻندڙ منصور حلاج جو صوفياءَ اڪرام وٽ وڏو مرتبو آهي. تقريباً سيني صوفين سندس ذڪر ڪيو آهي. حضرت سچل سائين پڻ منصور حلاج جي خيال ۽ اعلان سان متفق آهي. فرمائي ٿو:

جتي ماڻهن ميڙ، آئون تتي ناهيان،
سسي سنباهيان، پٺيءَ شاهہ حلاج جي.

منصور حلاج چيو: جنهن چيو تہ مان ذات کي ان جي صفات مان سڃاتو، انهيءَ صانع کي ڇڏي صنعت تي اڪتفا ڪئي.

انسان جڏهن پنهنجو پاڻ فنا ڪري ٿو، تڏهن ڪيس فقط اها ئي ذات نظر اچي ٿي. انهيءَ حالت ۽ ڪيفيت ۾ هو بي اختيار چوي ٿو:

آهيان آءُ اسرار جيڏيون مون کي ڪير ٿيون ڀانيون،
آيس هن عالم ۾، ٻاري چاڙهي ٻار،
آڻيو صدق يقين سان، اديون ڙي اعتبار،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي ڪتاب "سچل جو سنيهو" ۾ حضرت جنيد بغدادي جي "فنا" جي نظريي متعلق فلسفو بيان ڪندي لکي ٿو:

"فنا جو مطلب آهي تہ انسان پنهنجي انفراديت ختم ڪري ذات مطلق اندر سمائجي وحدانيت جي تڪميل ڪري. فنا ان وقت طاري ٿئي ٿي، جڏهن هڪ عبد تي ذات الاهي پوري طرح ڇانئجي وڃي ٿي، سندس چوڌاري احاطو ڪري ٿي ۽ ان تي پوريءَ ريت فتحياب ٿي وڃي ٿي. اهڙي حالت ۾ جيتوڻيڪ ان جي چوڌاري رهندڙ انسانن لاءِ ان جو جسماني وجود ۽ ظاهري هيئت باقي رهي ٿي، پر ان جي انفراديت بلڪل فنا ٿي وڃي ٿي. هن جي اندر هن جو الڳ وجود باقي نٿو رهي". حضرت سچل سرمست رح تي پڻ اها ڪيفيت طاري هئي ۽ سندس ڪلام انهيءَ ئي حالت ۽ ڪيفيت جو مظهر آهي. فرمائي ٿو:

جيڪي هيڙس جيڏيون، ساڳي آئون ٿيو،
پاڻهي پنهنل آهيان، ڇاٽي ڪو نہ ٻيو،
ظاهر منهنجي ذات کي، ڪيچين پاڻ ڪيو،
سچو سارو سچ ٿيو، وچئون ورهہ ويو.

حضرت جنيد بغدادي رح جي اها شخصيت ۽ منزلت هئي جو بايزيد بسطامي (261 هہ) چيو هو "هو اسان ۾ اهڙو مرتبو رکي ٿو جهڙو مرتبو فرشتن ۾ حضرت جبريل جو آهي."

مولانا صوفي عبدالرحمان سنڌي لکنوي پنهنجي ڪتاب "ڪلمۃ الحق" ۾ ڪلمہ طيبہ جي مفهوم ۽ مقصد تي نهايت تفصيل ۽

وضاحت سان لکيو آهي. شرڪ ۽ وحدت الوجود جي حقيقت بيان ڪئي آهي. هو چوي ٿو تہ اسان جڏهن ڪلمو پڙهون ٿا تہ ٻيائي يعني شرڪ جلي يا شرڪ في الوجود جو انڪار ڪريون ٿا. يعني اسان تسليم ڪريون ٿا تہ الله تعاليٰ جي ذات ڪانسواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ جو وجود ڪونهي."

صوفياءَ ڪرام جي نظر ۾ عالم ذات باري تعاليٰ ڪان علحده نہ آهي. پر ان ذات مطلق جي مظاهري جو نالو ئي عالم آهي ۽ اهوئي وحدت آهي. "حق موجود"، "لاموجود الا الله" ۽ "انا الحق" هڪ ئي معنيٰ ۽ مفهوم رکن ٿا ۽ اهو وحدت الوجود جي فلسفي جو نقطہ عروج آهي. ابو سلمان داراني (216 هه) فرمائي ٿو تہ: "جڏهن عارف جي روحاني اک کلي ٿي تڏهن سندس جسماني اک بند ٿي وڃي ٿي ۽ پوءِ هو حق جي ذات ڪان سواءِ ٻي ڪابہ چيز ڏسي نٿو سگهي." سچل سائين رح جڏهن انهيءَ منزل کي رسيو تہ سندس زبان مان بي ساختہ اهي لفظ نڪتا:

پاڻ پنهنجو پاڻهين، صورت منجھہ سڃاڻ،
الله الله چو چوبن، پاڻ ئي الله جاڻ،
تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن،
ناهي شڪ گمان "سچو" سائين هيڪڙو.

الله جي انوار ۽ تجليات جو پرتوو جڏهن سالڪ جي خون جي قطري قطري کي رشڪ آفتاب بڻائي ٿو، تڏهن سالڪ پاڻ کي، بلڪ ڪل ڪائنات کي ۽ ڪائنات جي هر ذري کي نور وانگر ئي پسي ۽ پرجهي ٿو ۽ انوار ايزدي ڪانسواءِ هن کي ڪابہ شيءِ نظر نٿي اچي. جيئن سج جي طلوع ٿيڻ ڪان پوءِ جيتوڻيڪ تارا حقيقت ۾ موجود آهن پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو بصيرت ڪان قطع نظر ڪري پنهنجي بصارت جي فيصلي موجب ائين چوي ٿي تہ ڪو بہ تارو ڪونهي رڳو سج ئي سج آهي تہ سندس اهو چوڻ پنهنجي لحاظ ڪان سچو آهي.

لوهار لوهہ کي باهہ جي مچ ۾ وجهي ڏنوڻ ڏئين ٿو، تان جو لوهہ ۾ باهہ جون سڀ صفتون پيدا ٿي پون ٿيون يعني اهو باهہ وانگر ڳاڙهو بہ

تي وڃي، تو ۽ ساڙي به سگهي ٿو، انهيءَ وقت جو لوهه پاڻ کي باهه چوائي ته غلط نه ٿيندو جيتوڻيڪ اصل ۾ هو لوهه جو لوهه آهي.

سچو سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪل
الف مئون آدم ٿيو، ڪري هنگامو هل
هندو مومن سو ٿيو، پول نه ٻي ڪنهن پل
"خلق الاشياءَ فهو عينها"، اهو آڻ عمل،
تج گلابي گل، مر مارنئي منصور جيان.

سنڌ جو معروف اديب ۽ ڪهاڻيڪار امرجليل وحدة الوجود جي فلسفي تي روشني وجهندي لکي ٿو:

"اهو احساس ته اسين پنهنجي ذات ۾ ڪجهه به نه آهيون، مٽيءَ جي مٺ ۽ روشنيءَ جو هڪ پٽڪندڙ ترورو آهيون، بلند ۽ برتر خالق جي تخليق آهيون. انسان کي وحدت الوجود جي آڏو آڻي بيهاريندو آهي." هو صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته:

"گرمي جي شدت سبب ٻاڦ ٿي آسمانن ڏانهن اڏامي ويل پاڻي، ڦڙو ڦڙو ٿي ڪڏهن مينهن ته ڪڏهن ماڪ ٿي، سمنڊ ۽ دريائن ڏانهن موٽندو آهي. يعني پنهنجي اصل ڏانهن ورندو آهي. "اصل"کان اڳ برسات جي ڦڙن ۽ نه ماڪ ڦڙن جو پنهنجو ڪو خودمختيار وجود آهي. برسات ۽ ماڪ ڦڙن کي پنهنجي منبع ڏانهن موٽڻو آهي، اسين بي انت جي لامحدود ڪائناتن جو حصو آهيون. اسان جو پنهنجو ڪو وجود ڪونهي. اسان کي پنهنجي اصل، پنهنجي بي انت ڏانهن اوس موٽڻو آهي. ۽ "ڪل" سان ايڪي ۾ اچڻو آهي. اسين حق جو حصو آهيون. اسان کي هڪ نه هڪ ڏينهن حق سان هڪ ٿيڻو آهي."

سچل سرمست رح جو سمورو ڪلام وحدت الوجود جي واضح تشريح آهي. وحدت الوجود جي توصيف، توضيح ۽ تشريح لاءِ هن وٽ لفظن جي ڪايا ۽ مايا آهي، مٿئين مفهوم کي سرمست پنهنجي بيت جي سٽن ۾ هن ريت سمايو آهي:

پاڻ وڃائي پاڻ، ڳولهي لهج پاڻ کي،
پاڻ منجهان ئي پاڻ کي، پوندي ڄاڻ سڄاڻ
مکڻ اکر هيڪڙو، سوئي کير سڃاڻ
اهو اٿئي اهڃاڻ، ڦهيلا انهيءَ ڳالهه جو.

سنڌ جو برک اديب محترم عثمان علي انصاري پنهنجي ڪتاب "سچل سرمست جو سنڌي ڪلام" ۾ رقمطراز آهي: "سچل سائين جي ڪلام ۾ اهي سڀ صفتون موجود آهن، جي هڪ بلند پايه شاعر جي ڪلام ۾ هئڻ گهرجن. سندس ڪلام سر تا سر وحدت الوجود جي رنگ ۾ رڱيل آهي. پاڻ انهيءَ ڏس ۾ ايڏي ته طبع جي جولاني ڏيکاري اٿس جو وحدت الوجود جي ٻي ڪنهن به وڪيل کي اهڙن واضح لفظن ۾ انهيءَ موضوع تي ڪجهه چوڻ جي جرئت ڪانه ٿي آهي. هو هڪ صاحب ڪيف و حال بزرگ هو. اقليم سخن جي هن تاجدار جي قلبي مستين ۽ وجداني تجلين کي سمجهڻ لاءِ چٽني سمجهاڻي به گهرجي. تصوف جو پس منظر به گهرجي ۽ انهي سان گڏ ذوق سليم به درڪار آهي. تڏهن وڃي ڪو پڙهندڙ انهيءَ حقيقت تائين پهچي."

ملڪ جي معروف دانشور ۽ فيلسوف جناب اي ڪي بروهي، ڪريم بخش خالد جي ڪتاب "سچل سائين"، جي پيش لفظ ۾ فرمائي ٿو: "سچل سنڌ جي انهن نامور شاعرن مان آهي، جن اسلامي تعليم ۽ تصوف جي روشنيءَ ۾ پنهنجي ڪلام ذريعي توحيد ۽ رسالت، انسان ۽ ڪائنات جي حقيقت ۽ خالق ۽ مخلوق جي رشتي، وحدت ۽ ڪثرت جي رازن رمزن کي بيان ڪيو ۽ خودشناسيءَ ذريعي خدا شناسيءَ جو سبق سمجهايو. سندس ڪلام ۾ ٽين صدي هجري کان وٺي ٻارهين صدي هجري تائين يعني حسين بن منصور حلاج کان وٺي شيخ احمد سرهندي ۽ شاهه ولي الله تائين عالم اسلام جي گهڻو ڪري سڀني نامور ۽ آدرشي صوفين جي تعليم جو پرتوو نظر اچي ٿو. حلاج، عطار، تبريزي ۽ سيدنا عبدالقادر جيلاني کي ته پنهنجو رهنما ڪيو اٿس. هو شريعت وارو صوفي

باصفا هو ۽ کيس رسول اڪرم ﷺ جو حضور حاصل هو."

وحدت الوجود جي هين پيروڪارن ۾ مولانا جلال الدين رومي، مولانا جامي، شيخ عبدالحق محدث دهلوي ۽ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا معتبر نالا اچن ٿا.

مذڪوره صوفيانه لڏي سان سچل سائين جي محبت ۽ عقيدت جو اظهار سندس ڪيترن ئي بيتن ۾ ملي ٿو. فرمائي ٿو:

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان
اعليٰ اعظم شان جي، نوبت نيهن وڄايان
منصوريءَ جي موج ۾ تو انا الحق الايان.

سچل سرمست رح وحدت الوجود جي انتهائي مخفي ۽ باطني رمزن ۽ اسرارن جي انتها تائين پهچڻ جي باوجود ڪائنات ڪي خالق جي اولڙي ۽ اظهار جو واضح ثبوت مڃڻ کان انڪاري ٿي ڪونه سگهيو هو. هن مينهن ۽ ماڪ ڦڙي کي سمنڊ جي امانت سمجهيو هو. وحدت مان ڪثرت جي نظريي ۾ پڪو ايمان رکندو هو. فرمائي ٿو:

سڀ ڪنهن پار پريںءَ جو پرتو، خوابون عين ڪلايو،
وحدت مئون ووڪثرت ڪيائين، رنگي رنگ رچايو.

وحدت الوجود جي رازن ۽ رمزن کي سمجهڻ کان پوءِ سچل سائين اهڙي ڪيفيت مان به گذريو هو، جڏهن ڪيس چوڻو پيو هو:

ماٺ ڪريان تان مشرڪ ٿيان، ڪڇان تان ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ورڪو سمجهي سچيڏنو چوي.

مطلب ته سچل سرمست رح جو سمورو پيغام "لا موجود الاالله" جو اهڙو عڪس آهي، جنهن مان وحدت الوجود جو نظريو روز روشن وانگر چٽو نظر اچي ٿو.



هيٺين ڪتابن مان استفادو ڪيو ويو:

1. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام : عثمان علي انصاري
2. مقالا ۽ مضمون: شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو
3. سچل جو سنيهو: ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي
4. سچل سائين: ڪريم بخش خالد
5. ابن عربي : ابو جاويد نيازي
6. آشڪار 4: مقالو: امر جليل
7. علمي خزانو: مولانا جلال الدين رومي

ڊاڪٽر فهميده حسين

# شاهه ۽ سچل جي شاعريءَ ۾ ڏک جو عنصر

ياد نٿو اچيم ته ڪٿي، پر ڪٿي مڙئي پڙهيو هئم ته ”سنڌو ماتر جي ماٺهوءَ جي نبضن ۾ رت جي جاءِ تي Pathos (گداز/درد) ڊوڙي ٿو ۽ سنڌس هٺ جي ليڪن ۾ قسمت بدران فن ۽ فڪر جي تاريخ لکيل آهي.“ منهنجي خيال ۾ انهن ٻنهي ڳالهين جو هڪ ٻئي سان ڏاڍو گهرو تعلق آهي. فن ۽ فڪر جي تاريخ بنا درد جي ممڪن ئي ڪانهي. دنيا ۾ تخليق ٿيندڙ هر قسم جي فن يا ڪلا لاءِ فنڪار يا ڪلاڪار وٽ درد مند دل هئڻ تمام ضروري بلڪ لازمي آهي.

دانشور ۽ مفڪر جيئن ته پنهنجي سماج جو نه رڳو باشعور فرد ٿئي ٿو پر هو روشن ضمير ۽ حساس فرد پڻ هوندو آهي. انهن جو درد ۽ پيڙا پنهنجي ساٿيهه جي سونهن ۽ پنهنجن هم وطنن جي وقار خاطر هوندا آهن. جيترو وڏيڪ درد ۽ پيڙا، اوترو وڏو فنڪار يا جيترو وڏو فنڪار اوترو وڏو سندس غم. هن لاءِ درد جي لذت، سوز جو سرور، گداز جي گرمي، غم جا گهاوَ اهي سڀ سندس راهه سهائي ڪندڙ هوندا آهن. اهي سندس سوچ ۽ تخليق جو سبب بڻجندا آهن. اهڙا فنڪار انهن مان اتساهه حاصل ڪندا آهن. ڪين سندن سور ۽ پور ٻئي ڏاڍا پيارا هوندا آهن. ڇاڪاڻ جو ساٿيهه، سونهن ۽ سچ جي حوالي سان جيڪي سور ملندا آهن اهي ٿورن سڄاڻ ماڻهن جو مرڪ هوندا آهن ۽ ڪن ڀاڳ وارن ڪي ئي نصيب ٿيندا آهن:

جي سارو پچان لوڪ، تا گوندر وارو نه لهان
ههڙو پلو توڪ، ڪنهين ڀاڳ پرائيو. (سچل)

ساٿيهه، سونهن ۽ سچ سان درد جو رشتوئي انهن سان پيار ۽ عشق جي انتها آهي ۽ انهيءَ جي معرفت ۽ منزل ماڻي سگهجي ٿي. انهن جا پورئي ڪنهن ڏاهي جي فڪر جو بنياد هوندا آهن.

ڏيڪاريس ڏکن، گوندر گس پريَنءَ جو
سهائيءَ سورن، ڪئي هيڪاندي هوت سين.
(شاهه)

ڏک، سور، غم، گوندر، درد ۽ گداز اهي اهڙا لفظ آهن جيڪي اسان کي سموري دنيا جي شاعرن وٽ ملن ٿا ۽ شايد دنيا ۾ ڪا به اهڙي ٻولي ڪانهي جنهن جي شاعريءَ ۾ انهن جو ذڪر نه هجي. سنڌي شاعريءَ ۾ به انهن جو ذڪر آهي پر ان جو انداز ٿورو مختلف آهي. ميران ٻائي جو دوهو آهي ته:

جو مين ايسا جانتي پريم ڪئي دک هوئي
نگر ڍنڍورا پيٽتي، پريم نه ڪيجئي ڪوئي

پر اسان جي شاعرن کي ته چڻ سورن سانڍيو ۽ پورن پاليو هو. هونءَ ته اهي سور سڀ ڪنهن کي مُٺ مُٺ ملندا آهن پر هنن وٽ انهن جون پريون هيون. تڏهن ته انهن جون دليون ايڏيون ڪنئريون هيون. تڏهن ته منجهن ايڏو گداز هو. انهن جي معرفت ڪا مام پروڙي هئي جو انهن کي نه وڃڻ جون منٿون ٿي ڪيائون:

سُور مَ وڃيجاهه، سجڻ جئن سانگ ويا
پريَنءَ پڄاڻا، آئون اوهان سين اوريان.
(شاهه)

اسانجي شاعرن ڏکن کي سکن جي سونهن ڪري ڄاتو هو:

ڏک ٻسکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري،
جنين جي ورونهن، سجڻ آيو مان ڳري.
(شاهه)

پلا ڏک ڏسڻ بنا، سور سهڻ بنا ڪو سک جي احساس کي ماڻي سگهي ٿو ڇا؟ سچل وٽ بہ تقريباً ساڳيو خيال آهي:

گوندر گهمي جي لهان، تان سک سوين سا ڙيان
آئون پڻ ڪيئن پاڙيان، ڏک سکن تان سرتيون.
(سچل)

هو محبوب کي ماڻڻ لاءِ، پرينءَ کي پائڻ لاءِ ۽ منزل يا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اندر جو اڌ هئڻ ضروري ٿا سمجهن:

سُکن واري سڌ، متان ڪا مون سين ڪري،
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندي يون.
(شاهہ)

يا سچل ٿو چوي:

سڪيون ڪوهہ پڇن، سنديون ڏکن خبران
سي هن وهان وڃن، ڏيک ڏڪايل جن جا.
(سچل)

زندگيءَ لاءِ، جيئڻ لاءِ، ڏکن جو هئڻ ڪيترو ضروري آهي اهو هن بيت ۾ ڏسبو:

ڏنا جيئڻ لاءِ جيڏيون! ڏيرن مون کي ڏک
پکس جان پنيور ڪان، سور مڙيئي سک
لٿي مون تا لک، پنهون ٿيس پاڙهين.
(شاهہ)

گوندر ڪيئن گهوريان، جنهن ڪيس سينڌي سڄٽين
جان تڪ پئي توريان، تان ڏک موچارا سک ڪئون.
(سچل)

ڏکن کي پنهنجو سچو ساٿي، ۽ پيلي سونهون سمجهڻ جو خيال ٻه ٻنهي شاعرن وٽ تقريباً ساڳيو آهي.

هيڪليائي هيل، پورينديس پنهونءَ ڏي،
آڏا ڏونگر لکيون، سوريون سُڄن سيلَ
تہ ڪر پيلي آهن پيل، جي سور پريان جا ساڻ مون.
(شاهہ)

ڏکن منجهان سک مون تان لڏا جيڏيون
ڏورينديون ڪي ڏک، سونهان تيڙا سڄڻا.
(سچل)

متين مثالن مان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ ڪو انهن ٻني شاعرن رڳو سسئيءَ جي حوالي سان سورن جي ڳالهہ ڪئي آهي، ڏکن جو ڏس ڏنو آهي. شاهہ صاحب رامڪليءَ ۾ چوي ٿو:

جي پائنين جوڳي ٿيان تہ ٿي گروءَ جي گس
ڏک پاڻ ڪي ڏس، سامي وڏي سک سان.

سچل پڻ سوز ،گداز ۽ غم جي ڳالهہ مختلف هنڌن تي ڪري ٿو:

سوز گداز ۽ غم، مڙيوئي مافي ٿيو.
مار دمامين دم، عاشق انا الحق جو.

اهي درد آشنا شاعر هئا، هنن ڏاهپ جا ڏنگ سٺا هئا، سوچ جي زهر جا جام پيتا هئا. هنن جو ڏک وارو تصور عالمگير آهي. هو سموري سنسار جي سورن ستايلن لاءِ ساڳيو پيغام رکن ٿا.

سوال پيدا ٿو ٿئي تہ آخر هنن ڏاهن شاعرن وٽ ڏکن جي ايتري اهميت ڇو آهي ۽ هو انهن جي ايتري اپٽار ڇو ٿا ڪن؟ منهنجي خيال ۾ تہ ڪو بہ سکيو ستابو ماڻهو سماجي زندگيءَ ۾ يا سماج ۾ ڪو بہ انقلاب آڻڻ جو ساهس ڪونہ رکندو آهي، سُک مقصد ۽ منزل کان دور

ڪندا آهن. سُکن جي حاصلات جو ذريعو سور هوندا آهن:

آتڻ واريون آئيون، تيون آتڻ اجارين
جي گوندر گذارين، آتڻ تن اوک ٿيو.

آتڻ اجارڻ لاءِ گوندر گذارڻ جو فلسفو انهن شاعرن ڏنو آهي، هنن جي خيال ۾ ڏکيو رستو سُک جي منزل ڏانهن نيندو آهي. ڏک جو پنڌ سک جي منزل تي رسائيندو آهي. شاهہ ۽ سچل جي دور ۾ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن اهو سمورو عرصو سياسي ۽ سماجي چڪتاڻ ۾ گذاريو هو. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن سنڌ جي بچاءَ ۽ بقا لاءِ ڌارين سان منهن ڏنا ۽ اندروني سازشن جو خوف بہ ڇانيل رهيو. ان ڪري غيريقيني صورتحال رهي. مذهبي جنون بہ زورن تي هو ۽ مذهب کي هٿيار طور استعمال ڪيو ويندو هو. ان وقت ماڻهن ۾ مايوسي، بي وسي ۽ ويچارگي کي ڪنهن درد مند جي دلاسي جي ضرورت هئي، ڪين همٿائڻ جي ضرورت هئي، اهو فرض هنن شاعرن پنهنجي پنهنجي دور ۾ پورو ڪيو هو. هي اهي درد مند ماڻهو هئا جن جي ان سماج کي ضرورت هئي. هنن جو ماڻهن سان درد جو رشتو هو. درد هنن جي ذات جو، هنن جي تخليقي قوت جو جڻ تہ ٻارڻ هو. سگهہ ۽ انرجي (energy) هو ۽ هو ان مان اتساهہ وٺندا هئا. مروج ڪهاڻين جي ڪردارن جا سور عام سنڌين جي سورن کي بيان ڪرڻ لاءِ شاعريءَ جو موضوع بڻيا. هنن هم خيال ماڻهن کي گڏ ڪرڻ لاءِ سڏ ڪيا: "اچو تہ سورن واريون ڪريون سور پچار" يا هيئن بہ چيائون:

ڏکيون جان نہ مڙن تان تان پَنڻ نہ تئي،
پيون هُهين هٿ هٿن، روئنديون روئڻ واريون.
(شاهہ)

جي گوندر گوش نہ ڪن، ڪُهہ پيون سي سرتيون،
جن سنگت ساڻ سُکن، تن پاڻئون هوت پري ڪيو.

انهن لاءِ ڏکن جو آڌر ڀاءُ ڪرڻ ۾ آڇيو هو:

سو سڪن ڏيئي ورهه وهايم هيڪڙو
مون ڪي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پرينءَ جو.
(شاهه)

چڱو گوندر غم، جي مون پڇيو جيڏيون
منجهه ڪشالي ڪم، آهي ورهه وارئين.

ورهه وارن کي ڪشالا ڪيڏا آهن، تڏهن ئي پرينءَ جا پيرا ملندا، مقصد ماڻي سگهبو. ڏک ته ڏونگر ٻاري وجهندا آهن، پونءِ ۾ باهه لڳائي ڇڏيندا آهن.

ڏک لڳو ڏونگر ٻريو، پينر ڪاٽي پونءِ
مٿان لاٿو مون، سندو جيئڻ آسرو.
(شاهه)

ڏک ۽ درد جي باري ۾ اهو فڪري قصو ٻنهي وٽ موجود آهي. اها ان دور جي سماجي نفسيات آهي جيڪا هنن ٻنهي شاعرن ظاهر ڪئي آهي ۽ سندن فلسفو آهي ته سيئي سورن وارا گڏجي سوچيندا، لوچيندا، جدوجهد ڪندا تڏهن سماج مان سور ٽڙي سگهبا. شرط اهو ئي اٿن ته ان جدوجهد ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سيني وٽ عشق هجي، سپ ڏکايل هجن، سيني جا اندر اڌ هجن، تڏهن سُکن جي باک ڦٽندي، تڏهن منزل ملندي. اها سندن رجاعيت آهي.

ڏکن سورن جي گهڻي ذڪر مان ممڪن آهي ته ڪن ماڻهن جي ذهن ۾ اهڙو خيال اچي ته اها مايوسي آهي، قنوطيت يا Pessimism آهي. پر ڏٺو وڃي ته هنن جي شاعريءَ ۾ درد جي شدت ضرور آهي پر اها سندن داخلي ڪيفيت هوندي به رجاعيت پسندي Optimism جي رويي جي خلاف ڪانهي. هو سُک کي ڏکن منجهان اُپاري هڪ قسم جي اميد پيدا ٿا ڪن. هنن جو رويو اميد پرستيءَ وارو آهي. هو Optimistic

آهن. سندن اهي ڏک هوت کي آڏي هنج ۾ تا ويهارين:

سارو لوڪ سکن، پوءِ رهايو پرينءَ کئون
ڏسو واهہ ڏکن، هوت وهاريو هنج ۾
(سچل)

۽ جيئن اڳ چيم تہ اهي ئي ڏک ۽ گوندر پرينءَ جو گس ڏيکاريندڙ آهن. شاهہ سائين وٽ سور سڪ جو ثمر آهن تہ سچل وٽ بہ اهڙو ئي درد آهي جهڙو عظيم فنڪارن پنهنجي لاءِ انعام ڪري سمجهيو هو. فارسي جي ڪلاسيڪي شاعر عطار جا لفظ آهن:

ڪُفر ڪافر را، دين ديندار را
ذره- درد، دل عطار را.

شاهہ پهريون پيرو ڏک جو اهڙو عالمي تصور ڏنو ۽ سچل بہ پنهنجي مختلف نامن ۾ گداز نامو ۽ درد نامو شامل ڪيو آهي. جنهن ۾ درد جي لذت بيان ٿيل آهي:

اڄ وري آيو نرالو هڪ خيال
ٻڌ ٻڌايان ٿو انهيءَ جو توکي حال
درد جي ٿوري ذري تي بار بار
آسمان تائين ڪرين ٿو تون پڪار
حيف ان جي ساز کي ڄاڻين نہ ٿو
درد ۽ غم جو مزو ماڻين نہ ٿو
درد ڌاران جڳ ۾ ڪائي راهہ ناهہ
درد آهي شاهہ، بيو ڪو شاهہ ناهہ

عطار هڪ هنڌ لکيو آهي تہ ” جيڪا دل تنهنجي درد مان لطف نٿي وٺي سا نالائق آهي ۽ ڪنهن خوشيءَ جي حقدار ناهي“. سچل ”انا الحق“ جو نعرو هنيو هو. اهو ”حق“ ڇا آهي؟ اهو نسورو سچ آهي، مڪمل سچ آهي جنهن جي پوري حقيقت ڄاڻڻ لاءِ ڏک ڏسڻا پوندا آهن، ڏونگر

ڏورڻا پوندا آهن. اهو سچ سموري انسان ذات جي زندگيءَ جي معروضي حقيقتن سان ٺهڪي ايندڙ سچ آهي.

عام طور تي وحدت الوجودي صوفين ۽ شاعرن جو رويو اهو هو جو هو انفرادي روحاني معراج يا معرفت جي ذريعي ڪُل جي حقيقت ۾ ضم ٿي وڃڻ ڪان پوءِ پاڻ ڪل حقيقت بنجڻ وارو خيال ۽ عقيدو رکندا هئا. جنهن ڪي هو انسان جي نجات نرواڻ ڪري سمجهندا هئا. . . . ان جي انتهائي صورت اسانکي انا الحق جي نعري ۾ نظر اچي ٿي. شاهه ڪان سچل تائين اها حالت نظر اچي ٿي. ان جي برعڪس وحدت الشهود وارا، فرد جي روحاني ارتقا کي لامحدود ۽ ابدي سمجهي خدا ۽ بندي جي وچ ۾ حد قائم رکندا هئا. انهيءَ جو مثال سنڌيءَ ۾ اٽلي آهي پر اردوءَ ۾ اقبال ۽ ان جهڙا ٻيا مفڪر اهو فلسفو رکندڙ آهن. جديد مادي نظريي ۾ اينگلز روحاني معراج جي ابتڙ حقيقت ڪُل تائين پهچڻ جو وسيلو انسانن جي اجتماعي ۽ معاشرتي جدوجهد کي ڄاڻايو آهي. عام خيال اهو آهي ته ادب ۾ ترقي پسند، جديد يا مادي لاڙا ويهين صديءَ ۾ آيا آهن پر مٿئين مثال مان اسين پاڻ ڏسي سگهون ٿا ته انسان جي شاعرن لطيف ۽ سچل وٽ اهڙا لاڙا صديون اڳ ملن ٿا ۽ هو پنهنجي صوفي فلسفي مان اجتماعي معاشرتي جدوجهد وارو سبق ڏين ٿا. هنن انساني عظمت، وحدت ۽ محبت جا پيغام ڏنا آهن ۽ هو تنگ نظري ۽ دقيانوسيت کان ونءِ ويندڙ آهن. منجهن سهپ ۽ برداشت آهي. هنن انسانذات سان محبت جو پيغام ڏنو ۽ انهن جا ڏک محسوس ڪري انهن سان گڏجي گوندر ۾ گهارڻ جو تصور ڏنو:

گوندر جن گهاريو، پيهي سي پچان
انهن لڳ لڇان، گهڻو آئون اباڻڪي.

جن سياسي ۽ سماجي حالتن ۾ شاهه ۽ سچل گذاريو انهن ۾ مڪمل سچ حاصل ڪرڻ لاءِ مسلسل جستجو ۽ ڳولا کي هنن ضروري

ڇاتو پر دل جي جذبي ۽ درد جي رشتي سان ائين ڪرڻ تي زور ڏنو. هنن مُنن ملن واري وات بدران سوراڻن واري سفر اختيار ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. انهيءَ سفر ۾ جسماني ڏکن تڪليفن جي تہ ڪا اهميت ئي ڪانہ هئي، اهي سور مقصد سان عشق، سچ سان نينهن نباهڻ جي نتيجي ۾ ملندا آهن.

ملان تون محبت جو چڪو ڪين چڪين
ڪٺيو ڪارنهن ڪنڌ ۾، منهن کي ويٺو مڪين
سبق سورائتن سڪيو، سو جي تون سڪين.
تہ رحل سڀ رڪين، مُنا مسجد ڪنڌ ۾.
(سچل)

مطلب تہ شاهہ ۽ سچل جو فلسفو اهو ٿو ظاهر ڪري تہ سورن کي سوجهرو بنائي، انهن کي سعادت ۽ هدايت سمجهي سياڳ ماڻي سگهجي ٿو. سچل چوي ٿو:

ايــن درد بــود هــمــہ ســعــادت
ايــن درد شُــد هــمــہ هــدايــت

(اهو درد سياڳائي آهي، انهيءَ درد ۾ سموري هدايت سمايل آهي)



مددي ڪتاب

1. رسالو سچل سرمست – مرتب: عثمان علي انصاري، سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت حيدرآباد. 1978ع
2. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام – مرتب: عثمان علي انصاري، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. 1982ع

3. شاهہ جو رسالو – هوتچند مولچند گربخشاڻي – شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ / حيدرآباد 1992ع
4. سچل جو سنيهو – ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سنڌي ادبي بورڊ / ڄامشورو / حيدرآباد1984ع
5. آشڪار – تحقيقي جرنل شمارو ڇهريون، ايڊيٽر اياز گل، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ
6. سرمست – نمبر هڪ کان ڏهين تائين (1981ع کان 1990ع) مرتب تنوير عباسي، سچل سرمست، يادگار ڪميٽي خيرپور سنڌ.
7. تنقيدون – ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو 1980ع.
8. ادب کے مادی نظریے- ظہیر کاشميري، کلاسیک، لاهور.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# سچل جو سنيهو

سرمست سائين ساچاهہ جو شاعر آهي. هو انسان جي شرف ۽ شان جو قائل آهي. سندس ڪلام ۾ رندي ۽ بيباڪي آهي، مستي ۽ ڪيف آهي، انتظاري ۽ بي قراري آهي. ڪڏهن سراپا سونهن آهي تہ ڪڏهن وري سونهن جي ساراهہ ۾ ڊاپي ئي نٿو. ڪڏهن محبوب ۾ محو ٿي محويت ۾ اچي ٿو تہ ڪڏهن وري محبوب وٽ ملتجي آهي. ڪڏهن ڪائنات جا اسرار و رموز بيباڪيءَ سان بيان ڪري ٿو، تہ ڪڏهن وري حيرت جي مقام ۾ مستغرق آهي، ڪڏهن وڏي واڪي چوي ٿو:

بانهون پانءِ مَ پاڻ، تونهين مالڪ ملڪ جو

ڪڏهن وري غور و فڪر ڪندي، حيرت جي حد ۾ اچي نهايت بيباڪيءَ سان چوي ٿو:

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟!
پيلي، نٿا ڄاڻون، ڇا اسين آهيون.

هو غور و فڪر جو شاعر آهي، ۽ اعليٰ فڪر پيش ڪري ٿو. سندس سوچ تمام مٿانهين آهي، جنهن ۾ خيال ۽ فڪر جي آزادي آهي، انساني زندگي، مزاج ۽ فطرت جو تجزيو آهي. سندس خيال ۽ فڪر صرف تصوراتي نہ آهي، پران جي هڪ عملي صورت پيش ڪندي، تلقين ڪري ٿو ۽ پيغام پهچائي ٿو، پر افسوس جو سندس پيغام کي پرکڻ وارا ڪونهن، انهيءَ ڪري پاڻ چئي ويو آهي:

ڪنهن سان ڪيم نہ ڪل،

جو سودو آندم پاڻ سان،

1. سودو ڪنهن نہ پچيو، آيس ۾ مشڪل،
2. گران قيمت ڪون سيئي، موتيا تنهن مهل،
3. ميڙو موڙن تي ڪري، عالم ڪئي اچل،
4. حال ڏسي تا هن جو، جيئڙو منجهہ جنجل،
5. ڏوهہ نہ مون کي ڪوڏيو، پئي خلق منجهہ خلل،
6. ”سچو“ سرفراز ڪيو، آڻي سو عشق اجهل.

حضرت سچل سرمست پنهنجو فڪر ۽ پيغام بيان ڪرڻ وقت ڪيترين جاين تي قرآن شريف جون آيتون بہ مثال طور آنديون آهن، ۽ انهن جي صوفيانہ سمجهاڻي بہ ڏني آهي، آدم جي تخليق ۽ فطرت تي روشني وجهندي مثنوي عشق نامہ ۾ فرمائي ٿو:

1. آن ڪہ الي اعلم است آگاهہ زد
 هم چو مالا يعلمون رمزي شود.
2. هم ظلوماً قتل جهولاه ڪار اوست،
 آگهي يا بي ازايت فرموده است
3. از ظلوماً قتل ڪردن نفس خويش،
 از جهولاً بگذر داز خويش و بيش.

معنيٰ: 1. قرآن حڪيم ۾ آدم کي خلقڻ جي سلسلي ۾ الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو آهي: ”اني علم مالا يعلمون“ (تحقيق، آءٌ اهو ڪجهہ ڄاڻان ٿو جو اوهين نہ ٿا ڄاڻو) هن بيت ۾ انهيءَ آيت ڏانهن اشارو ڪري سرمست سائين فرمائي ٿو: ”اها رمز مون کي معلوم آهي، جنهن جي اوهان کي خبر ڪانهي.“

2. آدم جي فطرت بابت قرآن حڪيم ۾ آيو آهي: ”بيشڪ اسان آسمانن، زمينن ۽ جبلن کي پنهنجي امانت پيش ڪئي، تہ انهن ان

ڪي ڪڻڻ کان انڪار ڪيو، ۽ ھو ان کان ڊڄي ويا. ان ڪي انسان کنيو، بيشڪ ھو وڏو ظالم ۽ جاھل آھي".

انھيءَ حقيقت ڏانھن اشارو ڪري سچل سائين فرمائي ٿو:

"ظلم ڪرڻ ۽ جھل ڪرڻ سندس ڪم آھي. تون ھن جي انھي فرمودي مان واقف ٿيءُ".

3. ظلوماً مان مراد آھي پنھنجي نفس کي مارڻ، جھولاً جو مطلب آھي پنھنجو پاڻ کي وسارڻ.

ان مان واضح ٿيندو ته سندس فڪر جو ماخذ قرآن حڪيم ۽ اسلامي تصور آھي. مثنوي "وصلت نامہ" ۾ انھيءَ ڳالھہ جي وضاحت ڪندي ڄاڻايو اٿس ته قرآن مجيد ھڪ دقيق، ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب آھي. ان سان گڏ چيو اٿس ته:

"مون قرآن مجيد جا مختلف تفسير پڙھيا آھن، ۽ قرآني تعليم جي روح کان واقف ٿيو آھيان." ان کان پوءِ پنھنجي تعليم جو مقصد بيان ڪندي چيو اٿس ته "سالڪن چيو، ته قرآن ڪريم جو اصل مطلب ۽ مفھوم بيان ڪر." مثنوي "وصلت نامہ" جا اھي بيت ھيٺ، ڏجن ٿا:

1. باز قرآن مغلق ست و بکمال
توچہ داني تاچہ گفتہ ذوالجلال
2. ھن ھمہ تفسير قرآن آن خوانده ام
مغز قرآن را ازان برخوانده ام
3. باز فرمودند ره بينان مرا،
تابگويم اصل راؤ مغز را.

معنيٰ: 1. قرآن مجيد ھڪ دقيق، ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب آھي. توکي کھڙي خبر ته الله تعاليٰ ان ۾ ڇا فرمايو آھي.

2. مون قرآن شريف جا تفسير پڙھيا آھن ۽ ان جو اصل مطلب ۽ مفھوم سمجھيو اٿم.

3. طريقت جي سالڪن مون کي چيو آهي تہ مان قرآن شريف جو اصل مطلب ۽ مفهوم بيان ڪريان.

حضرت سچل سائينءَ جي شعر جو مضمون بنيادي طرح ٻن پاڙن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: وحدت الوجود ۽ حسن و عشق. هيٺ انهن عنوانن تي سچل سائين جي شعر جي روشنيءَ ۾ بحث ڪجي ٿو:

وحدت الوجود: وحدت الوجود صوفياءِ ڪرام جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن ۾ حق سبحانه تعاليٰ جي توحيد ذاتي ۽ وجودي تي بحث ڪيو ويندو آهي. انهيءَ بحث جو خلاصو هي آهي تہ وجود حقيقي فقط هڪ آهي ۽ اهو حق تعاليٰ جو وجود آهي. ان حقيقت کي لاموجود الاالله چئي واضح ڪيو ويندو آهي. وحدت الوجود جن حقائق جي وضاحت ڪري ٿو اهي هي آهن:

1. وجود حقيقي هڪ آهي، يعنيٰ فقط خدا ئي موجود آهي ۽ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي. هر شيءِ انهيءَ مان آهي ۽ انهيءَ ۾ آهي. جيئن سمنڊ ۾ لهرون ۽ موجون جن جو وجود حقيقي ناهي پر اضافي آهي حقيقت ۾ انهن جو فقط نمود آهي، جيڪو تعين جي ڪري آهي. تعين جو مٽجڻ، موجن ۽ لهرن جي فنا آهي، تعينات يعني موجون ۽ لهرون مٽجنديون رهنديون آهن پر سمنڊ باقي رهندو آهي.
2. وجود حقيقي ئي ذات آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن اهي ٻئي جدا جدا حقيقتون هجن، تہ توحيد انهيءَ مرحلي تي ئي ختم ٿي وڃي.
3. وجود حقيقي هميشه کان آهي ۽ هميشہ رهندو.
4. هو واجب الوجود آهي، يعني پنهنجي "هئڻ" ۾ ڪنهن جو محتاج نہ آهي. هو پنهنجي ذات ۾ پاڻ قائم آهي. ۽ اهڙيءَ طرح هميشہ رهندو.
5. هو واحد ۽ لامحدود آهي، جيڪڏهن ان وانگر ٻيو وجود تسليم ڪيو ويندو، تہ وجود حقيقي نہ واحد رهندو، نہ لامحدود.
6. ان جون ٻہ شاخون خاص آهن: تنزيهہ ۽ تشبيهہ. يعني اهوئي عالم تنزيهہ ۾ موجود آهي ۽ اهوئي عالم تشبيهہ ۾ بہ جلوه گر آهي.

7. اهو حلول ۽ اتحاد کان پاڪ آهي، ڇاڪاڻ جو ان لاءِ ٻه ٻن وجودن جو تسليم ڪرڻ ضروري ٿيندو.
8. اهو بي مثل آهي، ڇاڪاڻ جو مثل بنجڻ لاءِ ٻه ٻئي وجود جو اقرار ڪرڻو پوندو.
9. ان جو ضد ڪونهي، ڇاڪاڻ جو ضد لاءِ ٻه ٻئي وجود کي مڃڻو پوندو.
10. اهو بي جهت آهي، ڇاڪاڻ ته جهت ۽ پاسي مان ٻه ٻه وجود پيدا ٿين ٿا.
11. عالم جي ڪثرت ان جي احديت يا وحدت جي منافي نه آهي، بلڪ ڪثرت، وحدت مان ٿي وجود ورتو آهي. انهيءَ ڪثرت ۽ وحدت ۾ ويڇو ڪبو ته ٻن وجودن کي تسليم ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪري وحدت ۽ ڪثرت هڪ ڪري ڄاڻجي.

سچل سرمست همه اوست ۽ وحدت الوجود جو وڏو مبلغ آهي ۽ وڏي واڪي اناالحق جو نعرو هڻي ٿو. انهيءَ ڪري ڪيس "سنڌ جو منصور" چيو وڃي ٿو. هو وحدت الوجود تي تمام گهڻو زور ڏئي ٿو ۽ ان کي مختلف ۽ معقول طريقن سان سمجهائي ۽ ذهن نشين ڪرائي ٿو. انهيءَ ڪري ڪيس "سنڌ جو عطار" سڏيو وڃي ٿو. هو چوي ٿو ته انهيءَ ذات واحد کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هو انهيءَ کي به شرڪ سمجهي ٿو ته "مان به آهيان، هو به آهي." يعني هر قسم جي شرڪ کان انڪاري آهي، پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي يا شرڪ في صفات هجي، يا شرڪ في الافعال هجي، هو هر هنڌ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري محسوس ڪري ٿو. هو سمجهائي ٿو ته انسان جيڪڏهن پنهنجي اصل کي سڃاڻي، ته ڪيس معلوم ٿيندو ته اها وٽ وٽس ئي آهي. هو ٻڌائي ٿو ته انسان ۽ ڪائنات جي ڪثرت تي ويچار ڪبو ته اها حقيقت هٿ ايندي ته ڪائنات جي هر شيءِ انهيءَ ذات حقيقي جو مظهر آهي. ڪا به وٿ ان کان وانجهيل ڪانهي. "سو پڙاڏو سو سڏ" سچل سائينءَ جي سموري ڪلام جو مول مقصد آهي.

مولانا صوفي عبدالرحمان سنڌي لکنوي پنهنجي "ڪلمة

الحق" ۾ ڪلمہ طيبہ جي مفهوم ۽ مقصد تي نهايت تفصيل ۽ وضاحت سان لکيو آهي ۽ شرڪ ۽ وحدت الوجود جي حقيقت بيان ڪئي آهي. هو چوي ٿو تہ جڏهن اسان ڪلمو پڙهون ٿا تہ ٻيائي يعني شرڪ جلي يا شرڪ في الوجود جو انڪار ڪريون ٿا. يعنيٰ اسان تسليم ڪيون ٿا تہ الله تعاليٰ ڪلمہ طيبہ جي نزول سان هر قسم جي شرڪ کان منع فرمائي آهي، پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي، يا شرڪ في الصفات هجي يا شرڪ في الافعال هجي. انهيءَ شرڪ کان بچڻ لاءِ الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ واضح طور فرمايو آهي:

"لا شريک له" (الله جو ڪو بہ شريڪ ڪونهي) انهيءَ آيت ۾ شرڪ تي ڪوبہ شرط يا قيد لڳايل نہ آهي. ان جي تشريح اها آهي، تہ شرڪ کان مطلقاً انڪار ڪرڻو آهي. يعني وجود صفات، افعال، آثار مطلب تہ هر قسم جي شرڪ کان انڪار ڪرڻو آهي. حضرت علامہ عبدالرحمان سنڌي لکنوي صوفي جي نظر ۾ اهو آهي وحدت الوجود. حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۾ بہ هر هنڌ اها ئي تات ۽ تنوار آهي. يعني هر قسم جي دوئي جي نفي ۽ ذات مطلق جو اثبات. ملا نور الدين عبدالرحمان جامي (1492ع) پنهنجي ڪتاب "لوائح" ۾ لکيو آهي:

"اي طالب، توتي لازم آهي تہ پنهنجو پاڻ کي پاڻ کان مخفي رک ۽ جيڪا هستي ذاتي ۽ حقيقي آهي، انهيءَ ڏانهن مشغول ۽ متوجه ٿي. انهيءَ ڪري موجودات جا جيڪي بہ قسم آهن ان جي جمال جا جيڪي بہ جلوا آهن. ڪائنات جا جيڪي بہ جزا آهن، ان جي ڪمال جو آئينو آهن. تون پنهنجي انهيءَ نسبت کي مشق ۽ رياضت سان انهيءَ درجي تائين پهچاءِ، جو اها حقيقي هستي تو ۾ مدغم ٿي وڃي، ۽ خود تنهنجي هستي، تنهنجي نظر کان غائب ٿي وڃي. تان جو تون جيڪڏهن پنهنجو خيال ڪرين تہ عين انهيءَ جو خيال ڪرين ۽ پنهنجو ذڪر ڪرين تہ عين انهيءَ جو ذڪر ڪرين. مطلب تہ اهڙيءَ طرح هڪ ٿي وڃين، جو "انا الحق" "هو الحق" جي حڪم ۾ داخل ٿي وڃي."

ڀئي هنڌ لکيو اٿس:

”حق تعاليٰ جي حقيقت، ان جي هستي آهي. اهڙي هستي جنهن ۾ ڪنهن ٻي هستيءَ جي گنجائش نہ آهي. نہ ان ۾ تغير ۽ تبدل جو امڪان آهي ۽ نہ عدد ۽ گهٽائيءَ جو گمان. سمورين حدن ۽ قيدن کان بالاتر آهي ۽ عقل ۽ حواس ٻئي ان کي پنهنجي گرفت ۾ آڻڻ کان معذور آهن. انهيءَ ذات جون صفتون ظاهري طرح تہ غيريت ذات ٿيون، پر حقيقت ۾ عين ذات آهن.“ ملا جامي لکي ٿو:

”عقلي لحاظ کان صفتون بيشڪ ذات کان الڳ آهن، پر تحقيق ۽ حصول جي نڪتہ نگاهہ کان عين ذات آهن. مثلاً عالم انهيءَ ذات جو نالو آهي، جنهن ۾ صفت علم هجي، قادر انهيءَ ذات جو نالو آهي، جنهن ۾ قدرت هجي، مريد انهيءَ ذات جو نالو آهي جنهن ۾ ارادو هجي ۽ اهو يقيني آهي تہ جهڙيءَ طرح اهي صفتون هڪ ٻئي کان جدا آهن، اهڙي طرح ذات کان بہ الڳ آهن، پر ان جي حقيقت تہ عين ذات ۾ ئي آهي، ان کان ٻاهر ان جو ڪو وجود ڪونهي.“

حضرت عبدالڪريم جلي پنهنجي ڪتاب ”انسان الڪامل“ ۾ لکيو آهي:

”ڄاڻڻ گهرجي تہ عظمت هڪ ٻاهہ، علم پاڻي، قوت: هو ۽ حڪمت مٽي آهي. هي اهڙا عناصر آهن جن مان تنهنجو جوهر بڻيو ۽ انهيءَ جوهر (يعني ذات يا تنهنجي حقيقت) جا بہ پهلو آهن: هڪ ازل، ٻي ابد. ان لاءِ بہ وصفون آهن: پهريون حق، ٻيو خلق، ان جون بہ صفتون آهن: پهريون قديم، ٻيو حادث. ان جا بہ نالا آهن پهريون رب، ٻيو عبد. بہ صورتون آهن: پهرين ظاهر، ٻي باطن. ان جا بہ حڪم آهن: پهريون هي تہ پنهنجي لاءِ مفقود ۽ پنهنجي غير لاءِ موجود آهي. ۽ ٻيو هي تہ هو پنهنجي غير لاءِ مفقود ۽ پنهنجي لاءِ موجود آهي. ان جون بہ معرفتون آهن: پهرين هي تہ ڪڏهن وجوبيت ۽ ڪڏهن سلبيت هجي، ۽ ٻي هيءَ تہ پهريائين سلبيت هجي ۽ پوءِ وجوبيت هجي“.

ان مان معلوم ٿيندو ته صوفياءِ ڪرام جي نظر ۾ عالم ذات باري تعاليٰ کان علحده نه آهي. پر ان ذات مطلق جي مظاهر جو نالو عالم آهي، اهو آهي: وحدت الوجود. حضرت سچل سرمست به انهيءَ فڪر ۽ حقيقت جي وضاحت ڪئي آهي، ان تي ئي زور ڏنو آهي. ۽ ان کي ئي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ جيئن هين بزرگن پنهنجي فڪر جي وضاحت لاءِ قرآن شريف جون آيتون شاهديءَ طور آنديون آهن. تيئن حضرت سچل سرمست به اهي آيتون آنديون آهن، جهڙوڪ:

1. هوالاول والآخر والظاهر والباطن
(اهوئي اول آهي اهوئي آخر آهي، اهوئي ظاهر آهي اهوئي باطن آهي)

2. ڪل يوم هو في شان
(هو هر لمحي هڪ نئين شان ۾ ظاهر آهي)

3. نحن اقرب اليه من حبل الوريد
(اسان ان ماڻهو کان ان جي شهه رڳ کان به وڌيڪ ويجها آهيون)

4. فاينما تولو فثم وجه الله
(تون جيڏانهن به منهن ڪندين، اوڏانهن الله جوئي منهن آهي.)

5. وفي انفسهم، افلا تبصرون
(۽ توهان ۾ آهي توهان ڏسي نٿا سگهو.)

وجودي تصوف جو علمبردار ۽ انا الحق جو نعرو هڻندڙ منصور حلاج صوفياءِ ڪرام وٽ تمام گهڻو مشهور آهي. سيني صوفين سندس ذڪر آندو آهي. اسان جو حضرت سچل سرمست، منصور حلاج جي خيال ۽ اعلان سان متفق آهي. چوي ٿو:

جتي ماڻهن ميڙ، آءُ تتي ناهيان
سسي سنباهيان، پٽيءَ شاهه حلاج جي.

شيخ منصور حلاج بيضاوي (وفات 309 ھ) مشھور معروف صوفي ٿي گذريو آھي. ڪنھن بہ تعارف جو محتاج نہ آھي. سندس نعرو ”انا الحق“ اڄ تائين توضيح طلب رھيو آھي. فرانسيسي مستشرق ”لوئي ميسينر“ حلاج بابت مفصل تحقيق ڪئي آھي ۽ سندس ڪتاب ”الطواسين“ وڏي تحقيق ڪان پوءِ 1913ع ۾ پيرس مان شايع ٿيو. ان ۾ حلاج چوي ٿو:

”جيڪڏھن مان پنھنجي وعدي (انا الحق) کان ڦري وڃان، تہ مان بہ بهادري ۽ جوانمرديءَ جي ميدان مان ڪڍيو ويندس.“

اڳتي ھلي چوي ٿو:

”مون ھينئر چيو آھي تہ حق کي نہ ٿا سڃاڻو، تہ ان جي علامتن کي تہ سڃاڻو. ان جي ھڪ علامت ”مان آھيان“. انا الحق (مان حق آھيان يا منھنجو نفس ناطقہ حق آھي) ڇاڪاڻ جو مان ھميشہ حق سان گڏ رھيو آھيان“.

حضرت سچل سرمست بہ وڏي واڪي ”انا الحق“ جو نعرو ھڻي ٿو:

سوز گداز ۽ غم، مڙوئي معاف ٿيو
مار دمامين دم، عاشق انا الحق جو.

منصور ھڪ ھنڌ چوي ٿو:

”حقيقت، حقيقت آھي ۽ خلقيت، خلقيت. خلقيت ترڪ ڪريو، تہ جيئن ’ھو‘ بڻجي سگھو ۽ ’ھو‘، ’اصل‘ جي اعتبار سان ’تون‘ بڻجي وڃي.“

حضرت سچل سرمست انھيءَ خيال کي ڪيترن ئي جاين تي آندو آھي. نموني طور ڪجھہ بيت ڏجن ٿا:

’تون‘، ھين سان، ’تون‘ ليين، ’مان‘ ليان ’تو‘ سان،
’تون‘، ’ھي‘ ، ’آءٌ‘ سيھين، ’لا‘ ۾ موجودات ٿي.

—

جي تو ڄاتو ”پاڻ“، تہ آءٌ ٻيو ڪو آھيان
ڪنديءِ غرق گمان، ڳھلا انھيءَ ڳالھہ ۾.

”مان“ جي حقيقت بيان ڪندي منصور چوي ٿو: ”عقل ۽ قياس جا غلامو! ائين نہ مان هينئر ”انا“ (مان) آهيان، يا ڪڏهن هوس. مان هڪ بي هنر عارف آهيان ۽ منهنجي هيءَ حالت خالص ۽ بي هنر نہ آهي. جيڪڏهن مان ”هو“ ۾ رهندس، تہ ”انا“ نہ رهندي.“

حضرت سچل سرمست چوي ٿو:

معلوم ٿي مرد کون، ٻي جان ڳجهي ڳالهہ،
هن جي چا مجال، ”هو“ ليي ”هن“ سان.

حضرت سچل سرمست شيخ عطار کان بہ گهڻو متاثر آهي ۽ سندس ذڪر پنهنجي شعر ۾ ڪيو اٿس. شيخ فريد الدين عطار (وفات 147هہ) پنهنجي ڪتاب ”منطق الطير“ ۾ فرمائي ٿو:

”معرفت باري جي صورت فقط هي آهي، تہ انسان پنهنجي خوديءَ کي هستي مطلق ۾ گم ڪري:

”تو مباش اصلا ڪمال اين ست وس
تو درد گمر شو وصال اين ست وس
تو درد گمر شو صلوي آن بود
پرچہ آن نہ بود فضوي آن بود“

حضرت سچل سرمست فرمائي ٿو:

”پاڻ وڃائج نور نظر ۾، تہ وسرئي ٻي آڪاٽي،
فنا کون اڳي بقا نہ ٿيندي، جيئن پارو ۽ پاٽي،
صورت منجهان ٿي ٻي صورت وڃون گرد اڏاٽي.“

وجودي فڪر جو وڏو شارح ۽ فيلسوف شيخ محي الدين ابن عربي (وفات 638 هہ) آهي. سندس بہ ڪتاب: فصوص الحڪم ۽ ’فتوحات مڪيہ‘ مشهور آهن. حضرت سچل سرمست جو فڪر ابن عربي جي فڪر ۽ شرح سان مطابقت رکي ٿو. ابن عربي چوي ٿو تہ وجود مطلق هڪ آهي فقط اهوئي موجود آهي. هر ٻي شيءَ فقط ان جو مظهر آهي.

انهي ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻئي جو عين آهن. هُو عالم ۽ الله جي ذات ڪي ذات ۽ صفات جي عينيت جي بنا تي تصور ڪري ٿو. يعني جوهر ۽ عرض جي عينيت جي بنا ني. انهي ڪري هو چوي ٿو ته. عالم ان جي صفات جي محض تجلي آهي. سچل سائين اها ڳالهه هن طرح بيان ڪئي آهي:

صورت ۾ جاءِ دَمَ جي، دمَ ريءَ نه صورت ڪم جي
دمَ ۾ جا لذت غم جي، وهه واهه ڳالهه خاصي.

—

آهي بي نام و نشان، سر انهي جو ناهي امڪان
طرحين طرحين پوشاڪان پهريئين، ڪل يوم هو في شان
ظاهر ذات صفات سهي ڪر، سري سره انسان

—

آهيان آءٌ اسرار جيڏيون مونَ کي ڪير ٿيون پانيو
آيس هن عالم ۾ ٻاري چاڙهي ٻارُ
آٿيو صدق يقين سان اديون ڙي اعتبار
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار

پوئين مصرع جو اهو مطلب نه آهي، ته هو پاڻ کي الله سڏائي ٿو. حقيقت اها آهيَ ته هو پنهنجي نفي ڪري ٿو ۽ صفات جي حقيقت کي تسليم نٿو ڪري. منصور حلاج به ائين ئي چيو آهي:

”جنهن چيو ته مان ذات کي ان جي صفتن مان سڃاتو. انهيءَ صانع کي ڇڏي صنعت تي اڪتفا ڪئي.“

حضرت سچل سرمست جي خيال ۾ هر هڪ شئي ان ذات مطلق جو اولڙو آهي، انهيءَ ڪري صفات يا ڪثرت جو حقيقي وجود آهي ئي ڪونه. يعني ٻيو ڪجهه به ڪونهي، فقط اهوئي آهي. اهوئي سبب آهي جو هو چوي ٿو ته مان ته آهيان ئي نه، اهوئي آهي. ”نوري ناري ناهيان“ جو مطلب آهي ته نور ۽ نار جي ڪا جدا حقيقت ڪانهي، پر ذات جون

صفتون آهن. صفات جيئن تہ ذات جو عين آهي، انهي ڪري هو چوي ٿو:
"نور ۽ نار سان منهنجو ڪو واسطو ڪونهي، پر مون ۾ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي." يعني هو جڏهن پنهنجو پاڻ فنا ڪري ٿو، تڏهن ڪيس فقط اها ئي ذات نظر اچي ٿي. انهيءَ حالت ۽ ڪيفيت ۾ هو بي اختيار ٿي چوي ٿو:

"نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار"

فنا جو مطلب آهي تہ انسان پنهنجي انفراديت ختم ڪري، ذات مطلق اندر سمائجي، وحدانيت جي تڪميل ڪري. حضرت جنيد بغدادي فنا جا ٽي درجا بيان ڪيا آهن: پهريون قسم فنا جو هيءَ آهي تہ طالب پنهنجي صفات اخلاق ۽ مزاج جي قيد ڪان آزاد ٿي وڃي. ٻيو قسم فنا جو هيءُ آهي تہ طالب پنهنجي نفس جي لذت ڪان بلڪل دستبردار ٿي وڃي. فنا جو ٽيون قسم هيءُ آهي تہ طالب تي رباني تجليات جو ايڏو غلبو ٿي وڃي، جو سندس موجود وجود جي حقيقت سندس اکين ڪان اوجهل ٿي وڃي.

حضرت جنيد ٽئين درجي جي فنا جي وضاحت ڪندي چيو آهي، تہ هن درجي جو مقصد هي آهي تہ انسان انهيءَ شعور ڪان بہ عاري ٿي وڃي. تہ هو "روياي حق" جي مقام تي پهچي چڪو آهي. وڌيڪ سمجهايو اٿس تہ فنا ان وقت طاري ٿئي ٿي، جڏهن هڪ عابد تي ذات الاهي پوري طرح ڇانئجي وڃي ٿي، سندس چوڌاري احاطو ڪري ٿي ۽ ان تي پوريءَ طرح فتحياب ٿي وڃي ٿي. اهڙي حالت ۾ جيتوڻيڪ ان جي چوڌاري رهندڙ انسانن لاءِ ان جو جسماني وجود ۽ ظاهري هيئت باقي رهي ٿي، پر ان جي انفراديت بلڪل فنا ٿي وڃي ٿي. هن جي اندر هن جو الڳ وجود باقي نٿو رهي. حضرت سچل سرمست تي اها ڪيفيت طاري هئي ۽ سندس ڪلام انهيءَ حالت ۽ ڪيفيت جي ترجماني ڪري ٿو:

ايريو آفتاب، جهليو تارن هڏ نہ تاب

گـوشـا ويـا، تـي گـم سـي.

—

ڏٺو تماشو تيغ جو کوپن کنڌ کپائي،

—

جيکي هيڙس جيڏيون ساڳي آءُ تيو،
پاڻهي پنهل آهيان، ڇاڻي کو نہ پيو،
ظاهري منهنجي ذات کي، کيچن پاڻ کيو،
سچو سارو سچ تيو وچئون ورهہ وئو.

وحدت الوجودي فکر جي سلسلي ۾ تنزيہ ۽ تشبيهہ جو مسئلو بہ اچي ٿو. تشبيهہ جي لفظي معنيٰ آهي مشابهت ڏيڻ. علم الکلام جي اصطلاح ۾ معنيٰ آهي خالق کي مخلوق جي صفات سان متصف ڪرڻ. تنزيہ جي معنيٰ آهي پاڪ ڪرڻ. علم الکلام جي اصطلاح ۾ هي لفظ انهيءَ مفهوم کي ظاهر ڪري ٿو، تہ مخلوق جي صفات خدا جي ذات ۾ نٿي ڪري سگهجي.

ابن عربي تنزيہ محض يا تشبيهہ محض ٻنهي جو اقرار ڪري ٿو. ڇاڪاڻ جو ٻنهي تصورن جي تقاضا آهي: اثنيت موجودات. هو ان کي هن طرح بيان ڪري ٿو تہ جيڪڏهن جدا جدا اثبات تنزيہ محض يا تشبيهہ محض سان کيو وڃي، تہ ان جي اطلاق جي نفي ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري توحيد جو اثبات تنزيہ ۽ تشبيهہ ٻنهي سان ڪرڻ گهرجي. حضرت سچل سرمست بہ انهيءَ خيال جو قائل آهي. تشبيہ محض جو اقرار ڪندي چوي ٿو:

ڪاٿئين ملا قاضي تون، ڪاٿئين سيد سڏائين ٿو،
ڪاٿئين مغ برهمڻ تون، ڪاٿئين بانگ ٻڌائين ٿو،
ڪاٿئين منهن ۾ محراب، ڪاٿئين تلڪ لائين ٿو،
ڪاٿئين تسبيحان ٿو سورين، ڪاٿئين جٽيا پائين ٿو.

ٿئي هنڌ تنزيہ محض يا تشبيهہ محض ٿنهي جو اقرار ڪري ٿو:

ذاتي منجهہ ذات ڇپائي، بازي يار بنائي،
هادي حقيقت حال جي، مون کي ساري سٽائي،
سڀ ڪنهن ۾ سڄڻن، نوبت نينهن وڄائي،
ڪاٿئين انا الحق جي، تن چوٽ تہ چلائي،
"انا احمد بلاميم" اها معنيٰ مڙيائي،
ڪاٿئين مسيتين ۾، ٿيو خاصو خدائي،
موٽي مڙهين وچ ۾، تنهن مالها ڦيرائي،
اندر ٻاهر هڪڙو، آهي صورت سيائي،
ڳالهہ نہ سمجهڻ جهڙي، پر سيا سمجهائي،
ڪافر مومن هڪڙو، "سچو" ٻوڙج ٻيائي.

وحدت الوجود جو فڪر سمجهائڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ پنهنجي شعر ۾ ڪيترائي دليل ۽ مثال ڏنا اٿس. خاص طرح سان فارسي شعر ۾ دليلن ذريعي هي مسئلو سمجهائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي اٿس. "ديوان آشڪار" جي هينين بيتن ۾ الف جو مثال ڏنو اٿس. جيئن هڪ الف منجهان سوين حرف ٺهجن ٿا، تيئن وحدت مان هن ڪثرت وجود ورتو آهي. ان کان پوءِ آئيني جو مثال ڏنو اٿس، تہ جهڙي طرح آئيني ۾ پنهنجي تصوير ڏسي سگهجي ٿي، اهڙي طرح پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسبو تہ ان ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري نظر ايندو:

1. زنا چيزي شد يک چيز پيدا،
ڪہ او در هردو عالم شد هويدا
2. ترا در حرف مي بايد تصور
بود از يک الف صد حرف معنيٰ
3. هر آنڪہ اصل خود رامي شناسد،
شود آگاهہ او از اين معما

4. توئي آئينہ او آئينہ آران
کہ از آئينہ باشد روي بنما.

معنيٰ: 1. عدم مان ھڪ شيءِ وجود ۾ آئي ۽ اھا ھنھي جھانن ۾ ظھور پذير ٿي ويئي.

2. تون حرف ڪي پنھنجي تصور ۾ آڻ، ھڪ اِلف مان معنيٰ جا سوين حرف بنجن ٿا.

3. جيڪو شخص پنھنجي اصليت کان واقف آھي، اھوئي ھن معمي جو مطلب سمجھي سگھي ٿو.

4. تون آئينو آھين ۽ ھو اھوئي آھي جو آئيني ۾ نظر اچي ٿو ۽ آئينو انھيءَ لاءِ ھوندو آھي، تہ ان ۾ صورت ڏٺي وڃي.

'مثنوي رھبر نامہ' ۾ اھا ڳالھہ درياھ ۽ ڇوليءَ جو مثال ڏئي سمجھائي اٿس. فرمائي ٿو:

1. موج ز درياي چو بيرون فتاد
برطرف دشت چناد رو نھاد
2. دشت ھمہ سيل دريا شود،
بعد ازان سبزه صحرا بود
3. گرنہ زند موج ھمان آب کو
تاکہ بصرا رخ سيلاب او

معني: 1. جڏھن ڇولي درياھ کان ٻاھر اٿلي، تڏھن بيابان جو رخ ڪيائين.

2. سڄو بيابان درياھ جي وھڪري ھيٺ اچي ٿو، ان کان بيابان سرسبز ٿي ويو.

3. جيڪڏھن درياھ اھڙيءَ طرح ڇولين نہ ھڻي، تہ جيڪر ھيءُ سيلاب جو رخ بيابان طرف ڪيئن ٿئي؟

'مثنوي وحدت نامہ' ۾ پنھنجي سرمستيءَ جي ڪيفيت بيان ڪندي فرمائي ٿو:

1. دل را نيست قراري، بدلم هست شراري،
پس ازو عاشق گفتم
درمخانہ برختم، تاز مسجد بذگشتم
رشتہ تسبيح گستم
2. چہ کنم حالت مستم، گہ بالا گہ پشتم،
بنالائق بدنامم
خاص هستم نہ عامم، نہ جماعت نہ امام،
کردم از زهد سلامم
3. درد و عشقش انعامم، راه، توحيد مقامم،
درره عشق چہ چاره
زدم از عشق نقاره، دل ماپاري پاره
سبب خاص قطاره

معنيٰ: 1. دل کي قرار کونهي، ان ۾ الا تا پڙکن ۽ اهوئي منهنجي عاشق هجڻ جو سبب آهي. ميخاني ويندي جڏهن مسجد وٽان لنگهيس تہ تسبيح ڇني ڇڏيم.

2. مان پنهنجي سرمستيءَ جي کهڙي کيفيت بيان ڪريان. ڪڏهن بلنديءَ تي آهيان تہ ڪڏهن پستيءَ تي آهيان، ماڻهن ۾ بدنام ٿيس. نہ خاص ماڻهن ۾ شمار ٿيان ٿو، نہ عام ۾، نہ مقتدي آهيان نہ امام پر زهد کي بهرحال مون ترڪ ڪري ڇڏيو آهي.

3. مون کي عشق کان درد انعام ۾ مليو آهي. وحدت جو مقام منهنجي منزل مقصود آهي. عشق جو ڪوبہ علاج ڪونهي. مون عشق جو بگل وڄايو، دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي ۽ انهيءَ ڪري منهنجو شمار خاص ماڻهن ۾ ٿيڻ لڳو آهي.

"تارنامہ" ۾ وجودي فڪر کي سمجهائڻ لاءِ تار جي آتم ڪهاڻي بيان ڪئي اٿس. جنهن ۾ تار پنهنجي اصلي حقيقت ۽ موجوده حالت بيان ڪري رهي آهي. اهڙيءَ طرح سمجهايو اٿس، تہ هن ڪثرت ۾

انهيءَ ئي ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. فرمائي ٿو:

1. جسم طنبور رات و تار چون زبان،
مي کند اسرار مولىٰ را عيان
2. تار جان است قلب را طنبوردان
هست از نگشت سر آئينده بيان
3. اين حقيقت تار چون کرده تمام
صبر خود سر زگفتن والسلام

معني: 1. جسم طنبورو آهي ۽ تار زبان جي مثل آهي، جيڪا الله جا لڪل راز بيان ڪري ٿي.

2. تار جان آهي ۽ دل دطنبورو آهي، جا اگر جي اشاري سان ٻڌائي ٿي.

3. اها حقيقت جڏهن تار پوري ڪئي، ته پوءِ خود بخود صبر ۾ اچي ويئي، وڏيڪ سلام.

مثنوي 'گداز نامہ' ۾ بہ وحدت الوجود جو مسئلو دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي. هڪ دليل هيٺ ڏجي ٿو، جيڪو برف جي ڳرڻ ۽ پاڻيءَ جي اصليت بابت آهي:

1. برف آرد روئي سوئي آفتاب،
مي گدازد محو گردد گشت آب
2. اصل آن آب است آب برف،
برف آن آب است بشنو اين صرف
3. چون هستي خود بيايد برف گشت،
چون گداز برف از هستي برف،
4. صد تصرف زد شد بعد از گداز
گشت کار او سبزه ها کرده فراز.

معني: 1. برف جڏهن سج ڏانهن ٿي منهن ڪري، تہ ڳري وڃي ٿي ۽

پاڻي ٿيو پوي.

2. اصل اهو پاڻي هو، جنهن مان برف ٺهي، برف اهو ساڳيو پاڻي آهي، هيءَ لفظ سمجهه.

3. جڏهن هئڻ ۾ آئي، ته برف ٿي ۽ جڏهن وري ڳري ويئي ته هن جي هستي هلي ويئي.

4. ڳرڻ کانپوءِ هن مان سوين ڪم ٿيا. ان مان ڪي ٿي ڪيتيون ۽ سبزيون آباد ٿيون.

اهو مسئلو سمجهائڻ سان گڏ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو اٿس ته تون حقيقت ۾ ڪجهه به نه آهين، پر انهيءَ ڪُل جو جز آهين. انهيءَ ڪري توکي پنهنجو وجود وساري انهيءَ ذات مطلق ۾ ملي هڪ ٿي وڃڻ گهرجي. يعني فنا کان پوءِ ئي تون بقا جي منزل ماڻيندين. مثنوي "راز نامه" ۾ اها ڳالهه نهايت وضاحت سان سمجهائي اٿس. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

1. از وجودت باش ڪلي بي خبر
خيال خود را هم بياري در نظر

2. درنگاهه، ديد خود را محو ڪن،
تا رسي دربار گاهه ذوالمنن

3. از دريچه ديدها بيرون بيا.
تاشووي در هردو عالم بادشاهه

4. جسم راگم ساز ديده را شناس
اين حقيقت بيايد درقياس

معنيٰ: 1. پنهنجي وجود کان تون بي خبر رهه ۽ پنهنجي خيال کي نظر ۾ رک.

2.نگاهه ۾ پاڻ کي جيڪڏهن محو ڪري ڇڏيندين ته تون الله جي حضور ۾ پهچي سگهندين.

3. ڪثرت کان جي پاڻ ٻاهر ڪرين ته ٻنهي جهانن جو تون بادشاهه ٿئين.

4. جسم کي گم ڪري نظر کي سجاڻ، اها حقيقت تون پنهنجي قياس ۾ آڻ.

نثري تحرير "نڪته تصوف" ۾ طالب کي تلقين ڪندي ڪيس سڀ ڪان پهريائين اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي اٿس. فرمايو اٿس: "حق جي طالب کي گهرجي ته پنهنجي صفتن کي فنا ڪري، الله جي صفتن سان بقا جو وجود ماڻي ۽ خودي (پاڙپٽو) جي وڻ کي پاڙان پٽي ڪڍي".

پاڙپٽي جي پڄاڻي، حقيقي عشق ۽ درد ۽ سوز تي تمام گهڻو زور ڏنو اٿس. مثنوي "درد نامه" ۾ سمجهايو اٿس:

1. ايـن درد بـود هـمـه سـعـادت،
ايـن درد شـده هـمـه هـدايـت
2. ايـن درد قـطـع ڪـنـد مـنـازل،
شـد درد و جـهـان عشـق نـازل
3. ڪـم مـيـڪـنـد از غـرور شـاهـي
چـه چـتـرو تـخـت وچـه سـيـاهـي

معنيٰ 1. اهو درد سڀاڳائي آهي، انهيءَ درد ۾ سموري هدايت سمايل آهي.

2. درد سڀ منزلون طئي ڪري ٿو، پنهي جهانن ۾ عشق عطا ڪري ٿو.

3. هر بادشاهي غرور گم ڪري ٿو، تاج، تخت ۽ غرور کي هٽائي ٿو.

اهڙي طرح 'وحدت الوجود' جو فڪر نهايت وضاحت سان سمجهايو اٿس ۽ مثال ۽ دليل ڏئي ذهن نشين ڪرايو اٿس.

مطلب ته حضرت سچل سرمست انسان کي خود فريبيءَ مان ڪڍي، خودشناسيءَ جو سبق ڏئي ٿو. احساس ڪمتريءَ کان بچائي، انسان کي پنهنجو حقيقي شرف ۽ شان سمجهائي ٿو. هو حڪيمانه انداز ۾ جزءِ ڪل جي حقيقت ذهن نشين ڪرائي ٿو. انسان کي سندس منزل ۽

مقصود سمجهائي ٿو. هو وڏي جرئت ۽ بيباڪي سان حقيقت تان پردو کڻي ٿو. جهڙي جرئت، مستي، جوش ۽ بيباڪي سچل سرمست جي ڪلام ۾ آهي اهڙي ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام ۾ نه ملندي. هو انسان کي وڏي واڪي سڏي، جنجهوڙي، جاڳائي اعليٰ منزل تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. سندس ڪلام زندگيءَ جو تفسير به آهي، ته تعبير به آهي. هن سوري ۽ سينگار، مئي ۽ مستي، وحدت ۽ ڪثرت، نفي ۽ اثبات جي مختصر لفظن ۾ زندگيءَ جي سمورن رازن کي سموهي ۽ سمائي هڪ نصب العين جي نشاندهي ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام زندگيءَ جو آئينو به آهي، ته زندگي جو تفسير به آهي ۽ ان سان گڏ اعليٰ ۽ ارفع زندگيءَ لاءِ هڪ پيغام به آهي.



حڪيم مولوي محمد صادق راڻيپوري

# سچل سرمست جي شاعري

سچل سائين فطرتي طور شاعر هو. سندس قلب تي محبانه واردات هئي. هن ڪڏهن به ڪنهن شاعر کي استاد ڪونه ورتو ۽ نه ڪنهن کان اصلاح ورتائين. پنهنجي علمي دستگاهه، وسيع مطالعي ۽ ذهن رسا ۽ طبع سليم ۽ فهم مستقيم سان علم عروض جو وڏو ماهر تي ويو هو. جيئن سندس سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ڪلام مان ظاهر آهي، جو مختلف بحرن ۾ مختلف موضوعن تي سنڌي ۾ بيت ۽ وايون موزون ڪيائين. بيتن ۽ واين کان اڳتي وڌي سنڌي ۾ سي حرفيون، مولود، مرثيا، مدح، جهولڻا، مرغ نامه وغيره چيائين. چون ٿا ته شاعري جي ابتدائي دور ۾ ايام شباب ۾ پنهنجي قلم سان پنهنجا شعر لکندو هو ۽ عموماً فارسي ڪلام سپرد قلم ڪندو هو. پوءِ جڏهن استغراق جي حالت طاري رهندي هيس، ته جذبي ۽ جوش ۾ ٻاهر ميدان ۾ تنبور هٿ ۾ ڪٽي، پنهنجو في البديه ڪلام سنڌي، سرائڪي وغيره ۾ بيهي ڳائيندو هو ۽ نچندو هو ۽ اکين مان لڙڪن جا نار جاري ٿيندا هئس ۽ بروقت سندس طالب کيس عرض ڪندا هئا ته ”سائين اوهان هي ڪلام چيو آهي.“ پاڻ ٻڌي چوندو هو ته ”ابا چوڻ واري چيو آهي، مون کي ڪا خبر نه آهي.“ انهيءَ طرح سندس طالبن لکي لکي ڪئين بياض تيار ڪيا هئا. جيڪي هڪ دفعي سندس اڳيان آڻي رکيائون. جن کي ٿورو پڙهي، چيائين ته ”ماٺهو بي سمجهي کان شريعت جي واٽ کان متان گمراهه ٿين!“ پوءِ انهي وقت اهي بياض باهه ۾ ساڙائي ڇڏيائين، جنهن کان سندس طالبن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. جنهن ڪري ان کان پوءِ جيڪي ڪلام سچل سائين چيا، سي

ڪيس ڪونہ ڏيکاريائون. سندس وفات کان پوءِ شمار ڪيو ويو تہ نو لک
ڇتيھہ هزار ڇھہ سو شعر ٿيا. جنهن مان سندس طالبن وٽ رکئي رکئي
ڪيترا شعر ضايع ٿي ويا. هن وقت بہ درگاھہ شريف درازا جي ڪن فقيرن
وٽ غير مطبوعہ ڪلام ڪيتروئي چيو وڃي ٿو. جيڪو ڪنهن ڪي بہ نہ
ٿا ڏين. جنهن جي ضايع ٿي وڃڻ جو پڻ قوي امڪان آهي.

سچل سائين اوائل ۾ پنهنجي ڏاڏي ميان صاحبڏني جو ڪلام
بہ ڳائيندو هو. مگر پوءِ پنهنجوئي پنهنجو نئين سر نئون ڪلام افشان
ڪندو هو. ڪو بہ سنڌي جنهن سچل سائين جو ڪلام ٻڌو هوندو. توڙي
پڙهيل نہ بہ هوندو تڏهن بہ متاثر ٿيو هوندو. ۽ هر اهو سنڌي جو علم
آشنا، پڙهيل ۽ ڪجھہ سخن فهم بہ هوندو. سچل سائين جي ڪلام
فصاحت بلاغت. سندس بلند فڪر ۽ اعليٰ عجوبہ مضامين جي داد ڏيڻ
لاءِ مجبور ٿيندو. ۽ هڪ سنڌي عشق مجازي وارو سچل سائين جي
سوز گداز ۽ درد کان ڀرپور ڪلام جي ٻڌڻ ۽ پڙهڻ سان بي اختيار
اشڪبار ٿيندو. ۽ جيڪڏهن ڪو سنڌي صوفي موحد، تصوف جي رموز
۽ اسرار جو واقف ۽ صوفين جي مصطلحات کان باخبر سچل جو ڪلام
پڙهندو يا ٻڌندو تہ ڪيس سنڌ جو "حافظ" ۽ "منصور" مڃيندو ۽ عطار ۽
تبريزي ۽ بسطامي جو همسر يقين ڪندو ۽ جڏهن هڪ عابد زاهد
خشيتہ الله وارو نيڪ نمازي سباجهو سنڌي، پنهنجي معاصيءَ جو
معترف سچل جي ڪلام جو اهو ڀاڱو پڙهندو. جنهن ۾ هو پاڻ کي
گنهگار عاصي پر معاصي ڇئي خدا غفار ستار جي اڳيان عاجزي سان
مغفرت ۽ بخشش گهري ٿو. تہ اهو بہ خوف خدا کان روئي عفو ۽ مغفرت
جو خواهان ٿيندو ۽ هڪ عاشق رسول ﷺ سچل جي ڪلام ۾ عشق
نبوي ﷺ جو جوش ۽ جذبو محسوس ڪري ، سچل کي فنا في الرسول
ﷺ ڪري مڃيندو. . چوي ٿو:

مشتاق لقاي مصطفائيم | او هست خداي خود گواهم
گم گشت خو خود آشڪارا | ما خاڪ شديم پر گناهيم

توحيد ۽ تصوف جي بيان ۾ سندس مشعل راهه قرآن مجيد ۽ حديث شريف هو. جيئن حضرت شاهه عبداللطيف جي ڪلام هدايت، جو اڪثر حصو تمثيلي آهي، تيئن سچل سائين به سر عمر ماروئي ۽ سسئي پنهون، مومل، مينڌري ۽ ليلان چنيسر ۽ سهڻي ميهار ۽ نوري ڄام تماچيءَ ۾ پنهنجن بيتن ۾ ڪافين ۾ شاهه صاحب جي تمثيلي طريقي جو تتبع ڪيو آهي ۽ هير رانجهي تي به ساڳي موحدانه همه اوست جو رنگ چاڙهيو اٿس ۽ وطن ۽ ساڻيهه جي سڪ ۽ چڪ ۾ روجهن تي اهڙا بيت چيا اٿس، جو هڪ محب وطن سنڌي پڙهي ضرور ڳوڙها ڳاڙيندو. ۽ جڏهن هڪ غير جانبدار سدا ملوڪ سياجهو سنڌي زبان جي ماهيت کان ماهر، تجربيڪار اهل دل، سخن شناس، سچل سائينءَ جي رسالي جو غور سان مطالعو ڪندو، ته اهو بادي النظر ۾ آسانيءَ ساڻ هن نتيجي تي پهچندو ته حضرت سلطان الشعراءِ شاهه ڀٽائي رح کان پوءِ هن بي نظير قادر الڪلام شاعر ڪيئن سنڌي زبان کي غير مانوس، ثقيل، اوپرن لفظن کان پاڪ صاف ڪري سينگاريو آهي! ۽ سچل جي وفات کي هڪ سو ائيتاليهه سال ٿيا آهن. پر ڏسبو ته هن موجوده زماني واريءَ روز مره سنڌيءَ ۾ ڪلام چيا اٿس. سندس ڪلام جي بيهڪ ترڪيب، لطافت، سولائي، ربط، تناسب حيرت ۾ وجهندڙ آهن. جنهن لاءِ ڪنهن به فرهنگ جي ضرورت نٿي رهي.

سچل سائين سنڌ جي سرائڪي ٻوليءَ ۾ به اهڙو با محاوره سٺو ڪلام، ڏوهيڙا، ڪافيون ۽ سي حرفيون چيون آهن، جن کي بهاولپور ۽ ملتان جا ماڻهو به ٻڌي حيران ٿيو وڃن. مولف کي بخوبي ياد آهي ته نواب صاحب عرفان مراتب نواب قيصر خان صاحب مگسي، والي رياست جهل، بلوچستان پنهنجي مرشد خواجه حاجي غلام فريد صاحب رح ساڪن چاچڙان شريف وٽ پاڻ سان اهڙا راڳيندڙ وٺي ويندو هو، جيڪي حضرت خواجه صاحب کي سنڌ جي صوفين جا ڪلام خصوصاً سچل سائين جون ڪافيون ڳائي ٻڌائيندا هئا. ڪيترا دفعا مولف جي والد

مولوي الله بخش رح ٻڌايو هو ته حضرت خواجه صاحب کي سچل سائين جي ڪلام ٻڌڻ سان وجد پئجي ٿي ويو. انڪان علاوه سچل سائين جو رسالو ۽ "ديوان آشڪارا" ۽ "سوز نامه"، "گداز نامه"، "عشق نامه" وغيره ڇپيل پڻ حضرت خواجه صاحب موصوف کي آٽي ڏنا هئائين. اهو ئي سبب آهي جو خواجه صاحب سچل سائين جي ڪيترين ڪافين جا تتبع ڇپيا ۽ سندس موحدانه عشقانه ڪلام جا مضمون اخذ ڪيا.



رشيد ڀٽي

# سچل سارو سچ

سچل سرمست پنهنجي ڪلام ڪي سچ جي لفظ ۽ حقيقت سان ايترو سينگاريو آهي، جو اڪثر سچو ۽ سچ ٻہ نہ ڌار ٿيندڙ لفظ ٿي ٿا پون. اهو سچ ڇا آهي؟ سچ ڇا کي ٿو چئجي؟ اهو سمجهڻ ڌاران "سچل سارو سچ" ڪي سمجهڻ ڏکيو ٿي پوندو.

سچ ڇا آهي؟ سچ مان مراد اها ڄاڻ يا معلومات آهي، جا ايجاد نہ ڪئي وئي هجي، جيئن تہ سائنسي معلومات. سچ جي ڄاڻ انساني زندگيءَ جي صدين جي سوچ جي تجربن ۽ عملن مان ئي پيدا ٿئي ٿي. عام رواجي زبان ۾ ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ سچ سچ آهي، فريب نظر، فريب خيال، خود فريبي ۽ ڪوڙ جي ابتڙ! جا مدعا ۽ حقيقت اصل زندگيءَ ۾ وجود نہ رکندڙ هجي سا سچ ٿي نٿي سگهي. انساني ڄاڻ يا سوچ بذات خود سچ يا ڪوڙ نہ آهي، پر ان جي حقيقت سان ويجهڙائيءَ ڏوري ئي سچ ۽ ڪوڙ ٿين ٿا. سچ خود هڪ فطري لقاءَ يا نيم آهي، جو انساني ڄاڻ سان واسطو رکندي بہ انسان ذات کان الڳ ٿلڳ ان ڪري ٿو چوان جو اها حقيقت يا ڄاڻ انساني خواهشن، ارادن ۽ آرزوئن تي مدار نٿي رکي ۽ نہ ئي انهن سان معرض وجود ۾ اچي ٿي. ڪا بہ ڄاڻ يا سوچ انسان جي چوڻ، سمجهڻ يا خواهش ڪرڻ سان سچ يا ڪوڙ نٿي ٿي سگهي. اهڙي ڄاڻ يا معلومات پنهنجي جاءِ تي انساني خواهشن کان ڌار، الڳ ميڇيل ڪائناتي ۽ آفاقي حيثيت رکي ٿي.

هاڻي سوال اٿندو تہ پوءِ ائين ڇو آهي جو، جا ڄاڻ ڪالهہ سچ هئي، سا اڄ ڪوڙ آهي، ۽ جا ڪالهہ ڪوڙ هئي سا اڄ سچ آهي؟ ان بحث

فلسفي ۾ نسبتي سچ (Relative Truth) ۽ قطعي سچ (Absolute Truth) جي نظريي کي جنم ڏنو. حقيقت جي پوري ۽ مڪمل ڄاڻ، جا مستقبل ۾ به غلط ثابت نٿي ٿئي، سو قطعي سچ آهي. جا ڄاڻ ۽ معلومات تجربي، وقت ۽ ڄاڻ جي اوسر سان بدلبي رهي، سو نسبتي سچ آهي. اها حقيقتن بابت مڪمل ۽ پورڻ (Perfect) معلومات نه آهي. سائنسي سچ يا ايجادون به ان زمري ۾ اچن ٿيون. نسبتي سچ قطعي سچ کي رسڻ يا سمجهڻ لاءِ هڪ ڏاڪو يا وڪ هوندو آهي. قطعي سچ معروضي Objective حقيقت آهي، جو جو اهو انسان يا موضوع (Subject) جي خواهش يا ارادي تي مدار نٿو رکي. ان جي ابتڙ نسبتي سچ موضوعي (Subjective) ڄاڻ آهي، جو جو اهو انساني خواهشن ۽ ارادي مان اپمن ٿئي ٿو ۽ ان جي 'رمانن، ريتن ۽ رسمن جي پيداوار آهي. ان ڪري ان کي به طرفو سچ (Two-fold Truth) به چئبو آهي.

انساني سوچ ۽ شعور جي سفر ۾ سڦل تجربن جو ٻيو نالو سچ آهي. ان ڪري سچ کي، انسان ذات کان ڌار نٿو ڪري سگهجي. پر ان جو مدار انسان جي خواهشن ۽ ارادي تي نه، بلڪ زندگيءَ جي حقيقت تي آهي. سچ ماڻهوءَ جي ٺلهي سوچ جي اظهار کي نٿو چئجي، پر ان جي سوچ جو، معروضي حالتن سان ٺهڪندڙ حقيقت جي صورت ۾ اظهار جو نالو سچ آهي! ڪي فيلسوف وري ان خيال جا آهن ته جو بيان يا ڳالهه ڪنهن مقصد سان هجي، يا انسان جي مفاد وٽان هجي، سو سچ آهي! پر غور سان ڏسبو ته اهو موضوعي سچ آهي نه ڪي معروضي يا قطعي. ڪنهن هڪ ماڻهوءَ، ماڻهن جي طبقي، ٽولي، گروهه يا فرقي جي وروڌي (Antagonistic) ٿي سگهي ٿي. اهڙو سچ موضوعيت آهي، جو جو اهو هڪ ماڻهوءَ، طبقي، ٽولي، گروهه يا فرقي جي خواهشن ۽ آزمائن جي تابع آهي. اهو سچ عمل ۽ تجربي جي آڏو ثابت قدم بيهي نه سگهندو ۽ نه ئي عام انسان ذات جي زندگيءَ جي معروضي حقيقتن سان ٺهڪي ايندو. ان ميچيل ماڻ ماپي سان ڏسبو ته اهو سچ سچ نه ثابت ٿيندو. سچ جو

سفر ۽ ان جي ڄاڻ يا معلومات زمان ۽ مڪان، طبقي ۽ فرقي، فرد ۽ قوم جي فاصلن ۽ فيصلن کان آجا هوندا آهن. سچ جيئن متي چئي آيا آهيون، الڳ، آزاد ۽ علحدي ڪائناتي ۽ آفاقي حقيقت آهي.

سچل ڄاڻ ۽ علم جي انهن سيني عملي ۽ نظرياتي تجربن مان گذريو ۽ نسبتي سچ جا ڏاڪا اوراگهيندو وڃي قطعي سچ جي ماڳ کي رسيو. سندس شاعريءَ جي موضوع جو وڏو حصو تصوف جو فلسفو آهي، جو دنيا ۾ انسان ذات جي اهڙي سماجي ۽ سياسي دور واري زندگيءَ جي حقيقتن جي سڌي تجربي جي پيداوار ۽ ردعمل آهي، جنهن مان سچل پاڻ بہ گذريو هيو. اها هڪ مجيل ۽ تاريخي حقيقت آهي تہ جاگيرداري دور ۾ استحصالي طبقي جي ڏاڍ ۽ جبر زور ۽ ستم کان نفرت، ڌڪار ۽ ان خلاف ورود جو اظهار صوفين تصوف جي فلسفي سان پئي ڪيو آهي. ان دور جي حقيقتن سان نهڪي ايندڙ ڄاڻ ۽ معلومات جو اظهار صوفي شاعريءَ جو مکيہ موضوع رهيو آهي. حاڪم جو جبر، ڏاڍ ۽ پرماريت ۽ ان سان مذهبي اجاري دار جو هٿ ٺوڪيو ٽيڻ ۽ ان عيوض استحصال ۾ ڀاڱي ڀائي ٽيڻ، جاگيرداري دور جون اهڙيون حقيقتون آهن، جي اڄ بہ غلط ثابت نٿيون ٿين. ان حقيقت جي ڄاڻ سچل اجهو هنن لفظن ۾ ٿو بيان ڪري:

ملان قاضي خڪم چليندي، حاڪم ڪردي جور جور،
نفس ڪتي دي رشوت کاندي، مار تنها دي گور گور.

اهڙي حقيقت جو ٻيو اظهار وري سچل هيئن ٿو ڪري:

هتي رتي رهڻ ناهه ڪا، ڇاٽي هڪ ڏٺي،
جا عادت زور ظلم جي، هيءَ خمير وٽي،
رعيت جي رنجڻ جي، ٽيس گهرج گهٽي،
هاٽي برسر هيءَ ٻٽي، سنگهارن تي سومرا.

انساني جيون جي اها هڪ سماجي سياسي حالتن جي تلخ

حقيقت آهي تہ حاڪم ۽ ان جا هٿ وٺ ٻانهن ٻيلي استحصالي طبقا، پنهنجي ڦرمار ۽ پرماريت جو ڪاروبار، مذهبي منافرت، دڪانداري ۽ طبقاتي درجي بندي، ذات پات جي مت ڀيد ۽ سماجي حد بندين جي آڌار ۽ ٻلي ٻيا هلائيندا آهن. اهڙي ريت نفاق ۽ ٻيائي جي تلوار سان سماج ۽ خلق کي نستو ڪري، منجهن تفرقا پيدا ڪري، هو پيا جاوا ڪندا آهن. سچل بہ ان حقيقت کان چڱي ريت واقف هيو ۽ مظلوم ۽ محڪوم طبقي کي اها ڄاڻ ڏيندي ڪين ڇوٽڪاري جي عمل لاءِ هيئن ڪوٺ ڏئي ٿو:

وقت اها ٿي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿئي اويل، اولهہ سج نہ الهي.

انهن سماجي ۽ سياسي حالتن ۾ پنهنجي لاءِ هو هي اظهار ٿو ڪري:

نا مئين سني، نا مئين شيعا، نا مئين ڏوهہ ثواب

مذهبي منافرت ۽ اجاره داري خلاف تہ سچل جو سارو ڪلام وڏي واڪ حق جو نعرو آهي، ملا ۽ قاضيءَ جي ڪردار ڪشي جا سچل وٽ آهي، سا سندس همعصر شاعرن وٽ گهٽ آهي. هو رڳو اتي بس نٿو ڪري، پر ان منافرت ۽ مذهب رستي استحصال خلاف خلق کي عمل لاءِ بہ سڏي ٿو. اهو عمل جو رستو وٽس محبت جي صورت ۾ ملي ٿو. هو پاڻ ۾ ملي محبت ۽ ميٺ ۾ زندگي گهارڻ جو درس ڏئي ٿو. تہ جيئن استحصالي ۽ ظالم طبقي جون سازشون سڦل نہ ٿين. ان حقيقت جو بي باڪ اظهار بہ سچوءَ جي ڪلام جو اهم موضوع آهي. مثال طور سندس بہ شعر هت پيش ڪريان ٿو:

محبت ٻاريو مچ، سيني ۾ سچوءَ جي.

—

آءُ ته پيئون پڪ پريمي، مور نه تج تون ملا،
سچل حق نه حاصل تن، جي راهه انهيءَ کان رلا.

محبت جي مام تي مڙس ٿي بهجي. ذات پات ۽ امير غريب واري تڪبر ۽ ڪيني نفرت کي ڏڪي پري ڪجي، ته سماج جي صورت بدلجي سگهي ٿي. سچل ان سچ کان به واقف ڪيو:

سچو ڪج صبر، متي خيال ڏڙو رهين،
ڪينو ۽ ڪبر، پري ڪرين پاڻ کان.

زندگيءَ جي حقيقتن سان ٺهڪي ايندڙ هڪ ئي ڪائناتي ڄاڻ ۽ معلومات تي اچو. جڏهن به، جتي به، جنهن به سچ جو اظهار ڪيو آهي، ته اهو مورد الزام قرار ڏنو ويو آهي. ڪتي هن کي ڪافر ۽ ملحد سڏي تعزير ڏني ويئي آهي، ته ڪتي ديش دشمن ۽ غدار چئي سزاوار بڻايو ويو آهي. سچ کي سدائين سوريءَ چاڙهيو ويو آهي يا دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. زندگيءَ جي اهڙين حقيقتن آڏو ڪي ته سورهيه تي منصور جيان سچ جي سين هٽي سوريءَ سزا وار ٿيندا آهن، جنهن جي پيروي سچل به ڪئي، پر ڪي وري ماٺ تي ڪچڻ جي همت نه ڪندا آهن. اها ماٺ به پنهنجي جاءِ تي ڏوهه ۽ پاپ آهي. ان ڄاڻ کي لڪائڻ ڪالهه به ڏوهه هو ۽ اڄ به ڏوهه آهي. ويٽ نام تي تيل ڏاڍاين ۽ ظلمن خلاف بين الاقوامي ٽربيونل ۾ هلايل مقدمي ۾ مشهور اديب ۽ عالمي دانشور برٽرنڊ رسيل چيو ته "اسان کي ماٺ ڪري ويهڻ جو ڏوهه نه ڪرڻ گهرجي". (lets us not commit the crime of silence) اهڙوئي سچ جو اظهار سچل سرمست رسيل کان گهڻو اڳ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

ماٺ ڪيان تان مشرڪ ٿيان، ڪچان تان ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ور، ڪو سمجهي سچيڏنو چوي.

انساني زندگي ۽ سماج جي اوسر جي تاريخ، صدين جي تجربي بعد، اها حقيقت ثابت ڪري چڪي آهي ته جنگ جدل اسان جي حياتيءَ ۽

معاشري لاءِ مهلڪ ۽ مڪروهه عمل ۽ لقاءَ آهن. ان ڪري هر سچ جي ساڪي شاعر جيان سچل به ان ڇاڻ جو اظهار پنهنجي شعر ۾ جا بجا ڪيو آهي. هن ڪي جنگ ڪان نفرت آهي ۽ صلح سان محبت. اهو امن جو پيغامبر آهي. سندس سچ جي اهڙي اظهار جا ڪجهه مثال ڏسو:

نه مان حاڪم، نه مان ظالم، آهيان امن جو امير.

—

جوڳين آهه نه جنگ، هن سلوڪي سپ سين.
صلح پوي وچ دين ڪفر دي، سپ ڳالهه وڃي هڪ ٿيوي.

مذهبي رواداري، انسان دوستي، ڀائيچارو، ايڪو ۽ اتفاق، ۽ امن ۽ صلح آهي. معلومات ۽ سوچون آهن، جي زندگيءَ جي حقيقتن سان ٺهڪي ٿيون اچن. ڇو جو سياسي ۽ سماجي، انتظامي ۽ اقتصادي افراتفري ۽ ڏقيڙ، بحرانن ۽ گهوٽالن جي حالت ۾ آهي. ڄاڻون ۽ معلومات ئي انسان لاءِ صحيح آدرش ۽ اصول ٿي سگهن ٿا. انهن موضوعن تي سچل جو ڪجهه ڄاتو ۽ سوچيو آهي سو ڪافي اپٽار سان مٿي بيان ڪري آيو آهيان. انهن ڪان علاوه به ڪي ٻيون اهڙيون حقيقتون آهن، جن جي ڄاڻ سماجي ۽ نجي زندگيءَ ۾ سچ جو روپ ڌارڻ ڪري ٿي. سونهن، سلڇڻائي، نيڪي ۽ محبت ان قسم جي سچ جو نمايان نمونو آهن. انهن جو ماڻهوءَ جي خارجي حالتن وارين حقيقتن بجاءِ، اندروني حالتن، يعني دلي ڪيفيتن، جذبن وارين حقيقتن سان گهڻو ناتو ۽ رابطو رهي ٿو. سونهن ماڻهو ڪٿي به، ڪنهن روپ ۾، ڪنهن به وستوءَ ۾ پسي سگهي ٿو. سلڇڻائي، نيڪي ۽ چڱائي، انساني رشتن ناتن لاءِ ۽ مجموعي سماجي بهتريءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ اهم ۽ ضروري خاصيتون آهن. عشق ته اڻ ٽر لافاني عمل ۽ نظريو آهي. عشق ۽ محبت ڪان ڪير وانجهو ٿي سگهي ٿو. عشق ڪنهن سان به ٿي سگهي ٿو. دل گهري دلبر يا دوست سان يا، ان جو دائرو تمام وڏو وسيع ٿئي ٿو. انساني زندگيءَ لاءِ عشق ٻارڻ (Fuel) جو ڪم ڏئي ٿو. ان عشق ۽ لگن ڌاران ماڻهو ڪو به

جيون جو آدرش ماڻي نہ ٿو سگهي.

سونهن ۽ حسن تي تہ سچل دفترن جا دفتر ڀري ڇڏيا آهن، سنڌي توڙي سرائڪي ڪلام ۾ محبوب جي حسن، منهن، لب، رخسار، زلف ۽ زيبائش جو ايترو تہ تفصيلي ۽ خوبصورت اظهار ملي ٿو، جو ڪنهن بہ ٻئي همعصر صوفي شاعر جي ڪلام ۾ گهٽ آهي. نيڪي ۽ سلجهائي بابت جا سوچ سچل وٽ آهي، ان جو معيار ۽ ماپو ساڳيوئي آهي، جو هن دنيا جي خطي جي تصوف جي فلسفي ۾ ملي ٿو، پر عشق ۽ الفت بابت سچل ڪجهہ سرس ۽ سوائي نظر اچي ٿو. سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام مان، اهڙي اظهار جا چند نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

عشق ٻاجهون ٻيا راهہ نہ ڪوئي، اينوين آکيان متوالي،
هيئي سچا راهہ اهوئي، لهسين اتان هون سرسيوئي.

—

سچل ڳالهہ عشق دي سچي، ٻيا سڀ پنڌ اجايا،
عشق لڳا گهر وسرڳيو، سڀ مطلب سڌ ٿيوسي.
عشق عقل ڪيا لڳي لڳي، سُڻ وي قاضيا.
دوڙ عقل دي ڪتلي تائين، عشق دي منزل اڳي اڳي.

ستايل ۽ ڏتڙيل انسان ذات جي نجات ۽ ڇوٽڪاري لاءِ هن مهل تائين ڪيل جدوجهد ۽ جاکوڙ اها حقيقت آشڪار ڪري ڇڏي آهي تہ سوچ، لوچ ۽ پاڻ پتوڙڻ سان ئي ان ڏس ۾ ڪاميابي ماڻي سگهجي ٿي. سچل اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو. هن پاڻ پنهنجي ڇوٽڪاري ۽ نرواڻ لاءِ جاکوڙ ۽ جستجو جو ڏکيو سفر طئي ڪيو آهي. تجربن جي ڪسوٽيءَ تي هن ان ڄاڻ کي پرکي، سچ پرجهي ان جو اظهار ڪيو آهي:

اٿي ڪمر ٻڌ، لوچ تہ لهين سپرين،
هوتاڻن جو پنڌ، ڏسين اکڙين سان.

ان جستجو ۾ ڪشمڪش ۾ سچل صحيح ڪري ڄاتو تہ انڌي تقليد ۾ فرسوده خيالن ۽ نظرين جي پيرويءَ سان ڇوٽڪارو ۽ نرواڻ نہ ٿو ملي سگهي. هن پنهنجي سر سوچڻ ۽ لوچڻ تي گهڻو اصرار ڪيو آهي:

پٽيءَ ڄج مَ ڇل، منجھ تماشي نہ پوين،
گهوٽ ڪري تون پاڻ کي، ڪر هنگامون هل،
ڀول نہ ڪنهن ڀئي پل، وٺج حال حلاج جو.

سچل پنهنجي ڄاڻ ۽ معلومات، سوچ ۽ لوچ واري جستجو ۽ ڄاڪوڙ سان، زندگيءَ جي انهن حقيقتن کي پرکيو ۽ پرجهيو هيو، جي ڪائناتي ۽ آفاقي سچ جو ٻيو روپ آهن. سچ هڪ ڪائناتي ۽ ڪُل وقتي لقاءَ ۽ فطري نيم يا اصول آهي. اهو ڪنهن بہ زمان ۽ مڪان، فرد يا قوم، ملڪ يا ماڳ جو پابند نہ آهي. سچل جي لفظن ۾ چئجي:

سچ ڪڌهن مول نہ ويکي، پاڪ پليتان جائين.

سچل جي ان ڄاڻ ۽ معلومات جي انتها اها آهي جو نہ رڳو هن سچ کي پنهنجي ڪلام جو موضوع بڻايو، پر پنهنجو تخلص بہ سچو، سچل ۽ سچيڏنو ڪري ڪتب آندو. موضوع جي مناسبت سان، مضمون جي پڇاڙي، سچ ۽ سچل جي پاڻ ۾ ناتي سان ٺهڪي ايندڙ، سچوءَ جي هڪ سٽ سان ٿو ڪريان:

سچو سائين سڀ سچ هي ٻوليندا، سچ ڪنون نهين نسدا اي.



## ثقافت کاتي حکومت سنڌ پاران 2008ع کان 2012ع تائين ڇپايل سنڌي، اردو ۽ انگريزي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 1 | سپ رنگ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 250 | 2012 |
| 2 | امر جليل جا ڪتاب جلد پهريون | امر جليل | 800 | 2012 |
| 3 | شهيد محترمه بينظير ڀٽو جا تاريخي انٽرويوز | پروفيسر اعجاز احمد قريشي | 200 | 2012 |
| | تم جیت گئیں ہم ہار گئے | پروفيسر سليم ميمڻ | 300 | 2012 |
| | Shaheed Mohtarma Benazier Bhutto | Prof. Aijaz A. Qureshi | 350 | 2012 |
| 4 | ڪي نه وسرڻ مور | ڊاڪٽر سحر امداد حسيني | 120 | 2012 |
| 5 | سووينئر "لعل شهباز قلندر" | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي ڊاڪٽر نواز علي شوق | | 2012 |
| 6 | سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر | آزاد انور ڪانڌڙو | 200 | 2012 |
| 7 | قلندر لعل سيوهاڻي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 120 | 2012 |
| 8 | الشهباز | جليل سيوهاڻي | 150 | 2012 |
| 9 | قلندر نامو | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | 100 | 2012 |
| 10 | تذڪره شهباز | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 120 | 2012 |
| 11 | شاهه عبداللطيف ڀٽائي پيغام جو موجوده حالت تي اطلاق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250 | 2012 |
| 12 | سنڌي شاعري جو اڀياس | شمشير الحيدري | 150 | 2012 |
| 13 | شاهه عبداللطيف ڀٽائي مقالا ۽ مضمون | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600 | 2012 |
| 14 | ڀنڀور ۽ ديبل | عبدالقادر منگي | 300 | 2012 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 15 | شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي دور ۾ تصوف جا سلسلا | ڊاڪٽر عابد مظهر | 300 | 2012 |
| 16 | سنڌي ڪهاڻي | اسحاق انصاري | 300 | 2012 |
| 17 | فن ۽ فنڪار جلد ٻيو | ڪوثر ٻرڙو | 300 | 2012 |
| 18 | سپيتا جا سونهان | محمد حسين ڪاشف | 200 | 2012 |
| 19 | مون ۾ تون موجود | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200 | 2012 |
| 20 | سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250 | 2012 |
| 21 | رهاڻ هيرن ڪاڻ جلد نمبر 2 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 850 | 2012 |
| 22 | شاهه جو رسالو (مڪمل فور ڪلر) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 1500 | 2012 |
| 23 | وکريل ورق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 350 | 2012 |
| 24 | مقالاتِ عزيز | عزيز جعفراڻي | 400 | 2012 |
| 25 | فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو سنڌي ڪلام | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 500 | 2012 |
| 26 | شيخ اياز( شخصيت ۽ فن) | غلام سڪينا حميده قاضي | 400 | 2012 |
| 27 | امر جليل جا ڪتابَ جلد پهريون (1.دل جي دنيا ، 2. جڏهن مان نہ هوندس، 3. تاريخ جو ڪفن، 4. منهنجو ڏس آسمان ڪان پڇو) | امر جليل | 600 | 2012 |
| 28 | رهاڻ هيرن ڪاڻ جلد پهريون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 800 | 2012 |
| 29 | فيض احمد فيض ۽ پاڪستاني ثقافت | امان الله شيخ | 250 | 2012 |
| 30 | فيض جا ايلس ڏانهن خط | شبنم موتي | 250 | 2012 |
| 31 | فيض سان رهاڻيون | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 500 | 2012 |
| 32 | راڳ نامون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 270 | 2012 |
| 33 | ميزان (فيض احمد فيض) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 240 | 2012 |
| 34 | جهڙي سونهن سندياس | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/_ | 2012 |
| 35 | اديون آءِ اچاڻ | ڊاڪٽر فهميده حسين | 250/_ | 2012 |
| 36 | شاهه سچل ۽ خليفو قاسم | محمد حسين ڪاشف | 200/_ | 2012 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 37 | شاهه عبداللطيف مدبر، معلم ۽ مهربان | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | 150/- | 2012 |
| 38 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (شخصيت فن ۽ فڪر) | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250/- | 2011 |
| 39 | ڪلام ريجهه علي شاهه | پروفيسر منظور حسين کهڙو | 250/- | 2011 |
| 40 | سنڌ هيرن کاڻ | رسول بخش درس | 150/- | 2011 |
| 41 | قلندر صوفي ۽ ملامتي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 150/- | 2011 |
| 42 | تذڪره لال شهباز قلندر | انور ساگر ڪانڌڙو | 150/- | 2011 |
| 43 | سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 300/- | 2011 |
| 44 | سنڌي ڪلچر | غلام رباني آگرو | 200/- | 2011 |
| 45 | سنڌي موسيقي جا سر تار | خليل الرحمان شيخ | 200/- | 2011 |
| 46 | شاهه جي رسالي جي سهڃاڻي (جلد ٻيو) | محمد حسين ڪاشف | 500/- | 2011 |
| 47 | سُر پورب | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/- | 2011 |
| 48 | ڪلامِ گروهڙي | ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو | 500/- | 2010 |
| 49 | شيخ اياز نثر جلد پنجون | شيخ اياز | 350/- | 2010 |
| 50 | سُر پرڀاتي | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 350/- | 2010 |
| 51 | شاهه جي رسالي جي سهڃاڻي (جلد پهريون) | محمد حسين ڪاشف | 500/- | 2010 |
| 52 | شاهه جي شاعريءَ ۾ اسلامي قدر | ڊاڪٽر عبدالرحمان جسڪاڻي | 600/- | 2010 |
| 53 | سومرا راڄ گهراڻو | ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو | 400/- | 2010 |
| 54 | قلندر لعل شهباز | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/- | 2010 |
| 55 | مان جي مٺس پنڌ ۾ | رڪيل مورائي | 500/- | 2010 |
| 56 | لاڪو پير لطيف الله | پير محمد عالم قريشي صديقي | 150/- | 2010 |
| 57 | شاهه لطيف الله قادريءَ جو ڪلام | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 100/- | 2010 |
| 58 | استاد بُخاري – فن ۽ شخصيت | آزاد انور ڪانڌڙو | 650/- | 2010 |
| 59 | محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سنڌي سماج تي سندس اثر | ڊاڪٽر ثريا ساز ڏيپلائي | 300/- | 2010 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 60 | ڳٺوانن جون ڳالهيون | قمرشهباز | 300/_ | 2010 |
| 61 | ڄڄ پرائي | قمرشهباز | 450/_ | 2010 |
| 62 | ننگرنئو : هڪ مطالعو | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/_ | 2010 |
| 63 | صوفي شاه عنايت شهيد | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600/_ | 2010 |
| 64 | شيخ اياز جلد پنجون (چار ڪتاب (1.اُڀر چنڊ پس پرين ، 2. هينئڙو ڏاڙهونءَ گُل جيئن، 3. الوداعي گيت، 4. ننڊ وليون) | شيخ اياز | 750/_ | 2010 |
| 65 | شيخ اياز جلد ڇهون (ٽي ڪتاب (1.ڪتين ڪرموڙيا جڏهن جلد ڦهربون، ٻيو، ٽيون) | شيخ اياز | 1000/ _ | 2010 |
| 66 | شيخ اياز جلد ستون (ٽي ڪتاب (1.سرلوهيڙا ڳيا ، 2. سُورج مُکي سانجهه، 3. چوليون ٻوليون سمنڊ جون.) | شيخ اياز | 1000/ _ | 2010 |
| 67 | شيخ اياز جلد اٺون (چار ڪتاب (1.جر ڏيئا جهمڪن ، 2. هرڻ اکي ڪيڏانهن، 3. چنڊ ڳليون، 4. تون چيرتون چانڊ) | شيخ اياز | 700/_ | 2010 |
| 68 | شيخ اياز جلد نائون (پنج ڪتاب (1.گهات مٿان گهنگهور گهٽا ڀر ، 2. سامنجهي سمنڊ سپون، 3. ڪونجون ڪُرڪن روهه تي، 4. ڪاري رات ڪُهنگ، 5. وڏا وڻ وٽڪار جا.) | شيخ اياز | 600/_ | 2010 |
| 69 | شيخ اياز جلد ڏهون (پنج ڪتاب (1.اٿي اور الله سان ، 2. مينهن ڪٽيون، 3. اڪ جون ڦلڙيون، پيچ پني ، 4. پکي ساڳي پار ج، 5. هي جي نهرون ننڊ جون) | شيخ اياز | 600/_ | 2010 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 70 | شيخ اياز جلد پهريون (نثر) (1.جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي ، 2. ساهيوال جيل جي ڊائري، 3. ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون ، 4. جڳ مڙيوئي سپنو) | شيخ اياز | 730/_ | 2010 |
| 71 | شيخ اياز جلد ٻيو (نثر) (1.ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان ، 2. خط انٽرويو ۽ تقريرون جلد پهريون ٻيو، 3. اڳتي قدم جا ايڊيٽوريم) | شيخ اياز | 700/_ | 2010 |
| 72 | شيخ اياز جلد ٽيون (نثر) 1.ڪتي ته ٻيجبو ٽڪ مسافر جلد پهريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون | شيخ اياز | 1000/_ | 2010 |
| 73 | شيخ اياز جلد چوٿون (نثر) 1.شيخ اياز ۽ صحافت | شيخ اياز | 500/_ | 2010 |
| 74 | شاهه جو رسالو | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 500/_ | 2009 |
| 75 | سر آسا | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/_ | 2009 |
| 76 | بيت نه پر آيتون | ڊاڪٽر عزيز الرحمان ٻگهيو | 250/_ | 2009 |
| 77 | شيخ اياز جلد ٽيون (پنج ڪتاب) (1.لڙيو سج لڪن ۾ ، 2. پن ڇڻ پڇاڻان، 3. چنڊ چنبيليءَ ول، 4. رڻ تي رمجهم ، 5. ڀڳت سنگهه ڦاسي) | شيخ اياز | 500/_ | 2009 |
| 87 | شيخ اياز جلد چوٿون (پنج ڪتاب) (1.راج گهاٽ تي چنڊ ، 2. ٻڙ جي چانوَ اڃي ڪان گهاٽي، 3. اَڪ نيرا ڦُليا، 4. جهڙ نيٽان نه لهي 5. سُر نارائڻ شيام) | شيخ اياز | 500/_ | 2009 |
| 79 | سراج السالڪين | رسول بخش تميمي | 150/_ | 2009 |
| 80 | سنڌ جو سرمست | رڪيل مورائي | 300/_ | 2009 |
| 81 | ڪوهستان جو سفر | بدر ابڙو | 400/_ | 2009 |
| 82 | سنڌ صدين ڪان | ممتاز مرزا | 400/_ | 2009 |

| نمبر | ڪتاب | مصنف | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 83 | خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو | ڊاڪٽر عطا محمد حامي | 600/_ | 2009 |
| 84 | شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام | ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو | 100/_ | 2008 |
| 85 | رسالو ميان سچل فقير جو | مرزا علي قلي بيگ | 800/_ | 2008 |
| 86 | شيخ اياز جلد ٻيو (چار ڪتاب (1. ڪپر ٿو ڪُن ڪري، 2.پتڻ ٿو پور ڪري، 3.ٽڪرا ٽتل صليب جا، 4. واٽون ڦُلن ڇانئيون) | شيخ اياز | 500/_ | 2008 |
| 87 | شيخ اياز جلد پهريون (چار ڪتاب (1.پؤنر پري آڪاس، 2.ڪلهي پاتم ڪينرو، 3.ڪي جو ٻيجل ٻوليو 4.وڄون وسڻ آئيون) | شيخ اياز | 500/_ | 2008 |
| 88 | ننڍي کنڊ ۾ ڊرامي جي تاريخ | غلام حيدر صديقي | 200/_ | 2008 |
| 89 | سنڌوءَ جا گيت | ڊاڪٽر ڪمال جامڙو | 300/_ | 2008 |
| 90 | شاهه جو رسالو | ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ | 400/_ | 2008 |
| 91 | شر ڪيڏارو | منظور احمد قناصرو | 250/_ | 2008 |

| نمبر | کتابوں کی نام | مصنف/مرتب/مترجم | قیمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 1 | سندھ میں اردو شاعری | ڈاکٹر نبی بخش خان بلوچ | 350 | 2012 |
| 2 | خطوط ڈاکٹر نبی بخش بلوچ | محمد راشد شیخ | 250/- | 2012 |
| 3 | محمد ابراہیم جویو ایک صدی کی آواز | سید مظہر جمیل | 750/- | 2012 |
| 4 | دشت وجود کی مسافت | آغا سلیم | 250/- | 2012 |
| 5 | آئینہ خانہ شاہ لطیف | ڈاکٹر طاہر تونسوی | 200/- | 2010 |
| 6 | حلقہ مری زنجیر کا | شیخ ایاز | 800/- | 2010 |
| 7 | بوئے گل نالہء دل | شیخ ایاز | 500/- | 2010 |
| 8 | دنیا ساری خواب | شیخ ایاز | 650/- | 2010 |
| 9 | اے آہو چشم کدھر | شیخ ایاز | 400/- | 2010 |
| 10 | سچل سچ ہے سارا | آغا سلیم | 300/- | 2010 |
| 11 | سندھ ایک عام جائزہ | مظہر یوسف | 400/- | 2010 |
| 12 | بھٹو کا تصور پاکستان | نصرت لاشاری | 350/- | 2009 |
| 13 | شاہ جو رسالو | شیخ ایاز | 650/- | 2009 |
| 14 | سچل سرمست، تاریخ، تصوف اور شاعری | ڈاکٹر نواز علی شوق | 150/- | 2009 |
| 15 | سکھر تاریخ و تمدن | ڈاکٹر عبدالواحد اندھڑ | 400/- | 2008 |

| Sr. No | Name of Books | Writer | Rate | Year |
|---|---|---|---|---|
| 1 | Musical Instruments of the Lower Indus Valley of Sindh | Dr. Nabi Bux Khan Baloch | 200/- | 2012 |
| 2 | Alexander's Conquest of Indus Valley | Agha Saleem | 400/- | 2012 |
| 3 | Lake Manchar | Taj Muhammad Sahrai | 200/- | 2012 |
| 4 | Dr. G.M Mehkri on Sindh Articles | Muhammad Ibrahim Joyo | 350/- | 2012 |
| 5 | Hazrat Shanshah Lal Shabza Qalandar | Syed Dinal Shah Darbelvy | 400/- | 2012 |
| 6 | Mohen Jo Daro the Indus civilization | Jahn Marshall | 3000/- | 2012 |
| 7 | Selection from the Risalo | G. A Allana | 150/- | 2012 |
| 8 | Sufism & Classical Sindhi Poetry | Saleem Noorhassan | 150/- | 2012 |
| 9 | Anecdotes of Vataayo Faqeer | Saleem Noorhassan | 200/- | 2012 |
| 10 | 6Thousands years of History of Irrigation of Sindh | M.H.Panhwar | 800/- | 2011 |
| 11 | The Epic of Dodo Chaneiser | Saleem Noorhassan | 300/- | 2011 |
| 12 | Handicrafts of Sindh | Waheeda Khizir Qazi | 180/- | 2010 |
| 13 | Sindhi Society & Culture | Prof.Dr.Ghulam Ali Alana | 1600/- | 2010 |
| 14 | Life & Thought of Shah Latif Bhitai | Gul Mohammad Umrani | 200/- | 2010 |
| 15 | Songs Of Freedom | Shaikh Ayaz | 500/- | 2010 |
| 16 | Melodies of SALB, V-IV | Agha Saleem | 400/- | 2009 |
| 17 | Shah Jo Risalo in Arabic & English | Faiz Mohammd Khoso | 300/- | 2009 |
| 18 | Shah,Sachal,Sami | Mohd.Ibrahim Joyo | 200/- | 2009 |
| 19 | Darazi School of Sufi Thought | Dr.Sakhi Qabool Mohammad Farooqi | 400/- | 2009 |
| 20 | Melodies of SALB, V-III | Agha Saleem | 500/- | 2008 |
| 21 | History of Sindhi Literature | Shaikh Aziz | 250/- | 2008 |